# قومي غدارَ ۽ حساب ڪتاب

ماشاء الله اسان غدارن ۾ هميشه خود ڪفيل رهيا آهيون، ٿورو رڳو حافظي تي زور ڏيڻ جي ضرورت آهي، نظر واري عينڪ پائي تاريخ جو مطالعو ڪنداسين تہ ڪو چنيسر نظر ايندو تہ ڪو مير جعفر صادق. اسان وٽ نسل در نسل آقائن يا حڪمرانن سان وفاداري نڀائيندڙن جو تعداد وڌندڙ رهيو آهي. پاڪستان جي قيام کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسيمبلي تي قبضو بہ انهن جو رهيو آهي تہ انتظاميہ ۾ بہ انهن جا "اولاد" ملندا. اسان سنڌي سڀاجهڙا "درگذر" ڪرڻ جا عادي آهيون. ڪو در پيهي آهيو ۽ پرائي "فاتح" ڪيائين تہ سڀ ڪجھ معاف. انفرادي ڏوھ بہ معاف تہ قومي ڏوھ بہ. ڀلي ڪٿي ڪو "غدار ابن غدار" هجي، ڪنهن عوامي پارٽي ۾ شامل ٿي وڃي تہ ڄڻ آبِ زم زم مان وهنجي پاڪ صاف ٿي ويو. ڪٿي جيءَ ۾ جايون ڏينداسين ۽ ڪلهن تي ڪٽي "جهمري" هڻنداسين. ذاتي دشمن کي معاف ڪرڻ نيڪ عمل آهي پر قومي دشمن کي معاف ڪرڻ قومي ڏوھ آهي. ڪنهن فرد يا پارٽيءَ کي ڪو حق نہ ٿو پهچي جو قومي دشمن کي معاف ڪري، وجود جي ويري کي معاف ڪرڻ قومي ڏوھ آهي، وجود جي ويري کي معاف ڪرڻ وجود کي وڃائڻ جي برابر آهي. "جزا ۽ سزا" جو عمل فطري بہ آهي تہ قدرتي بہ. جيڪڏهن اڄ بہ اسان غدارن سان حساب ڪتاب ڪريون تہ آئنده ڪنهن بہ غدار کي جرئت نہ ٿيندي، جو ڌارين جي دلالي ڪري ۽ عوام جي اعتماد سان ويساھ گهاتي ڪري، سنڌي قوم کي سياسي ڪلچر ۾ حساب ڪتاب جا ماپا رکڻا پوندا، ورنہ ڪجھ بہ نہ رهندو. غلام قومون جڏهن آزادي جي واٽ وٺنديون آهن تہ ڌارئين دشمن کان حساب ڪتاب وٺڻ کان اڳ پنهنجن غدارن سان حساب ڪتاب ڪنديون آهن.

لياقت عزيز

# قومي غدارَ ۽ حساب ڪتاب

(ڪالمَ ۽ مضمونَ)


## لياقت عزيز





نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1993ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ ٽيهتر

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ |
| ڇپيندڙ | ذڪي پرنٽنگ پريس ڪراچي |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | سنڌ ٽيڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزرس |
| پهريون ايڊيشن | مئي 1993ع |
| ٽائيٽل ڪيليگرافي | شاهد گل پيو |
| قيمت | 50/- رپيا |


(سڀ حق ۽ واسطا اداري جا قائم)

QAUMI GHADAR AIN HISAB KITAB. Written by LIQUAT AZIZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh, Pakistan. First Edition: MAY, 1993. Price Per Copy: Rs. 50/-
Book No. 173

## انتساب

پنهنجي پياري ڌيءَ
**شازيہ عزيز** جي نالي
جيڪا منهنجي فڪري
وارث آهي

- لياقت عزيز

# فهرست

# ٻه اکر

"روسيو" چيو آهي ته "انسان آزاد ڄائو آهي پر هر هنڌ هو زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي." مارڪس چيو آهي ته "دنيا جا محنت ڪش انسانو! متحد ٿي وڃو. توهان کي ڪجهه نه وڃائڻو آهي پر رڳو زنجير ٽوڙڻا آهن."

مون غلامانه ماحول ۾ اک کولي، منهنجي اردگرد جاگيرداري ماحول جا قدر هئا. ان ڪري مون پاڻ کي هميشه غلام سمجهيو ۽ زنجيرن ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي پر سنگهر وڏيڪ سگهارا هئا.

ميٽرڪ پاس ڪرڻ کانپوءِ هڪ فيڪٽري ۾ ملازمت ڪئي ۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجي تعليم به جاري رکي. فيڪٽري جي ملازمت دوران ٽريڊ يونين ۾ ڪم ڪندي ڪجهه روشن خيال ساٿين جي قربت نصيب ٿي، جن ۾ شميم واسطي، علي اوسط جعفري، ڪامريڊ نازش ۽ ٻيا شامل هئا.

ان وقت فيڪٽري ۾ ڪم کانپوءِ "لٽرري ڪلاس" هلايا ويندا هئا. جيڪي مون باقاعدگي سان اٽينڊ ڪيا. ساٿين مونکي پڙهڻ لاءِ ڪجهه ڪتاب پڻ ڏنا، جن ۾ "ماءُ"، "مارڪسي جدليات" ۽ "انسان وڏو ڪيئن ٿيو" "عالمي مزدور تحريڪ"، "سياسي تعليم" ۽ ٻيا ڪوڙ انقلابي ڪتاب شامل هئا.

روشن خيال دوستن ۽ ڪتابن جي دوستيءَ مونکي شعور ۽ سگهه ڏني، سچ ۽ ڪوڙ جي پرک ڏني، ظالم ۽ مظلوم جو فرق سيکاريو. ان دور ۾ ٽالسٽائي، ميڪسم گورڪي، دوستو وسڪي، اياز، جالب، فيض ۽ ساحر منهنجا من پسند ليکڪ هئا.

طالب علمي جي دوران حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن کان سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي سفر ۾ مونکي ڪامريڊ ڄام ساقي، مير ٿيٻو ۽ منير ماڻڪ جهڙا مخلص ۽ سرويچ ساٿي مليا جن منهنجو مظلوميت جي ويڙهه ۾ ايمان وڌيڪ پختو ڪيو.

سنڌ يونيورسٽي جي شعبه سياسيات ۾ تعليم دوران سائين عمر ميمڻ جي محبت ۽ شفقت حاصل رهي، سائين جي قربت مونکي سنڌ دوستيءَ جي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو ۽ آزاديءَ ۾ ويساهه وڌايو.

قمر شهباز اهو پهريون اديب آهي، جنهن جي مون آڱر جهلي ادب جي ميدان ۾ پير پاتو. هن جي رهنمائي ۾ منهنجي پهرين ڪهاڻي سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج ڪراچي جي ميگزين ۾ شايع ٿي ۽ ماهوار سوجهرو ۾ شاعري ڇپي. سروپچندر شاد، خادم سنڌي، غلام نبي ڀرائي ۽ زيب پنيءَ جي رهنمائي ۾ مون ڪهاڻيون لکيون ۽ شاعري ڪئي، مختلف ميگزين، رسالن ۽ اخبارن ۾ منهنجون ڪهاڻيون ۽

شاعري ڇپي. جن ۾ سهڻي، سوجهرو، اخبار هلال پاڪستان، عبرت ۽ سنگم پبليڪيشن جا سلسليوار ڪتاب شامل آهن. مون علم سياسيات جي مضمون ۾ مختلف موضوعن تي ڪتاب پڻ لکيا آهن، جيڪي انٽرميڊيٽ، ڊگري، پوسٽ گريجوئيٽ ڪلاسن جي نصاب ۾ شامل آهن. مون ريڊيو پاڪستان جي مختلف پروگرامن جا اسڪرپٽ پڻ لکيا آهن.

ظفر عباسي جي اتساهه ڏيارڻ تي مان روزنامه خادم وطن ۾ ڪالم لکڻ شروع ڪيو. اهو سلسلو گذريل ٽن سالن کان جاري آهي. ڪالمن جو پهريون مجموعو فيروز احمد ميمڻ جي تعاون سان توهان جي هٿن ۾ آهي.

ڪالم نگاري هڪ ڏکيو فن آهي. ڪالم نگاري لاءِ ضروري آهي ته هن کي تاريخ، سياست، ادب ۽ فلسفي جي ڄاڻ هجي. قومي ۽ بين الاقوامي حالتن تي گهري نظر هجي ۽ روزانه اخبارن ۽ رسالن جو باقاعده قاري هجي.

تاج جويو جو چوڻ آهي ته ”جيڪو ڪهاڻيڪار ڪهاڻي لکڻ ڇڏي ڏيندو آهي، اهو ڪالم لکڻ شروع ڪندو آهي، يعني ڪالم نگار بگڙيل ڪهاڻيڪار هوندو آهي.“ منهنجي راءِ مطابق ”ڪالم، ڪهاڻي جو هڪ نئون روپ آهي. ڪالم نگاري جذبن ۽ احساسن جي اظهار جو تکو ۽ تيز 'Out Let' آهي.“

مان جڏهن به ڪو انڌير يا انياءُ ڏسندو آهيان ته منهنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ ٿيندي آهي. هڪ عجيب ذهني پيڙا مان گذرندو آهيان، سڄو وجود ولوڙجي ويندو آهي. مان ان اذيت کي ڪاغذن تي اُوتي ڇڏيندو آهيان. بعد ۾ پاڻ کي هلڪو ڦلڪو محسوس ڪندو آهيان. منهنجا احساس ۽ جذبا لفظن جو ويس پائي ڪالم جو روپ وٺن ٿا.

منهنجي اها خواهش رهي ته منهنجي ڪالمن ۾ سنڌ جي سمورن سورن ۽ محنت ڪش ماڻهن جي مظلوميت جي عڪاسي ٿئي. مان قلم کي هميشه پنهنجي ڌرتيءَ ۽ قوم جي امانت سمجهيو آهي. مان ايمانداريءَ سان اهو محسوس ڪيان ٿو ته سماج جي هڪ باشعور فرد جي حيثيت ۾ تاريخ منهنجي ڪلهن تي ڪهڙو فرض عائد ڪيو آهي؟ مون پاڻ کي قومي فرض جي ادائيگي ۾ هر پوکڻا پوکڻ لاءِ ذهني طور تي تيار ڪيو آهي.

قومي جرڳه کان ادبي بورڊ بچايو ڪميٽي جي اٺانگي سفر ۾ سائين عمر ميمڻ، سائڻ نورالهديٰ شاهه، تاج جويو ۽ ٻين ساٿين جي پرخلوص سات ڪري منهنجي اندر جو انسان ايڏو ته سگهارو ٿيو آهي جو راهن ۾ وڇايل اَين ڪانون، پٿرن ۽ پهڻن جا گهاوَ محسوس نه ٿيندا آهن، منهنجي سموري سگهه ۽ ساڃاهه غلامي ۽ مجبوري جي زنجيرن ٽوڙڻ لاءِ آهي، ڇاڪاڻ ته آزادي هر انسان جو ڪائناتي حق آهي.

**لياقت عزيز**

# چوَمکي لڙائي ۽ ديوانو تاريخ نويس

هزارين سازشي ۽ حملي آورن جي پيرن هيٺيان لتاڙجڻ ڪانپوءِ به، جديد دور ۾ به عين دل واري جائي تي، آمرن جي ياري بوٽن جي شديد دٻاءُ هيٺ به پنهنجن، بنهين پنهنجن هٿان، خسيس اڳهه تي سياست ۽ اقتدار جي بازار ۾ وڪري لاءِ ويهاري ويندي به، سنڌ جيڪڏهن اڃان تائين "ڪاري" ٿيڻ کان بچيل آهي ته محض پنهنجن ڪجهه ديوانن جي ڪري، جن وٽ گهوڙڻ لاءِ يا قلم رهيو آهي يا ڪَنڌ. اهو چاڻندي به ته هر اهو رستو جيڪو سنڌ جي سينڌ مان لنگهي ٿو، سڌو تختي تائين وڃي ختم ٿئي ٿو. نڪي تخت تائين. هنن ڪڏهن به نه قلم جو سودو ڪيو آهي ۽ نه ئي ڪنڌ وڪيو آهي، نه ته اُن ساڳي سنڌ ۾ ڪيئي قلم وڪاڻا به آهن ته ڪيئي ڪنڌ به، اهيو به هڪ نظريو آهي ته هر ماڻهو جي قيمت مقرر آهي ۽ اُن مقرر قيمت کان پهرين ڪوبه وڪامي نٿو، اها به هڪ سچائي آهي ته موت ماٿي مات نه ٿيڻ، خود به شاندار قيمت آهي، جيڪا ڪو ڪو پاڻ لاءِ مقرر ڪري ٿو.

سنڌ جي سياسي ۽ سماجي بازار تي هڪ نهار وجهبي ته خريد ۽ فروخت جي عجيب گهماگهمي نظر ايندي، وڏا وڏا پڳدار ڪنهن "وڻشيا" جيان بازار ۾ اشارا ڪندا ليندا "اچو مون کي خريد ڪريو." دکدائڪ حقيقت اِهيا ته هر ڪنهن جي نرڙ تي سنڌ لکيو پيو هوندو، انهيءَ ساڳيءَ بازار ۾ ڪٿي ڪٿي ڪجهه ديوانا ملندا، جن کي ڏسي مون کي سدائين ننڍي جا اُهي چند گمنام واسي ياد آيا آهن، جن فيروز شاهه تغلق جي لشڪر کي رڻ ۾ رلائي اَڄ ۽ ٻڪ ماري ڇڏيو هو، ۽ بادشاهه اڳيان سرخرو ٿي چيائون 'ها' اسان اهيو ڏوهه ڪيو آهي." اڄ به ڪي ناميارا يا گمنام "سنڌ پرست" آهن جيڪي خاموشيءَ سان، خالي هٿين اُين ڪاون مٿان پيرين پنڌ هلندي، ڪَڏهن نه ڪَڏهن ۽ ڪِٿي نه ڪِٿي ۽ اوچتو سنڌ تي حملي آورن جو رُخ رِڻ ڏي موڙي ڇڏيندا آهن ۽ "سنڌ" تاريخ ۾ الائي ڪاٿون پيرو مرندي مرندي، پيهر جيئري ٿي پوندي آهي.

سنڌي قوم جنهن جي هٿيارن سان ڪڏهن به رغبت ڪانهي رهي، اٻوجهه، پريم پاشا ۾ ڳالهائيندڙ، ايندي کي ڇوَن آءُ، ويندي کي ڇوَن ويهه، آٿين ۽ چاڙهين، بنهين شڪر گذار، توڪل تي پنهنجو اڄ ۽ سڀاڻي گهاريندڙ، گراهه مان گراهه

ڪارائين، گهري ننڊ ۾ ستل، ان قوم جي مٽان ڪو شاهي لشڪر نه پر بس چند ديوانا آهن، جيڪي اڪين ڪي اوجاڳا پري ڏينهن رات پهرو ڏين ٿا، انهن جو ڪو معاوضو ڪونهي، نه ڪٽ نه پڳ، نه پلاٽ نه ڪرسي، سک ڏيو سور ڳنهن، ننڊون ڏيو اوجاڳا ماڻين. هڪڙي ڪي جهوٽو آيو ناهي، ٻئي هڪل ڪئي ناهي "مٿان ستو آهين، اڃا رات باقي آهي"

اُهي دارا شڪوه جي ديواني دوست پريم ويرا وانگر آهن، جنهن هڪ طويل عرصو بکر جي قلعي ۾ ويهي اورنگزيب جي شاهي لشڪر مٿان دارا شڪوه جي عزت برباد ٿيڻ کان بچائي هئي ۽ دارا جي دشمن خليل الله خان تي بکر جي قلعي مان، توب ۾ پراڻا جوتا پري ڇوڙيا هئائين ۽ قلعي جو دروازو کولڻ نه قبوليو هئائين. جيسين تائين دارا جو شڪست پريوڻ حڪم ناموڻ ڪيسڻ نه پهتو.

اُهي ديوانا- ٽالپر حڪمرانن جي اُن شيدي غلام وانگر آهن، جيڪو قلعي جي دروازي کي تيسين تائين پٺي سان بند ڪيو ويٺو رهيو، جيسين تائين "يونين جيڪ" لهرائيندا انگريز دروازا ٽوڙي مٿس اٿلي نه پيا.

ڇوڻ جو مقصد اُهيو آهي ته تاريخ ۾ انهن ديوانن مان اڪثر اهڙا آهن، جيڪي "گمنام" ٿي رهن ٿا. شهرت انهن جي منزل نه هئي/ نه آهي. اُهي ليڊر نه هئا/ نه آهن. بس زهر پيالڪ عاشق آهن جڻ، خاموش ۽ پيادا سپاهي آهن جڻ، اُنهن وٽ ڪنهن به دور ۾ هٿيار ناهن رهيا. هڪڙو قلم پيو ڪنڌ- ۽ بس.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ، سنڌ جي تاريخ ۾ اُهي ديوانا علم، عقل، ۽ شعور جي پوري سگهه سان، جديد عالمي ۽ نظرياتي جدوجهد ۾، بين الاقوامي تحريڪن جا هم سفر بڻجي، سنڌ جو ڪيس مسلسل وڙهي رهيا آهن. اڄوڪي باشعور ۽ تيز تر دنيا ۾ ان جدوجهد کي جاري رکڻ تهائين گهڻو مشڪل آهي. اڄ بکر ۽ حيدرآباد جي قلعي جي حفاظت لاءِ يا سنڌ تي سياسي حملي آورن جو رُخ رڻ ڏانهن موڙڻ لاءِ، ديوانن کي چؤ مُکي لڙائي لڙڻي پوي ٿي. نفسياتي، سياسي، سماجي ۽ شعوري، اُن لڙائي ۾ هر وقت پنهنجي شعور ۽ جان تي پنهنجي گرفت مضبوط رکڻي ٿي پوي. اُهيو ٿڪائيندڙ ۽ ڪربناڪ عمل آهي. جنهن ۾ باشعور فرد جي سڄي ذهني سگهه خرچ ٿي وڃي ٿي.

سچائي نه اهيا آهي ته سنڌ جي ذهني سجاڳي ۾ يا سنڌي نوجوانن جي صحيح رهنمائي جي سلسلي ۾ جتني سنڌي سياستدانن، شاگرد ليڊرن ۽ ڪاروباري استادن جو ڪردار گهٽي ياڳي ننڍڻ جوڳو، بلڪ پيانڪ رهيو آهي؛ اُتي اهي چند پيادا سپاهي آهن؛ جيڪي محض پنهنجي عاشقي جي جذبي هيٺ اُن "ٽائم بم" کي بلاسٽ ٿيڻ کان روڪيو ويٺا آهن، جيڪو سنڌ، سنڌين ۽ سنڌي نوجوانن جي ٽنگ سان ٻڌو پيو آهي.

اُهيءَ بس

ڪجھ اديب آهن.
ڪجھ شاعر آهن.
ڪجھ سياسي ورڪر آهن (ليڊر نہ)
ڪجھ صحافي آهن-
ڪجھ اُستاد آهن.
تہ ڪجھ شاگرد آهن.

سنڌ جي تاريخ جيتري رتو ڇاڻ رهي آهي، اوتروئي مبهم، غير واضح- تضادن ساڻ ڀرپور رهي آهي. انهن تضادن ڪي- پاڪستان جي نالي تي نصابي تاريخ لکڻ وارن ايڏان بہ وڌيڪ ڳندو ڪيو آهي. ٻهاڙ ڇيڏن مثالن آڏو بنهين ننڍڙا مثال آهن تہ اسلامي تاريخ جي بدترين ڪردار ”حجاج بن يوسف“ کي 1947 کانپوءِ وارو سنڌ جو نسل ”هيرو“ پڙهڻ تي مجبور ڪيو ٿو وڃي، جنهن سنڌي تهذيب کي ”گهوڙن ۽ گڏهن“ جو ڪلچر سڏيندي، سنڌ کي نہ رڳو جنگ ۾ هٿ آيل مال غنيمت سمجهيو، پر انهن جي زمين ۾ سياسي سازشن جو اهو ٻج پوکيو، جنهن جو فصل اڄ اسان ڪُٺل نوجوانن، لٽيل عزتن ۽ پنهنجي ئي شهر ۾ لڏ پلاڻ جي صورت ۾ لٽيو ۽ لٽيون پيا.

سنڌ جيتري قديم آهي، اُن جو اڳوڻڪو مؤرخ اوتروئي سست، شخصي پسند ۽ راءِ ۾ الجهيل رهيو آهي ۽ بنهين غير حقيقت پسند بہ، پر اُن جي ڀيٽ ۾ اڄوڪي سنڌ جو مورخ ڏسجي ٿو تہ هو انتهائي تڪليف ده حالتن ۾ بہ سچائي ۽ حقيقت جو اظهار ڪندو ملي ٿو. جيتوڻيڪ ان جي صلي ۾ ڪيس معاشي تنگي ۽ سياسي بليڪ ميلنگ ئي ملي ٿي. پر اهم ڳالهہ جيڪا ڇوڻ لاءِ آهي، آها اِها تہ سنڌ جي اڄوڪي بدنام سياسي تاريخ کي رقم ڪرڻ لاءِ بہ ڪي باقاعده مورخ ميسر ناهن، سواءِ هڪ اڌ جي، باقي اهي ئي اسانجا چند ديوانا، اديب، شاعر ۽ صحافي آهن.

ان حوالي ساں - سنڌي صحافت ۾ ڪالم نگاري جو بنهين اهم درجو آهي، سنڌي ڪالم نگار هن وقت ڪنهن ذهني عياشي ۾ مصروف نظر اچڻ بدران، اڄ جي بدنام سياسي تاريخ کي نہ رڳو رقم ڪندو نظر ايندو پر اُن سان وڙهندو بہ نظر ايندو، 1947ع کانپوءِ سنڌي جي تاريخ ۾ جيترا بہ الميہ آيريا آهن. جيترا بہ داغ لڳا آهن، اُنهن ۾ سڌي طرح سنڌ جي سياست ۽ سياست ڪار ملوث نظر ايندا، اُنهن کي ڪانهي خبر تہ سپائي جو نسل اڄ جي لکجندڙ تاريخ مان جڏهن مواد ڪڍندو تہ اُنهن سياست ڪارن جي قبرن جا ڪتبائي پَٽي اُجلي ڇڏيندو.

اسان جو لياقت عزيز بہ- هڪ اهڙو ئي ديوانو ڪالم نگار نہ پر جديد تاريخ نويس آهي، جنهن جون آکريون اڄ جي بدنام سياست جي رڳن تي رکيل آهن، هڪ بنهين صاف ذهن، سچو، کرو ۽ پٽر دل تاريخ نويس، جيڪو ڪنهن سان بہ

همدردي نٿو ڪري، جنهن وٽ پرک جو ماپو بنهين واضح آهي ته ڪير سنڌ سان سچو آهي ۽ ڪير نه؟ لياقت عزيز پنهنجي اظهار ۾ جيتزو بي رحم آهي، اوتروئي هڪ شفيق استاد بہ آهي، جنهن لاءِ محض ليڪچر ڏيئي پگهار وصول ڪرڻ اهم ڪونهي، پر جنهن لاءِ اهم اهيو آهي ته سنڌ جي بدنام سياسي تاريخ ۾ شطرنج جي مهرن جيان استعمال ٿيندڙ سنڌي شاگرد کي ذهني پناهہ گاهہ ۽ ذهني تربيت گاهہ ڪيئن ميسر ڪري ڏجي؟

لياقت عزيز جي حوالي سان- اڄ جي تاريخ نويس جي گهڻ رخي ڪردار کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي. سنڌ جي اڄوڪي تاريخ لکندڙ محض قلم هلائي پنهنجي جوابداري کان آجو ٿي نٿو سگهي، اُن لاءِ هن کي ذهني ۽ عملي طرح سان، اُن ويڙهہ ۾ حق جو هم سفر بڻجڻو پوندو، جنهن جي هو تاريخ رقم ڪري پيو، اهيا ويڙهہ جيڪا اڪثر رياستي دٻاءُ ۽ عتاب کي دعوت ڏيندي رهي ٿي، جنهن کان پوءِ تاريخ نويس کي تاريخ جا ڪجهہ باب ٽارچرسيل يا جيل جي ڪوٺين جي ديوارن تي بہ لکڻا پون ٿا.

لياقت عزيز جا هي ڪالم پڙهڻ کانپوءِ، اهيو بہ شعور ملي ٿو ته اڄوڪي تاريخ نويس لاءِ ڪيترو ضروري آهي ته هن جو آڳريون هڪ ئي وقت ماضي جي تاريخ تي ۽ هاڻوڪي دور جي قانون، سياست، جمهوري اصولن، ملڪي آئين جي سمورين رڳن تي هئڻ سان گڏوگڏ عالمي تاريخ ۽ سياست ۽ عالمي سطح تي هلندڙ تحريڪن ۽ عالمي نظريئن جي سمورن رخن تي هئڻ گهرجن.

ڪالمن جو هيءُ مجموعو پنهنجي اندر هڪ اهم دستاويز پڻ آهي، جيڪو تاريخ ۽ سياست جي شاگرد لاءِ پنهنجي اندر گهرو مواد رکي ٿو.

شيخ اياز سچ چوي ٿو- ذات وڏي شئي ناهي، سچ وڏي شئي آهي.

**نورالهديٰ شاهہ**
20 مئي 1993ع
حيدرآباد سنڌ.

# ماڻ ڪيان تہ مشرڪ ٿيان

عظيم مفڪر "ابوالڪلام آزاد" جي هڪ قول مطابق تہ "انسان ذات سان زيادتيون ٻن هنڌن تي ٿين ٿيون. هڪ جنگ جي ميدانن ۾ ٻيو عدالتن جي ايوانن ۾" پهرين ۽ ٻي عظيم جنگ ۾ انسان ذات سان جيڪي ڪلور ٿيا، ناگا ساڪي ۽ هيرو شيما اڄ بہ انهيءَ جا شاهد آهن. اڄ بہ اُن ڌرتي مان بارود جي بوءِ اچي ٿي ۽ انسانيت جا سڏڪا ٻُڌڻ ۾ اچن ٿا. جنگن ۾ ڪيئن ٻار يتيم ٿين ٿا. هزارين سهاڳڻيون ور وڃائي ويهن ٿيون. ڪيئن انسان سڄي زندگي جڏن جيان گهارين ٿا. جنگن ڪڏهن بہ انسان ذات کي ڪو فائدو نہ رسايو آهي.

هر مهذب ملڪ ۾ اعليٰ عدالتون انساني حقن ۽ انساني وقار جون محافظ هونديون آهن جيڪي ڪمزورن کي سگهارن کان محفوظ ڪن ٿيون، مظلومن کي ظالمن کان بچاءُ بند جو ڪم ڏين ٿيون، رياست جي اعليٰ قانون يعني آئين مطابق حاڪم ۽ محڪوم جي حقن ۽ فرضن جي تشريح ڪن ٿيون.

ماضيءَ ۾ رياست جي شروعات بابت پيش ڪيل قدرتي نظريي DIVINE-THEORY مطابق ڪائنات جي ٻين شين مطابق رياست ڏاڍي تعاليٰ جي تخليق ڪيل آهي، حاڪم هن ڌرتي تي خدا جو نائب آهي، جنهن کي ڏاڍي تعاليٰ راڄ ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي، حاڪم جي زبان مان نڪتل لفظ "قانون" جو درجو رکي ٿو. رياست ۾ رهندڙ رهواسين تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو تہ اهي حاڪم جو هر حڪم مڃين ڇاڪاڻ تہ ان کي ڏاڍي تعاليٰ عوام ڏانهن موڪليو آهي ۽ هو عوام بدران ڏاڍي تعاليٰ ڏانهن جوابده آهي. جيڪو ماڻهو حاڪم جو حڪم نہ مڃيندو، انهيءَ کي نہ صرف حاڪم سزا ڏيندو پر قيامت ۾ بہ انهيءَ کي سزا ملندي.

هن نظريي کي ڏاهن اهو چئي رد ڪيو تہ جديد دور ۾ هي نظريو قابلِ قبول ناهي، پر اسان جي ملڪ ۾ هن نظريي تي عمل ٿيندو رهيو آهي. اعليٰ ڪرسي تي ويٺل شخص سڀ فرض سرانجام ڏيئي ٿو، هو حاڪم بہ آهي تہ منصف بہ آهي.

١٩٥٤ع ۾ پاڪستان جي ٽيئن گورنر جنرل غلام محمد هڪ سازش تحت پاڪستان جي پهرين دستور ساز اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي، ڇاڪاڻ تہ ان وقت اسيمبلي ۾ اهڙو بل پاس ٿيڻ وارو هو، جنهن تحت گورنر جنرل جا اختيارات گهٽ ٿيڻ وارا هئا ۽ عوام جي چونڊيل اسيمبلي کي وڌيڪ اختيارات ملڻ وارا ها. اسيمبلي جي ٽٽڻ خلاف ان وقت اسيمبلي جي اسپيڪر مولوي تميزالدين مرحوم "سنڌ چيف ڪورٽ" ۾ رٽ داخل ڪئي. سنڌ چيف ڪورٽ فيصلو ڏنو تہ گورنر جنرل جو حڪم

غيرقانوني آهي ۽ ان ڪري اسيمبلي کي بحال ڪجي ٿو، پر مرڪزي حڪومت فيڊرل ڪورٽ يعني سپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. فيڊرل ڪورٽ سنڌ چيف ڪورٽ جي فيصلي کي رد ڪندي گورنر جنرل جي حڪم کي درست قرار ڏنو. سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس محمد منير اڳتي هلي پنهنجي لکيل ڪتاب "جناح کان ضياءَ" تائين ۾ اهو اعتراف ڪيو ته هن اهو فيصلو حڪمرانن جي خواهش تي ڏنو هو. هن فيصلي پاڪستان جمهوريت جي مستقبل کي تاريڪ ڪري ڇڏيو. طالع آزما اقتدار جي ڀُکين جنرلن لاءِ مارشل لا جي راهو هموار ڪئي.

اعليٰ عدالتن ۾ "جسٽس رستم ڪياني" جهڙا باضمير جج به رهيا آهن، جنهن ايوبي آمريت ۾ عدالتن جو مانُ متانهون رکيو. سندس ڪيل فيصلا اڄ به عدالتن جي تاريخ ۾ روشني جو مينار جو ڪم ڏين ٿا.

1979ع ۾ اعليٰ عدالتن جي ججن ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاسي جي سزا ڏني، فل بينچ جي ٽن ججن ڀٽو صاحب کي بيگناه قرار ڏنو پر ڇئين ججن ڪيس موت جي سزا ڏني. پاڪستان جي عدالتن جي تاريخ ۾ هي هڪ نرالي سزا هئي، جو هڪ شخص کي صرف "ٻيچ" ABATEMENT جي ڏوهه ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏني ويئي. ضياءَ آمر، ڀٽو کي ملڪي سياست مان ته جسماني طرح سان ڪڍي ڇڏيو پر رهندڙ دنيا تائين شايد ڀٽو فيڪٽر پاڪستان جي سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪري.

پروفيسر ڪيلسن جي "نظريه ضرورت" تحت مارشل لا کي اعليٰ عدالتن جائز قرار ڏنو. پروفيسر ڪيلسن جي ٿيوري اها آهي ته "جيڪڏهن ملڪ ۾ ڪا بغاوت يا تبديلي اچي ٿي ۽ اها عوام جي فائدي ۾ آهي ته ان کي جائز ڇئي سگهجي ٿو." ضياءَ دور ۾ هڪ نئون قانون "پي.سي.او" جاري ڪيو ويو پر ڪجهه باضمير ججن ان ڪاري قانون تحت حلف نه کنيو. هنن نوڪري تي اصولن کي ترجيح ڏني.

اڄ ڪلهه پاڪستان ۾ بخاري اغوا جي ڪيس جو هر هنڌ چوبول آهي. هن ۾ مکيه جوابدارَ هڪ ايم. پي. اي آهي ۽ شريڪ ڏوهاري هڪ ايم. اين. اي آهي. ايم. پي. اي صاحب صرف حاڪم اعليٰ کي "چاچو" سڏيو ۽ پوءِ ضمانت تي نه صرف آزاد ٿي ويو پر ضلعي ڪائونسل جو چيئرمين به ٿي ويو، جڏهن ته انهيءَ کان اڳ ساڳيءَ عدالت به ٻيرا هن جي ضمانت رد ڪئي هئي.

جنهن ملڪ ۾ عدالتون حڪمرانن جي تابع هونديون آهن، فيصلا حڪمران پنهنجي مرضيءَ سان ڪرائيندا آهن ته انهيءَ ملڪ کي ڪيئن جمهوري ۽ آزاد سڏي سگهجي ٿو؟ ڇاڪاڻ ته جمهوري نظام ۾ عدالتون ئي شهري آزادي ۽ انساني حقن جون پاسبان هونديون آهن.

اسان جي ملڪ ۾ حڪمرانن جو حڪم قانون هوندو آهي. آئين محض ننڍڙو ڪتاب هوندو آهي. جنهن کي جڏهن به زورآور حڪمران ڦاڙي سگهي ٿو.

عدالتي نظام کي آزاد بنائڻ لاءِ ضروري آهي ته ججن جي تقرري ۽ ترقيءَ لاءِ

کو آئيني خودمختيار ادارو هجي. انصاف لاءِ آئين ڪرڻ ضروري آهي، بقول عظيم ڏاهي "افلاطون" جي تہ "رياست يا ملڪ جي قائم ڪرڻ جو مقصد هر شهري سان انصاف ڪرڻ آهي، جيڪڏهن ڪا رياست پنهنجي شهرين کي جلد انصاف نٿي مهيا ڪري سگهي تہ اها رياست پنهنجو وجود گهڻي وقت تائين برقرار رکي نہ سگهندي."

(عوامي آواز- 20.5.91)

# آزادي ۽ انقلاب

انقلاب فرانس جي باني "روسو" چيو آهي تہ "انسان آزاد ڄائو آهي پر هر هنڌ هو زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي" جمڻ کان مرڻ تائين وک وک تي انسان کي مختلف قسمن جي زنجيرن کي منهن ڏيڻو پئي ٿو. زنجيرن ڪيترين بہ سگهارين هونديون آهن، پر انسان جي عزم ۽ آزادي جي اڳيان آهي وگهري ميڻ تي وينديون آهن، جنهن دور ۾ فرينچ انقلاب آيو هو، انهيءَ دور ۽ اڄ جي دور ۾ ڪو بہ فرق ناهي، فرانس ۾ حڪمرانن کي عوام جي فلاح و بهبودي سان ڪا بہ دلچسپي نہ هئي، اهي هر وقت مال ميڙڻ ۾ مصروف هئا. عوام کي ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهيو ويندو هو، ڳرا ٽيڪس وصول ڪيا ويندا هئا، قلم ۽ زبان تي بندش هئي، مهنگائي ۽ بي روزگاري هئي، حڪمران جي دربار ۾ مذهبي رهنما هوندا هئا، جيڪي حڪمرانن جي هر حڪم کي مذهبي قانون جي درجو ڏيڻي تشريح ڪندا هئا ۽ خلاف ورزي ڪندڙن تي فتوي يا حد جاري ڪندا هئا، عوام کي اهو چئي وندرايو ويندو هو تہ ملڪ اندر جيڪو ڪجهہ انياءُ ۽ انڌير آهي اهو توهان جي اعمالن جي شامت آهي، حڪمرانن کان ڪڏهن بہ ڪا غلطي نٿي ٿي سگهي، توهان کي جيڪي ماڻهو حڪمرانن جي خلاف پڙڪائين ٿا اهي واجب القتل آهن.

انهيءَ دور ۾ انسانيت نالي ڪا شيءِ نہ هئي، سچ چوڻ لاءِ ڪو تيار نہ هو، اختلاف کي برداشت ڪرڻ ڏکي ڳالهہ هئي، ذهن تي بندش هئي، سوچن تي پهرا هئا، اختلاف رکندڙ کي ڪوڙا هنيا ويندا هئا، وار پٽيا ويندا هئا، اذيت خانن ۾ سندن جسمن کي چيري لوڻ ٻرڪيو ويندو هو، اکين ۾ گرم سيخون وجهي بي نور ڪيو ويندو هو. حڪمرانن کان سواءِ هر انسان غلام هو، عورت جي ڪا عزت نہ هئي، انهن کي صرف بستر جي زينت سمجهيو ويندو هو، حڪرانن جي حرم سرا ۾ ملڪ جي هر خوبصورت عورت کي ذاتي ملڪيت سمجهي استعمال ڪيو ويندو هو.

حڪرانن طبقي جا فرد سڄو وقت عياشين ۾ مصروف هوندا هئا، قومي ملڪيت

ڪي مال غنيمت سمجهي لٽيو ويندو هو. قومي ملڪيت حصو پتيون ڪري پاڻ ۾ ورهائي ويندي هئي. وقت جو بادشاه اهو چوندو هو تہ "مان ئي رياست آهيان" مون کان سواءِ رياست جو ڪو تصور ناهي، جيڪڏهن مان هليو ويندس تہ فرانس ختم ٿي ويندو.

انهيءَ انڌير ۽ انياءُ خلاف "روسو" پنهنجي قوم کي اهو پيغام ڏنو تہ هو ظلم خلاف اٿن ۽ ظلم جون زنجيرون ٽوڙين، ظالم حڪمرانن خلاف آزادي جي جنگ جوٽين. سچ ۽ آزادي جي چڻنگ آهستي آهستي ٻرندي رهي. بدمست شهزادو هڪ ڏينهن شراب جي نشي ۾ ڌت ٿي پنهنجي ڇهن گهوڙن واري خوبصورت بگي يا گهوڙي گاڏي ۾ سوار ٿي پيرس جي بازار ۾ تيز رفتاري سان گهمڻ لڳو. هن جي هٿ ۾ ڇهبڪ هو. هو جنهن رستي تان گذري رهيو هو اتي هڪ لوهار جو معصوم ڇهن سالن جو ٻار راند ڪيڏي رهيو هو. لوهار ڏوڪٽي سان باه ٻاري لوهہ گرم ڪرڻ ۾ مصروف هو. هي معصوم گلن جهڙو ٻار هن ظالم شهزادي جي بگي اڳيان اچي ويو ۽ تيز رفتار گهوڙن جي پيرن ۾ معصوم جسم ڇيهون ڇيهون ٿي ويو. فرش ريٽي رت سان پرجي ويو. مظلوم پيءُ ڏوڪٽي ڇڏي ٻار جي لاش جا ٽڪرا جمع ڪرڻ لڳو. سندس اکين ۾ لهو جا لڙڪ هئا. هو ٽڪرن جمع ڪرڻ ۾ مصروف هو تہ بدمست حاڪم بگي مان لٿو ۽ غريب پورهيت لوهار جي اگهاڙي پٺيءَ تي ڇهبڪ وسائڻ لڳو. غمزده پيءُ ڇهبڪ هڻڻ واري ڏانهن نهاريو. هن جي اکين هي سوال ڪيو تہ آخر ڪهڙي ڏوهہ ۾ هن جي اگهاڙي پٺي تي ڇهبڪ وسايا پيا وڃن؟ جڏهن تہ رستي تي سندس لخت جگر جو چچريل لاش پيل آهي. بدمست حاڪم غصي مان هي وراڻيو تہ، مان توکي انهيءَ ڪري ڇهبڪ هڻان ٿو جو تنهنجي پٽ جي رت منهنجي قيمتي گهوڙن جا "سنب" خراب ڪيا آهن.

غريب لوهار جو غم غصي ۾ تبديل ٿي ويو. هن ڏوڪٽي مان لٺ ڪڍي ۽ پنهنجي قميص لاٿي ۽ ان کي پنهنجي پٽ جي بيگناهہ ريٽي رت مان رنگيو ۽ بانس جي چوٽ ۾ ٽنگي پيرس جي بازار ۾ بيهي رڙيون ڪرڻ لڳو تہ "اي اهل فرانس، آخر ڪيستائين ظلم تي توهان خاموش رهندا؟ آخر ڪيستائين توهان جا معصوم ٻچا حڪمرانن جي ظلم جو نشانو بڻبا رهندا؟ هن ذلت جي زندگي کان بهتر آهي مرُس ٿي وڙهو." هو ڳاڙهو جهنڊو جهولائيندو بازار ۾ هلندو ويو. مظلوم ماڻهو آخر اٿيا ۽ هنن حڪمرانن، سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي محل تي حملا ڪيا ۽ تاريخ شاهد آهي تہ ان ڏينهن هزارين ظالم حڪمران مارجي ويا. مجبوري جون زنجيرون ٽٽي ويون ۽ اهل فرانس آزاد ٿي ويا. ڇاڪاڻ تہ آزادي هنن جو قدرتي حق هئي. ايڪويهين صدي بہ آزادي جي صدي آهي. ڪو بہ جابر ۽ ظلم حڪمران ڪنهن بہ قوم کي غلام نہ ٿو بڻائي سگهي. ڳالهہ صرف حوصلي ۽ عزم جي آهي. ڇاڪاڻ تہ آزادي جي ديوي انسانن جو دان گهري ٿي، سگهن نعرن سان جيڪڏهن آزادي ملي

ها تہ اڄ دنيا جي ڪا بہ قوم غلام نہ هجي ها، جيڪڏهن ڪنهن بہ قوم کي آزادي حاصل ڪرڻي آهي تہ ان لاءِ ضروري آهي تہ اها قومي رٿابندي تحت منظم هٿياربند جدوجهد جو آغاز ڪري، پر شرط اهو آهي تہ هٿيار نظريي جي تابع هجي.
(خادم وطن- 11.6.91)

# وقت جو آواز

هن ڌرتيءَ تي ڪيڏا ڪيس ٿي رهيا آهن، اُن جو ڪاٿو لڳائڻ مشڪل آهي ايڏو اندير ۽ انياءُ ڏسي ايئن محسوس ٿئي ٿو تہ سنڌ تي وري ڪنهن نادر شاه ڪاهہ ڪئي آهي، ڪو مدد خان سنڌ جي سينڌ وري اجاڙي رهيو آهي، اسان چئني طرفن کان ظلم جي گهاٽي ۾ پيڙهجي رهيا آهيون، پر پوءِ بہ چپ آهيون. چڻ ڪنهن چپ ڪپي ڇڏي آهي، ٻوڙا آهيون چڻ ڪنهن ڪن ۾ شيهو پلٽائي وجهي ڇڏيو آهي. سڀ ڪجهہ اکين سان ڏسي رهيا آهيون، پر چڻ اکڙين جون پتليون مندر جي ڏيائين جيان اجهامي چڪيون آهن. وک وک تي واڳون وات پٽيو ويٺا آهن. اسان انهن جون مَنڊيون پيچڻ بدران انهن جي واتن ۾ وڃڻ لاءِ تيار ويٺا آهيون. اسان انهي آس تي اميد جون نظرون وڇائي ويٺا آهيون، تہ ڪو نجات ڏيارڻ وارو آڪاش جي آڱڻ مان اترندو ۽ اسان جا سڀ ڏک لحظي ۾ لهي ويندا، ۽ اسان جون نظرون سرحد جي ٻئي پار واجهائي رهيون آهن تہ ڌارين ديس مان ڪي دوست ايندا، جيڪي اسان جي ڏکويل ڀري ڏيهہ کي سک جي سيج بنائيندا. اسان پاڻ هٿ تي هٿ رکي ويٺا هونداسين ۽ پاڻ ڪجهہ بہ نہ ڪنداسين، انتظار ۽ آس کي مقدر سمجهي جيئندا رهنداسين.

اها فطرت صدين کان اسان جي نس نس ۾ سمايل آهي تہ اسان هميشه ان وقت غفلت ۽ سستي جي ننڊ مان اٿندا آهيون، جڏهن پاڻي مٿي کان گذري ويندو آهي، سڀ ڪجهہ وڃائڻ کان پوءِ گهوڙا گهوڙا ڪندا آهيون. ماتم ڪندا آهيون، مرثيہ پڙهندا آهيون، اسان ٻکٽي کي ٻيهڻ نہ ڏيون، سڪٽي کي سمهڻ نہ ڏيون. پنهنجن جي پيرن هيٺان ڌرتيءَ کي ڇڪي ونندا آهيون، نااتفاقي صدين کان اسان جي سرشت ۾ سمايل آهي، اسان جي نااتفاقي تي ڪيترن ڏاهن لطيفا پڻ جوڙيا آهن، ڪنهن پياري ماڻهو ٻڌايو تہ قيامت اچي وئي آهي. جزا ۽ سزا جو ڏينهن مقرر ٿيو. حساب ڪتاب ٿيو. ڪي جنت ۾ ويا تہ ڪي دوزخ ۾، جنت ماڻڻ وارا حورون، غلمان ۽ ٻين نعمتن مان مزا ماڻيندا رهيا، دوزخ ۾ وڃڻ کان هنن جي حالت زار سٺي نہ ٿي، هن ڪائنات جي خالق ۽ مالڪ کي نماڻو عرض ڪيو "اي زندگي وموت جا مالڪ هنن انسانن دوزخ ۾ گهڻو ڪجهہ سٺو آهي، هاڻ هنن تي رحم ڪر تہ اهي بہ

جنت ۾ وڃن "مالڪ مهر ڪئي ۽ اجازت ڏني ته" توهان فرشتا اکيوٽ ڪريو ته پلي اهي دوزخي به جنت جا مزا ماڻين." دوزخ ۾ چار ڪوهه هئا. جن ۾ هڪ پنجابين جو، ٻيو پٺاڻن جو، ٽيو ٻروچن ۽ چوٿون سنڌين جو. دوزخ ۽ جنت جي درميان ٿوري وٿي هئي، چوڪيدار فرشتن سکر جيل جي سنترين جيان اکيون پوريون ته پنجابين، پٺاڻن ۽ ٻروچن جا کوه خالي ٿي ويا، پر سنڌين جو کوه اوتري پريل رهيو. مالڪ الملڪ حيران ٿيو ۽ فرشتن جي ڏندن ۾ آڱريون اچي ويون، ته هي ڪهڙي مخلوق آهي، جيڪا دوزخ مان نڪرڻ نٿي چاهي ۽ جنت ۾ وڃڻ نه ٿي چاهي، آخر ماجرا ڇا آهي؟ رات جا پهر لڙيا، فرشتن ڏٺو ته هڪ سنڌي ڪوهه ڪناري تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ته ٻين سنڌين جا هٿ سندس پيرن ۾ پيل آهن، هو ڪيس هيٺ ڇڪين ٿا ۽ اهڙي طرح پنهنجن جي مهربانين ڪري سنڌي ٻاهر نٿا نڪري سگهن.

اسان ايمانداراڻي طريقي سان پنهنجي اڄ جي حالت جو جائزو وٺنداسين ته اسان سان اها ساڳئي دوزخ جي ڪوهه واري ڪار آهي. وزيراعليٰ هائوس ڪان وٺي ٻيلن تائين، اسيمبلي ڪان وٺي جيلن تائين، سرڪاري آفيسن ڪان وٺي ڳوٺن جي هوٽلن تائين، اسان جو ساڳيو حشر آهي. اسان ڌارين کي ڪهڙو ڏوهه ڏيون، اسان کي هن حال ۾ پنهنجن ئي پهچايو آهي. جهڙو ماڻهو آهي تهڙو ناٿو آهي، هر ڪو پنهنجي اڳهه اڳهامي ٿو، هٿ وڏا واڪ لڳن ٿا، بازار سجايل آهي، جيڪي ماڻهو نٿا وڪامن اهي موٽي داٿا آهن. اڄ سڀ ڪجهه داؤ تي لڳل آهي، پر ڌارين سان وڙهڻ بدران اسان هڪ ٻئي تي طاقت آزمائي ڪري رهيا آهيون. ناليءَ ۾ ته پاڻ کي "قوم پرست" سڏايون ٿا پر پنهنجي قوم تي ئي گوليون هلائي رهيا آهيون. افسوس ته انهن نوجوانن تي ٿئي ٿو، جيڪي آزادين خاطر پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن، پر انائن خاطر هڪ ٻئي تي حملا ڪن ٿا ۽ تعليمي ادارن کي بند ڪرائين ٿا، جيڪڏهن قومي فوج جي سپاهين جو به اهڙو رويو رهيو ته پوءِ اسان جي ڳچي مان غلاميءَ جو ڳٽ ڪڏهن به نه لهي سگهندو. خدارا هوش ڪيو. ورنه آزادي بدران افسوس جي هٿن ملڻ کان سواءِ ڪجهه به نه ورندو. جيڪا قوم وقت جي قدمن جي چاپ کي نٿي سڃاڻي اها صفحه هستي تان مٽجي ويندي آهي.

(خادم وطن- 26.6.91)

# سنڌ ۾ انساني حق

انساني حقن جي عالمي منشور جي مهاڳ ۾ لکيل آهي ته هر انسان جي ذاتي عزت، حرمت ۽ انسانن جي مساوي ۽ ناقابلِ انتقال حقن کي تسليم ڪرڻ، دنيا ۾ آزادي انصاف ۽ امن جو بنياد آهي، جڏهن انساني حقن کان لاپرواهي ۽ انهن جي بي حرمتي اڪثر اهڙن وحشيانه فعلن جي شڪل ۾ ظاهر ٿئي ٿي، جنهن سان انسانيت جي ضمير کي سخت صدمو پهچي ٿو. اقوام متحده طرفان هر مهذب ملڪ لاءِ اهو لازمي آهي ته انساني حقن جي عالمي منشور کي پنهنجي آئين جو حصو بنائي ۽ انهن تي پنهنجي ملڪ اندر قانون ۽ دستور ذريعي عمل درآمد ڪرائي، هڪ مهذب ۽ وحشي ملڪ جي اهائي سڃاڻپ آهي ته اهو ملڪ انساني حقن تي عمل درآمد ڪرائي رهيو آهي يا نه؟

انساني حقن جي چارٽر ۾ گهڻو ڪري انسان جي شخصي آزادي، عزت نفس ۽ انساني وقار جي حفاظت جو ذڪر ڪيل آهي، اڪثر شقن ۾ ذڪر آهي ته اهڙي هر شخص کي جنهن تي فوجداري ڏوهه جو الزام لڳايو ويجي، جيستائين کليل عدالت ۾ ڏوهه ثابت نه ٿئي ٿو ۽ پنهنجي باري ۾ صفائي جو موقعو نه ڏنو ويجي، تيستائين هن کي بي ڏوهي سمجهيو ويندو. ڪنهن به شخص کي ڪنهن اهڙي عمل يا ڏوهه جي بنياد تي، جنهن جي ڪرڻ وقت قومي يا بين الاقوامي قانون تحت اهو قابل سزا نه هجي، سزا نه ڏني ويندي. ڪنهن به شخص کي جسماني اذيت يا ظالمانه انسانيت سوز، يا ذليل سلوڪ يا سزا نه ڏني ويندي، ڪنهن به شخص کي محض حاڪم اعليٰ جي مرضي سان گرفتار، نظربند يا جلاوطن نه ڪيو ويندو، هر شخص کي يڪسان طور تي حق حاصل آهي ته هن کي مليل حقن ۽ فرضن جو تعين يا هن جي خلاف عائد ڪيل ڏوهه جي باري ۾ ڪيس جي ڪارروائي آزاد ۽ غير جانبدار عدالت جي کليل اجلاس ۾ منصفانه طريقي سان ٿئي.

انسان جي بلند ترين آرزو اها رهي آهي ته اهڙي دنيا وجود ۾ اچي جنهن ۾ سيني انسانن کي پنهنجي ڳالهه ڪرڻ ۽ پنهنجي نظريه تي قائم رهڻ جي آزادي حاصل هجي ۽ اهي خوف ۽ جبر کان محفوظ رهن. انسان کي ايڏو مجبور نه ڪيو ويجي جو هو مجبور تي هٿيار کڻي ۽ جبر ۽ استبداد خلاف بغاوت ڪرڻ تي آماده ٿئي.

مان جنهن ڌرتي تي رهان ٿو، اُت مون لاءِ انساني حق اوپرا لڳن ٿا، مون کي ائين محسوس ٿئي ٿو مان انسان بدران جانور آهيان ۽ هڪ جنگل ۾ زندگي گذاري رهيو آهيان، مان جنهن ڌرتي تي رهان ٿو اها مون کي ”نازين جي ڪيمپ“ لڳي ٿي،

حڪمرانن ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ذريعي منهنجي ڌرتي جي چوڌاري وڏيون اوچيون ديوارون ڪڙيون ڪيون آهن، سڄي ڌرتي ڪي جيل قرار ڏيئي سموري آباديءَ ڪي سگهارين سنگهرن ۾ سلهاڙيو ويو آهي، چوڪ چوڪ تي پهرا آهن، نه انگ محفوظ آهن نه ننگ، هر هنڌ خوف جو راڪاس ڇانيل آهي، منهنجي لاءِ انساني حق بي معنيٰ ۽ بي رنگ آهن، دل چاهي ٿي ته ڌرتي ڇڏي ڏور هليو وڃان.

هندوستان جنهن لاءِ برٽينڊرسل چيو ته اهو دنيا جو عظيم ملڪ آهي، مان ان ڪري ان ڪي سلام ڪيان ٿو ته افلاطون جي ”فلسفه جمهوريت“ تي عمل ڪيو وڃي ٿو. تازو سابق وزيراعظم راجيو گانڌي قتل ٿيو ته سڄي هندوستان مان صرف ڇهه ماڻهو تفتيش خاطر گرفتار ٿيا آهن، اسان وٽ هڪ ججج قتل ٿيو آهي ته چار هزار ماڻهو گرفتار ڪيا ويا آهن.

سڄي سنڌ کي سينٽرل جيل بنايو ويو آهي، حسن راڄڙ گرفتار نه ٿيو ته ان جي پيڏڙي معذور ماءُ ڀن ڪنوارين ڀينرن روبينه ۽ حميده راڄپر ۽ ڀن معصوم ڀاڻيجين ڪومل ۽ صنم کي گرفتار ڪري ڪراچيءَ جي سي، آءِ اي سينٽر ۾ قيد ڪيو ويو آهي ۽ انهن تي تشدد ڪيو پيو وڃي، هي ڪهڙو انصاف آهي؟

هي ڪهڙي شريعت آهي؟ هي ڪهڙو اسلامي نظام آهي؟ هي ڪهڙي جمهوريت آهي؟ جو بيگناهه سنڌي نياڻين کي ٻانڌي بنايو ويو آهي، هن کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ظلم ٿيندو! سنڌ سرڪار کي اها صلاح آهي ته هو سنڌين کي ايڏو مجبور نه ڪري جو هو هٿيار کڻي بغاوت تي آماده ٿين، سنڌي ته غيرت خاطر سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن.

(خادم وطن- 2.7.91)

# ايڪويهين صدي جي شروعات ۾ سنڌ جو آئيندو

اڄڪلهه اسان جا رهبر، رهنما، مفڪر، مدبر، اديب، دانشور، عالم ۽ استاد انهيءَ اوسيئڙي ۾ آهن ته ايڪويهين صدي ۾ سنڌ ۽ سنڌي هوندا يا متجي ويندا. بقول نارائڻ شيام ته، ”سنڌ جو نالو مستقبل ۾ شايد صرف ڪتابن ۾ ملي“

اڄ جنهن ماڳ تي اسان بيٺا آهيون، اتي پهچائڻ ۾ ڪنهن جو هٿ آهي؟ پروان جو يا پنهنجن جو! ڪير چوي ٿو ته اسان پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيو آهي، اسان جي تباهي ۽ بربادي ۾ پروان کان وڌيڪ، پنهنجن جو به هٿ آهي. اسان موهن جي دڙي کان وٺي اڄ ڏينهن تائين پنهنجي تاريخ جو تجزيو ڪنداسين ته اسان جي قوم کي تاريخي طور تي به ڳالهيون ورثي ۾ مليون آهن، جيڪي صدين کان

هلنديون اچن ٿيون، جيستائين اهي ختم نہ ٿينديون اسان جو اڳتي وڌڻ مشڪل آهي.
مون تاريخي طور تي جن ٻن ڳالهين جي نشاندهي ڪئي آهي، انهن ۾ هڪ تہ "پنهنجي جي پچار يا ڳلا غيبت" آهي ۽ ٻي "پنهنجن کان حسد يا ساڙ آهي،" اسان سنڌي جتي ٻہ ڄڻا ويهنداسين تہ اتي ٽين غير حاضر سنڌيءَ جي ڳلا ۽ پچار شروع ڪري ڏينداسين، اڪلو ڪٽي راڻو هجي پر اسان ڪيس ڪاٺو بنائڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏينداسين. هن جو حسب، نسب، ڄمڻ کان جواني تائين هن جا سڀ عيب عيان ڪنداسين تہ پوءِ وڃي دل ٺرندي ۽ سڪون جو ساهہ کڻنداسين. ڳوٺ يا پاڙي يا مٽي مائٽي ۾ ڪو فرد پنهنجي ڏاهپ، ذات، ساڃاهہ، فهم و فراست، علم و آگهي سان اڳتي وڌندو يا قومي سياست جي افق تي آفتاب ٿي اڀرندو تہ اسان جي اندر وارو ڪينو ڪيس ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪندو. اسان جي هر وقت اهائي ڪوشش هوندي تہ سندن پيرن هيٺان ڌرتي ڇڪي وٺون ۽ ڪيس منهن پر ڪيرائيون. هن ڪي اهڙي اوڙاهہ ۾ اڇلايونس جو زندگي ڀر ٻاهر نڪري نہ سگهي.
جيڪڏهن ڪو مسڪين ماروئڙن جي مدد ڪندو. هارين، نارين جي واهر لهندو تہ ڌارين جي دلالي ڪري، ڪهاڙين سان ڪهي ڳيا ڳيا ڪري، ڌرتي ڪي سندس لال لهو سان ريٽي ڇڏينداسين ۽ فخر سان هام هڻنداسين تہ؟ "فلاڻي ڪي مون ماريو آهي" جيڪڏهن ڪو جاگيردار پنهنجي طبقي سان بغاوت ڪري هيٺين پيڙهيل طبقي جي ڳالهہ ڪندو ۽ استحصال خلاف ويڙهہ وڙهڻ لاءِ آماده ڪندو، صدين پراڻي رت چوسيندڙ اقتصادي نظام کي ختم ڪرڻ جي ڳالهہ ڪندو تہ آمرن جي ڪاسہ ليسي ڪري ڪيس ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسائي ڦاسي گهاٽ ۾ وجهرائي ٽنگيل ڦاهي تي ٽنگي اونداهي رات ۾ چوري چوري سندس لاش وارثن کي منهن ڏيکارڻ کان سواءِ مٽي ۾ پوري ڇڏينداسين. ۽ پوءِ رسم دنيا خاطر افسوس جا ڳوڙها ڳاڙينداسين. شاندار ورسين جو اهتمام ڪنداسين ۽ ڳجهہ ڳوهہ ۾ مرڪنداسين تہ "چڱو ٿيو جو آمرن هن باضمير باغي کي ٿياس تي ٽنگيو تہ جيئن ٻيو ڪو باضمير اٿا سگهہ نہ ساري سگهي جو ظلم، آمر، جابر ۽ طاقتور اڳيان سينو ساهي سگهي."
تاريخي طور تي مون جن ٻن بيمارين جي نشاندهي ڪئي آهي انهن جو خاتمو تمام مشڪل آهي. هوندي بہ اسان سنڌي پنهنجي پراڻي ورثي تي فخر ڪندا آهيون. اڄڪلهہ جي دور ۾ هڪ خطرناڪ بيماري منهن ڪڍيو آهي ان جو نالو "منافقي" آهي. جيڪڏهن پنهنجي ضمير کي منصف بنائي، ڇاڪاڻ تہ منهنجي نظر ۾ انساني ضمير کان وڌيڪ ڪو منصف ناهي، اسان فيصلو ڏينداسين تہ اڪثريت انهيءَ بيماري ۾ مبتلا آهي. اسٽيج تي چڙهندا تہ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي محروميت، قومي ٻڌي ۽ سماجي برائين تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيا ڳالهائيندا. تحريرن ۽ تقريرن ۾ اهو محسوس ٿيندو تہ سنڌين جي غم کين ساڙي ۽ ٻاري ڇڏيو آهي ۽ سندن لهو لڙڪ بنجي اکيون تا هيٺ ڪرن، پر عملي زندگي ۾ ڏسنداسين تہ ڌارين جي دلالي ڪرڻ،

وزارتون، مشاورتون ماڻڻ، عهدا، بنگلا ۽ پيجارو وٺڻ، پلاٽ ۽ پرمٽون وٺڻ، اعليٰ عهدا ماڻڻ سندن ايمان ۽ اولين مقصد هوندو آهي. اهڙين چند ڪٽن جي ڪري عام سنڌي ماڻهن جو دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن مان ويساهه ختم ٿيندو پيو وڃي ۽ سياسي طور تي سنڌ ۾ اڳواڻي جي سَچ واڪا ڪندي نظر اچي ٿي. اسان پنهنجن جي منافقي ڪري اڄ بي حال ۽ بيوس آهيون. پر هاڻ وقت اچي ويو آهي ته ڌارين دشمن سان گڏوگڏ انهن کي به عوام آڏو وائکو ڪريون ۽ عوامي عدالتون قائم ڪري ڪين تاريخ جي ڪٽهڙي ۾ بيهاري سنگسار ڪريون ۽ انهن جو مڪمل ” سماجي بائيڪاٽ“ ڪريون جن سنڌ ۽ سنڌين جي مظلوميت کي بنياد بنائي پنهنجو قد ۽ ڪاٺ وڌايو آهي. پنهنجن قربانين کي ڪرسين، بنگلن، ڪارن، نوٽن، پرمٽن جي پيماني ۾ توري ۽ سنڌي قوم کي ” ڪيش“ ڪرائي رهيا آهن. سوال پيدا ٿئي ٿو ته ماضي ۾ پلي ڪي سنڌ جا سورما هجن پر اڄ انڌير ۽ انياءَ جي دور ۾ سندن ڪهڙو ڪردار آهي؟ وڻ ڪان ڪنهن پڇيو ته ” هي ننڍڙو ڪهاڙو تو جهڙي مضبوط وڻ کي ڪيئن ڪپي ٿو؟ ته وڻ هي وراڻيو ته انهيءَ ننڍڙي ڪهاڙي منجهه جيڪو ڳن پيل آهي سو منهنجو ئي ياءُ آهي يعني مون مان جڙيل آهي.“

(عوامي آواز– 23.7.91)

# ملڪ ۾ ڪارن قانونن جو راڄ ۽ جمهوريت جو زخمي روح

تازو قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ 1973ع جي آئين جي ٻارهين آئيني ترميم جي منظوري ڏني آهي. هن ترميم جي تائيد ۾ قومي اسيمبلي جي 154 ميمبرن ۽ سينيٽ جي 65 ميمبرن حمايت ۾ ووٽ ڏنا، جڏهن ته قومي اسيمبلي جي 26 ۽ سينيٽ جي 6 ميمبرن ترميم جي مخالفت ۾ ووٽ ڏنو. سنڌ مان پيپلز پارٽي جي چونڊيل قومي اسيمبلي جي ٽن ميمبرن بشير هاليپوٽو (بدين)، عبدالله هاليپوٽو (ماتلي) ۽ ملڪ اسد سڪندر (ڪوٽڙي) هن ترميم جي حمايت ۾ ووٽ ڏنا. هن ترميم 1973ع جي آئين ۾ هڪ نئين آرٽيڪل ”ب“، ”212“ جو اضافو ڪيو ويو آهي، جنهن تحت وفاقي حڪومت کي اهو اختيار ملي ويو آهي ته اها ملڪ جي ڪنهن به علائقي ۾ خصوصي عدالت قائم ڪري سگهي ٿي. هي خصوصي عدالت سنگين ڏوهن ۾ ملوث ڏوهارين تي ڪيس هلائيندي ۽ ڪيس جو فيصلو ٽيهن ڏينهن اندر ڏيندي. هن ڪورٽ جي فيصلي خلاف اپيل ٻڌڻ جو حق ”سپريم اپيليٽ ڪورٽ“ کي هوندو، جيڪا هڪ سپريم ڪورٽ جي جج ۽ ٻن هاءِ ڪورٽ جي ججن تي

مشتمل هوندي. هي ڪورٽ اپيل جو فيصلو ٽيهن ڏينهن اندر ڪندي ۽ هن ڪورٽ جي فيصلي خلاف صدر پاڪستان کي اپيل ڪئي ويندي جيڪو پڻ اپيل جو فيصلو ٽيهن ڏينهن اندر ڪندو. هن ترميم تحت ججن جي پگهارن ۾ پڻ اضافو ڪيو ويو آهي ۽ هي ترميم ٽن سالن لاءِ هوندي ۽ ٽن سالن جي مدي ختم ٿيڻ کان پوءِ هي ترميم خودبخود آئين جو حصو نه رهندي.

1973ع جي آئين ۾ اٺين ترميم کان پوءِ ٻارهين ترميم پنهنجي اهميت ۽ نوعيت جي لحاظ کان اهم آهي. اٺين ترميم تحت 5 جولاءِ 1977ع کان ڊسمبر 1985ع تائين فوجي آمر جنرل ضياءَ جي سيني اقدامات کي قانوني تحفظ ڏيئي ان کي جائز قرار ڏيئي 1973ع جي آئين جو حصو بڻايو ويو. صدر کي بي پناه اختيار ڏنا ويا ته جڏهن چاهي ته چونڊيل حڪومت کي پنجن سال جي مدي پوري ٿيڻ کان اڳ برطرف ڪري سگهي ٿو ۽ عوام جي چونڊيل قومي اسيمبلي کي ڪنهن وقت به ٽوڙي سگهجي ٿو.

ٻارهين ترميم پاس ڪرڻ لاءِ قومي اسيمبلي جو هنگامي اجلاس گهرايو ويو ۽ اڌ ڪلاڪ جي اندر اندر انهيءَ ترميم کي پاس ڪيو ويو. حزب اقتدار يا حزب اختلاف جي ميمبرن کي ان تي بحث ڪرڻ نه ڏنو ويو، حالانڪ معروف پارلياماني طريقي مطابق جيڪڏهن آئين ۾ ڪابه ترميم پيش ڪرڻي آهي ته سڀ کان اول ان بل جو مسودو ميمبرن کي مطالعي لاءِ فراهم ڪرڻو آهي، بعد ۾ وزير قانون اهو بل قومي اسيمبلي ۾ پيش ڪري، حزب اقتدار ۽ حزب اختلاف کي ان تي بحث ڪرڻ جي دعوت ڏيندو آهي ته جيئن انهيءَ قانون جا سڀ پهلو عوام آڏو اچي وڃن ۽ هن قانون جي فائدن ۽ نقصانن جي عوام کي خبر پئي. انگريزي لفظ پارليامينٽ Parlia-ment، (parley) "پارلي" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ ڳالهه ٻولهه آهي. پارليامينٽ مان مراد اها جاءِ جتي بحث ڪيو وڃي. بحث مباحثي ڪانسواءِ ڪو به قانون پاس ڪرڻ غير جمهوري طريقو آهي. جيڪڏهن هن قانون تي بحث ڪرڻو ئي نه هو ته پوءِ ان کي پارليامينٽ ۾ ڇو پيش ڪيو ويو؟ ان کان بهتر هو ته صدر پاڪستان "آرڊيننس" نافذ ڪري هي قانون نافذ ڪري ها، ته گهٽ ۾ گهٽ پارليامينٽ ۽ جمهوريت جي توهين نه ٿئي ها.

دنيا جي مهذب ملڪن ۾ آئين جي اهميت هوندي آهي. آئين جي اهميت جي باري ۾ يوناني فلسفي "ارسطو" جو چوڻ آهي ته "آئين زندگي جو اهو رستو آهي جيڪو رياست پنهنجي لاءِ پاڻ چونڊيندي آهن" آئين ضابطن ۽ قانون جو مجموعو هوندو آهي جيڪو حڪومت جي پوري تنظيم جون راهون متعين ڪندو آهي ۽ آئين تحت حڪومت جي مختلف عضون يعني انتظاميا، عدليه ۽ اسيمبلي جي اختيارات ۽ ڪمن جي ورڇ ٿيل هوندي آهي ۽ هر حڪومت انهيءَ ڳالهه جي پابند هوندي آهي ته اها آئين مطابق طئي ٿيل اصولن مطابق ملڪ جو نظام هلائي. مهذب ۽ جمهوري

ملڪن ۾ آئين کي مقدس ڪتابن کان پوءِ اهميت هوندي آهي پر اسان جي ملڪ ۾ آئين، جمهوري ادارن ۽ عدليه جو ڪو احترام نہ هوندو آهي. هن ملڪ ۾ آزادي کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ٽي آئين جوڙيا ويا آهن. جيڪي اقتدار جي بکين چيري ڦاڙي ڇڏيا. 1956ع جي دستور کي جنرل ايوب خان ٽوڙيو. 1962ع جي دستور کي جنرل يحيٰ خان ختم ڪيو. 1973ع جو آئين جيڪو وفاقي جمهوريت نوعيت جو متفقہ آئين هو. جنرل ضياءَ انهيءَ کي ٽوڙڻ بدران ان جي سڄي صورت مسخ ڪري ڇڏي. ائين ترميم پاس ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن اسان اهو چئون سگهون ٿا تہ موجوده آئين 1973ع جي آئين بدران 1985ع جو آئين آهي، ڇاڪاڻ تہ ائين ترميم کان پوءِ ملڪ ۾ پارلياماني نظام بدران صدارتي نظام نافذ آهي. وزيراعظم، پارليامينٽ، عدالت سڀ ڪجهہ صدر جي رحم ڪرم تي آهن. ملڪ ۾ جمهوري راڄ بدران شخصي راڄ پروان چڙهيو آهي.

مهذب قومون حالتن پٽاندڙ قانون جوڙينديون رهنديون آهن ۽ قانون جو احترام رياست جي هر شهري تي لازم آهي، ڇاڪاڻ قانون ضابطن ۽ اصولن جي زنجير هوندو آهي جنهن تحت انساني سماج پرامن زندگي بسر ڪندو آهي. رياست جو بنيادي فرض ملڪ اندر امن قائم ڪرڻ هوندو آهي تہ جيئن شهري سک ۽ سانت سان زندگي بسر ڪري سگهن. رياست جي حاڪميت جو اظهار قانون ذريعي ٿئي ٿو. هاڻ قانون ڇا آهي؟ انگريزي لفظ Law پراڻي جرمن لفظ لاگ Lag مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڇميل يا سنوت واري شيءِ، انگريزي ۾ اهو لفظ "يڪسانيت Uniformity جي معنيٰ ۾ ڪتب اچي ٿو. يعني قانون مان مراد اها شيءِ جيڪا سڌي سنوت واري هجي ۽ جنهن ۾ هڪ جهڙائي هجي. لفظ قانون عربي جي ذريعي قديم يوناني لفظ "ڪينون" Kanon مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ قاعدو يا بنيادي پيمانو آهي، اهو اصول جنهن مطابق ڪم ڪيو وڃي. قانون جو تعلق انساني ڪردار سان بہ آهي يعني قانون اهڙن اصولن جو مجموعو آهي جنهن جو مقصد انساني فعلن ۽ روئي جي رهنمائي آهي. قانون متعلق مفڪرن جا مختلف رايا آهن. آسٽن جو چوڻ آهي تہ، "قانون حاڪم جو حڪم آهي جيڪو رعايا ڏانهن جاري ڪيو وڃي ٿو ۽ جنهن جو مڃڻ فرض آهي." گرين چئي ٿو تہ، "قانون حقن ۽ فرضن جو اهو سلسلو آهي جيڪو رياست نافذ ڪري ٿي." سالمنڊ چوي ٿو تہ، "قانون مڃيل اصولن جو مجموعو آهي جيڪو رياست انصاف جي ڪاروبار ۾ ڪتب آڻي ٿي."

سڄي دنيا ۾ قانون جي معنيٰ سماج کي انصاف مهيا ڪري ڏيڻ آهي ۽ قانون جي نفاذ مان مراد شهرين جي جان، مال، عزت نفس ۽ آزادي جو تحفظ ڪرڻ آهي. آزادي ۽ قانون جو پاڻ ۾ گهرو ڳانڍاپو آهي. سماجي مفڪرن جي اها راءِ آهي تہ قانون انسان جي آزادي ۾ اضافو آڻي ٿو. جان لاڪ مطابق "قانون جو مقصد آزادي

ڪي ختم ڪرڻ يا محدود ڪرڻ ناهي، پر اُن کي بچائڻ ۽ فروغ ڏيڻ آهي.“ جيڪو قانون انسان جي آزادي کي گهٽائي ٿو اُن کي اسان ”ڪارو قانون“ سڏيون ٿا. حقيقي قانون اهو هوندو آهي جنهن کي پوري قوم جي حمايت حاصل هئڻ گهرجي. عوام جي مرضي کان سواءِ ڪو به قانون نافذ نٿو ٿي سگهي. جنهن قانون کي عوام جي تائيد نه هوندي آهي اهو گهڻو وقت هلي نه سگهندو آهي. ڇاڪاڻ ته صحيح قانون اهو آهي جنهن جي پويان عوام جي مرضي ۽ تائيد هجي. رياست کي قائم رکڻ لاءِ قانون جي حاڪميت ضروري آهي پر قانون جي حاڪميت لاءِ عوام جي حمايت لازمي آهي، پر جيڪڏهن ڪو حاڪم عوام جي مرضي خلاف جبر ذريعي عوام مٿان قانون مڙهي ٿو ته وقتي طور عوام ظلم و ڏاڍ ڪري خاموش ٿي ويندو آهي پر اها خاموشي ٿوري عرصي لاءِ هوندي آهي. نفرت جو ٻرندڙ ڄبل جڏهن ڦاٽي پوندو آهي ته نه حڪمران رهي سگهندا آهن نه ئي رياست. ”ٿامس هابس، جان لاڪ ۽ روسو“ رياست جي آغاز متعلق پنهنجي پيش ڪيل ”سماجي معاهدي“ جي ذڪر ۾ چئي چڪا آهن ته انسان، رياست جي تشڪيل صرف انهي لاءِ ڪئي ته ان جا بنياديَ انساني حق محفوظ رهن. انسان پنهنجي فطري آزادي تان هٿ کڻي پاڻ کي قانون جي ضابطن ۾ انهيءَ ڪري قيد ڪيو جو ڏاڍي جي ڏاڍ کان ڪمزور محفوظ رهي. ڪنهن زوراور کي اهو حق نه رهي ته هو هيڻي کي هيسائي، انسان قانون انهيءَ لاءِ جوڙيا آهن ته اهي انسان کي فائدو رسائين نه ڪي نقصان. جيڪو قانون عوام کي فائدو نٿو پهچائي ته عوام کي اهو حق پهچي ٿو ته ان جي خلاف ”بغاوت“ ڪن.

پاڪستان ۾ جيڪو موجوده ”ڪارو قانون“ پاس ڪيو ويو، انهيءَ متعلق اهو چئي سگهجي ٿو ته انهيءَ سان جمهوريت رسوا ٿيندي، پوليس جي من مستي وڌندي. عدالتي نظام کي شديد نقصان پهچندو، بيگناه ماڻهو سياسي انتقام جو شڪار ٿيندا، خاص طور تي سنڌين کي وڏيڪ نشانو بنايو ويندو، جتي سنڌين جي مرضي خلاف ويڪائو وڏيرن ۽ دهشتگردن جي حڪومت ڏاڍ ۽ جبر سان راڄ ڪري رهي آهي. جنهن جي ظلم وستم کان نه سياسي ڪارڪن محفوظ آهن ۽ نه ئي معصوم شاگرد. جتي بلوچستان جي وزير جي گهر هيروئن ۽ هٿيار رکي ڪوڙو ڪيس ٺاهي سگهجي ٿو ته عام ماڻهو ڪيئن محفوظ رهندو؟!

امن امان آئين مطابق ”صوبائي مسئلو“ آهي. موجوده ڪاري قانون جي نفاذ کان پوءِ صوبائي خودمختياري کي سخت ڇيهو رسندو. خصوصي عدالتن جي فيصلي خلاف صوبن جي اعليٰ عدالتن يعني هاءِ ڪورٽن کي اپيل ٻڌڻ جو اختيار نه هوندو. مرڪز کان هميشه ننڍا صوبا شاڪي رهيا آهن، ڇاڪاڻ ته اهي مرڪزي حڪومت کي ”پنجابين جي حڪومت“ سمجهن ٿا. انهيءَ قانون جي نفاذ سان ملڪ جي عوام جي اتحاد کي ڇيهو رسندو. جڏهن عوام ۾ ئي اتحاد نه رهندو ته پوءِ ملڪ کي

ڪيئن متحد رکي سگھبو؟ حڪومت کي موجوده قانون جي نفاذ کان پاسو ڪرڻ گھرجي.

ملڪ ۾ دهشتگردي، تخريبڪاري ۽ ڌاڙيلن کي ختم ڪرڻ لاءِ اڳ ۾ ڪيترا قانون مروج آهن، ڳالهه صرف انهي موثر مشينري جي آهي، جيڪا انهن قانونن تي موثر نموني سان عمل درآمد ڪرائي. موجوده انتظامي مشينري ۾ ڪيترا ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جا ساٿاري آهن، انهن جي ”ڪَن مهٽ“ ڪرڻ سان ئي ڏوه ختم ٿي سگهن ٿا.“ قانون جي حاڪميت“ مان مراد سيني شهرين سان برابري وارو سلوڪ ڪرڻ آهي، ائين ناهي ته جيڪو حڪومت جو حامي هجي پوءِ ڀلي اهو دهشتگرد يا ڌاڙيلن جو سرپرست هجي ان تي قدم نه کنيو وڃي. باقي حڪومت تي نڪته چيني ڪندڙ سچ جي ساٿارين کي قانون جي قربان گاه تي قربان ڪيو وڃي. قانون جي خلاف ورزي ڪندڙ ڀلي ايوان صدر ۾ موجود ڇو نه هجي ان تي قدم کڻڻ سان ئي ملڪ ۾ امن ۽ انصاف قائم ٿي سگھي ٿو.

(عومي آواز– 27.7.91)

# وقت جا هٽلر ۽ سنڌ جون نازي ڪئمپون

پ پ نه صرف هن ملڪ جي وڏي پارٽي آهي پر سنڌ جي به وڏي پارٽي آهي. ڇهر، جهنگ، جبل، ٽرنگو جهنڊو ڦڙڪي رهيو آهي. انهيءَ ٽرنگي جهنڊي ۾ ڪارو، ڳاڙهو ۽ سائو رنگ آهي، ڪارو رنگ ظلم جي علامت آهي، ڳاڙهو رنگ قرباني جو رنگ آهي، ۽ سائو رنگ خوشحالي جو. پ پ جي قيام وقت اهوئي مقصد هو ته پاڪستان جي پيڙهيل ماڻهن کي ظالم جاگيردار، وڏيرن ۽ سرمائيدارن جي ظلم کان نجات ڏيارجي. ظلم خلاف ويڙه ۾ جيڪڏهن لال لهو به ڏيڻو پوي ته سودو سستو آهي، جيڪڏهن ظلم جي انڌياري رات ختم ٿي ته پوءِ رڳو سک ئي سک آهن ۽ سنگهارن جي خوشحالي آهي.

سنڌي سماجهڙن پنهنجو قومي فرض ۽ ”شهيد ڀٽو“ جو قرض سمجهي به ڀيرا هن پارٽي کي پنهنجي قيمتي ووٽ سان نوازيو آهي. هر ڀيري ”ڀٽ“ مير ۽ پير جو ڪاڏائون پر ووٽ ”تير“ کي ڏنائون. پ پ نومبر 1988ع ۾ ”اسٽيبلشمينٽ“ جي شرطن تي اقتدار جي ايوانن ۾ داخل ٿي. سياسي پنڊتن جي تجزئي مطابق پ پ کي اقتدار ۾ شريڪ ٿيڻ بدران مخالف ڌر جو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ها. پر جيئن ته پ پ جي قيادت ۾ ڪوڙ سارا پير، وڏيرا، مخدوم ۽ مير آهن، تن کان وڌيڪ صبر نه ٿي سگهيو، آهي اقتدار جي اڌوري بوتل کي ائين چنبڙي پيا ڄڻ صدين کان پياسا

هئا. پ پ قيادتِ انهن ماڻهن سان ”ڪمپرومائز“ ڪيو جن جي دامن تي شهيد ڀٽو جي بيگناهه رت جا داغ هئا. پر سياست ۽ محبت ۾ هر شيءِ جائز آهي. اقتدار ماڻڻ لاءِ نه ڄاڻ ماڻهو ڪهڙا ڪهڙا جتن ڪن ٿا؟ ڪِني، ڪوجهي، ڪاري جي ٽڪ اچلائڻ لاءِ وڏا وڏا خانداني گل دان ڪٺي بيهن ٿا.

اقتدار جي ڪمزور ڪرسي ملڻ کان پوءِ جن مخلص ڪارڪنن اگهاڙي پٺي تي ڪوڙا کاڌا ۽ ٻارنهن سال اگهاڙي آمريت جا عذاب سٺا. اقتدار جي ايوانن جا دروازا انهن لاءِ بند ڪيا ويا. اقتدار جي مِٺي ماکي تي انهن ماڻهن جو ميڙو رهيو جيڪي ”جي حضوري“ جا ماهر ۽ هر دور جا ”درباري“ هئا. اقتدار جي بي لغام گهوڙي تي ناتجربيڪار قيادت سوار ٿي جنهن کي هميشه ڪِرڻ جو خوف هيو ۽ ڪا منزل مقرر ٿيل نه هئي.

سنڌ ۾ ڏسٽا وائسٽا ساٿي جيڪي سدائين مظلومن جي ڳالهه ڪندا هئا، سنڌ ۽ سنڌين جي غم ۾ هنجون هاريندا هئا، اهي وزارتون ۽ مشاورتون ماڻڻ کانپوءِ ”اٺ پکي“ وانگر منهن مُونن ۾ وجهي ويهي رهيا. پرمٽن، پلاٽن ۽ پيجارو جي چڪر ۾ پيڙهيل ماڻهو به وسري ويا ته جيجل سنڌ به، چوويهه ڪلاڪ ايئرڪنڊيشنڊ بنگلن ۾ بند هوندا هئا، ڪين شراب ۽ شباب کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهه ياد نه هئي. اهي مسڪين ماڻهن کان ائين ڀڄندا هئا، ڄڻ ماڻهو ڪا ”پليگ“ جي بيماري هجن. جن جي ڪلهن تي چڙهي اقتدار جي ايوانن ۾ پهتا، انهن ڪلهن کي بنگلي جي ٻاهر بيٺل وردي وارن جا ڪنداق نصيب ٿيا. هر انهيءَ ماڻهو کي فتوئي ڏيئي ”ايجنٽ“ سڏيو ويندو هو، جيڪو هنن کي سچ جي راهه ڏسيندو رهيو ۽ غلط ڪمن تي ٽوڪيندو رهيو. سنڌ جي حاڪم اعليٰ جي ته نه سنڌ سان دلچسپي هئي نه ئي سنڌ جي مظلومن ماڻهن سان، اهي ڏينهن رات انهي ڳڻتي ۾ ڳرندا رهيا ته ”بلاول هائوس“ جي بورچي خاني جو چلهو ٻرندو رهي. اهي سنڌ جي سورن کي گهٽ ڪرڻ بدران سرتاج جي چلم جي ٽوپي ٽانڊي ڀرڻ ۾ پورا رهيا. منهنجي ديس جا لکين بلاول بک ۾ پاهه ٿيندا رهيا، منهنجي ڏيهه جي لکين بختاورن جا پير اگهاڙا رهيا ۽ منهنجي ڌرتي جي لکين بينظيرن جا پلر پاند ڏکن ۾ ڀنل رهيا. پ پ جي قيادت اڌوري اقتدار دوران عرش تي رهي. هن کي ڌرتي جي دردن جي ڪا ڄاڻ نه رهي. عرش ڏانهن آڏرڻ سبب ڌرتيءَ وارن کان پ پ جي قيادت ڪٽجي ويئي، جيڪو ڪم ٻارنهن سال آمر جنرل نه ڪري سگهيو اهو پ پ جي ناتجربيڪار قيادت ارڙهن مهينن ۾ ڪري ڇڏيو. ”پنهنجي هٿ جي وڍي جو نڪي ويج نڪي طبيب.“

ويتر سون تي سهاڳو جو عزيز آباد جي ڪاري ڪني رن کي سنڌ جي ”اقتدار گهر“ ۾ اچي ويهاريو ويو، سا سگهارن ساهرن جي ڪري من مستي ڪندي رهي. ڌرتي ڌڻين جي ڪک ۾ خنجرهڻندي رهي، سنڌ جا وارث والي جيڪي حالي موالي هئا يا ڊِگِن ڊورن جيان گونگا ٻوڙا، تن کي پان ڪائو رن سنوت نه ڏني، آخر سگهارن

سهرن جي چوڻ تي هن پ پ کان طلاق ورتي، سگهارن ساهرن جي اصل اولاد يعني "آءِ جي آءِ" سان "عقد ثاني" ڪيو. پ پ کي پاور گهر مان زور ڌڪي بيدخل ڪيو ويو، نہ ڌرتي ڏڏي نہ ئي آسمان ڪڇيو. پ پ جي قيادت پهريان ڪجهہ ڏينهن چوهہ چندبيا. اقتدار جي اصل مالڪن کي اڳهاڙو ڪيو، پر جڏهن ريفرنسن جا رسا وڌا ويا تہ خوف وچان ماٺ ڪري ڪنڌ ورتي ويهي رهي. ارڙهن مهينن جو حساب ڪتاب پيش ٿيو تہ پ پ قرضي نڪتي، هونئن بہ مقروض ماڻهو جو ڪنڌ جهڪيل ئي هوندو آهي.

جلد ئي "اليڪشن ٩٠" جو ڊرامو اسٽيج ٿيو، ايوان صدر ۾ وينل هدايتڪار اهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنو جو دنيا دنگ رهجي ويئي. سڄي ملڪ ۾ واهہ واهہ ٿي ويئي. اهڙو اتفاق ٿيو جو "اتفاق فائونڊري" وارا مڪمل اتفاق سان اقتدار جي اسٽيج تي پهچي ويا. پ پ وارا هٿ مهٽندي رهجي ويا. پ پ جي قيادت ۾ ڪٿي ڪانئڻ وارا مجنون گهٽائي ۾ هئا، تن رت جي راند کيڏڻ بدران "صبر ايوبي" تي عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اليڪشن ۾ پ پ جن کي ٽڪيتون ڏنيون، انهن جي اڪثريت پاڙي ويڪائو وڪر نڪتي. "نئين نادر" ڪنهن کي اک ڏيکاري تہ ڪنهن کي ڇٽ، اٺيتاليهن جو انگ ارڙهن ۾ بدلجي ويو. اڪثريت "چاچي" جا "ڀائيتا" بنجي ويا. جيڪي مڙس متير نڪتا ۽ چاچي جي چڪر ۾ نہ آيا، تن کي جيلن جو چڪر لڳايو ويو.

سنڌي سڀاجهڙا ايا بہ پ پ جي پيار ۾ قيد آهن. پيار ڪرڻ بہ عذاب آهي، گهڻجي گهڻجي مرڻو پوي ٿو. لڙڪ لڪائي بہ اکين ۾ مرڪڻو پئي ٿو، وقت جي هٽلر سڄي سنڌ کي "نازين جي ڪيمپ" بنائي ڇڏيو آهي، آهي ڪيرو نوجوان جن جو وقت گهوٽ تي گهوڙي چڙهڻ جو آهي تن کي "الذوالفقار" جي آڙ ۾ اذيت خانن ۾ عذاب ڏنا پيا وڃن، سندن جسم زخمن سان چور چور آهي، رڳو ڇهڪ ئي ڇهڪ آهن. جن مان متي جي محبت جي مهڪ اٿي ٿي. هنن کي وقت، ڦاسي گهاٽ ۾ بہ تہ جهڪائي سگهيو آهي. پ پ کي نعره بازي ۽ اخباري بيانن ڪرڻ بدران هنن سرويچن لاءِ ڪجهہ ڪرڻ کپي. هي وقت جا هيمون آهن، بلاول آهن، دودا آهن. نہ تہ پ پ جو نالو سليٽ جي اکرن جيئان سنڌ جي سياست مان متجي ويندو، پ پ قيادت کي "باپ ڪمائي بدران آپ ڪمائي" تي زور ڏيڻ گهرجي. سنڌ ۾ هاڻ عقيده پرستي ۽ پوڄلپڪي واري سياست جو سحر ٽٽڻ وارو آهي. گيدي، بزدل ۽ پاڙين جي سنڌ جي سياست ۾ هاڻ ڪا جاءِ ناهي، هي دور "مزاحمتي جنگ" جو آهي جيڪو ڏاڍ کي للڪاريندو آهي اهوئي جيئي سگهندو. رياستي جبر ۽ ڏاڍ جو مقابلو صرف ۽ صرف "اسٽريٽ پاور" سان ڪري سگهجي ٿو. ڪنهن ڏاهي جو قول آهي، تہ "ظالم جو ظلم سهي ماٺ ويهڻ وارو خود ظالم آهي."

(عوامي آواز- 28.7.91)

# قومي غدارَ ۽ حِساب ڪتاب

اڄ ڪلهه نيٺين ننڊ ناهي، اوجاڳيل اکڙين سان خواب ڏسندو آهيان. ڪڏهن ڪڏهن ايئن محسوس ڪندو آهيان ته هي ڌرتي منهنجي ناهي، مان ڪنهن ڌارئين ديس ۾ رهان ٿو، ڇاڪاڻ ته مان جنهن ڌرتيءَ تي رهان ٿو، اتي وڏيون بازارون سجايل آهن، جنهن ۾ رنگ برنگي دوڪان آهن، جتي هر "جنس" وڪامي پيئي، هي سون ورني ڌرتي ناهي، چڻ خريد فروخت جي ڪا منڊي آهي. هر ماڻهو جو ملهه مقرر تيل آهي، هت ذهن به وڪامي ٿو ته ضمير به. مختلف "واڪ" لڳن ٿا، هرڪو پنهنجي اگهه اگهائي ٿو، جهڙو ماڻهو آهي تهڙو ناڻو آهي. ڪو ڪوڏين ملهه وڪامي ٿو ته ڪو ڪروڙن ۾، ڪائنات جي عظيم تخليق انسان جي قيمت ڪنهن دوڪان ۾ ڪلفٽن جو چار هزار پلاٽ آهي ته ڪنهن جي ڪار پرمٽ. ڪنهن جو ڪاٿو پنج هزاز يوريا ياڻ جون بوريون آهن ته ڪنهن جو لکين روپيه بئنڪن جو قرض، ڪنهن جو اگهه ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي "چيئرمين شپ" آهي، ته ڪنهن جو يونين ڪائونسل جي چيئرمين شپ. وڪامندڙن جون ڊگهيون قطارون آهن ڪو ڏينهن ڏٺي وڪامي ٿو ته ڪو اونداڻي رات جي پيٽ ۾، پر ڪي اهڙا به آهن، ڪلجڳ ۾ ڪاپڙي، جن جو ذهن به زنده آهي ته ضمير به، انهن کي "ضمير جو واپاري" خريد نه ڪري سگهيو آهي، انهن لاءِ زندانن جون اونداهيون اذيت ناڪ ڪوٺيون ۽ ڪوڙن ڪيسن جون قطارون آهن.

خريد فروخت جي منڊيءَ ۾ جيڪا "جنس" وڏي پيماني تي وڪامي رهي آهي، انهن ۾ اڪثريت اهڙي طبقي جي آهي، جيڪي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڏينهن کان وڪامندا اچن ٿا، جن کي وڪامڻ جي عادت صدين کان هجي، انهن کي اسان ڪيئن ٿا روڪي سگهون؟ ڇاڪاڻ ته عادت عضوو بنجي ويندي آهي. ۽ جهڙيءَ طرح ڪنهن کي اسيمبلي ٽوڙڻ جي عادت آهي ۽ ڪنهن کي نگران وزيراعظم ٿيڻ جي، ڪنهن کي "پيئڻ ۽ پيارڻ" جي ته، ڪنهن کي قسم کڻي ڪوڙ ڳالهائڻ جي، اسان سنڌي سياڄهڙن جو حافظو تمام ڪمزور آهي ۽ نظر پڻ جهيٽي آهي. اسان کي حڪيم همدرد واري ڪان ڪو معجون، وٺڻ گهرجي يا "طيبي جي شاهي" نيراڻي کائڻ کپي ۽ بيت البصر تان ڪا سٺي عينڪ ٺهرائڻ گهرجي. ماشا الله اسان غدارن ۾ هميشه خود ڪفيل رهيا آهيون ، ٿورو رڳو حافظي تي زور ڏيڻ جي ضرورت آهي، نظر واري عينڪ پائي تاريخ جو مطالعو ڪنداسين ته ڪو چنيسر نظر ايندو ته ڪو مير جعفر صادق. اسان وٽ نسل در نسل آقائن يا حڪمرانن سان وفاداري نڀائيندڙن جو تعداد وڌندڙ رهيو آهي. پاڪستان جي قيام کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسيمبلي

تي قبضو به انهن جو رهيو آهي ته انتظاميه ۾ به انهن جا "اولاد" ملندا. اسان سنڌي سڀاجهڙا "درگذر" ڪرڻ جا عادي آهيون، ڪو در پيهي آهيو ۽ پراڻي "فاتح" ڪيائين ته سڀ ڪجهه مَعاف، انفرادي ڏوهه به مَعاف ته قومي ڏوهه به، پلي ڪٽي ڪو "غدار ابن غدار" هجي، ڪنهن عوامي پارٽي ۾ شامل ٿي وڃي ته چڻ آب زم زم مان وهنجي پاڪ صاف ٿي ويو. ڪٽي جيئي ۾ جايون ڏيندا سين ۽ ڪلهن تي ڪٽي "جهمري" هٽنداسين. ذاتي دشمن کي معاف ڪرڻ نيڪ عمل آهي پر قومي دشمن کي معاف ڪرڻ قومي ڏوهه آهي. ڪنهن فرد يا پارٽيءَ کي ڪو حق نه ٿو پهچي جو قومي دشمن کي معاف ڪري، وجود جي ويري کي معاف ڪرڻ قومي ڏوهه آهي، وجود جي ويري کي معاف ڪرڻ وجود کي وڃائڻ جي برابر آهي. "جزا ۽ سزا" جو عمل فطري به آهي ته قدرتي به، جيڪڏهن اڄ به اسان غدارن سان حساب ڪتاب ڪريون ته آئنده ڪنهن به غدار کي جرئت نه ٿيندي، جو ڌارين جي دلالي ڪري ۽ عوام جي اعتماد سان ويساهه گهاتي ڪري، سنڌي قوم کي سياسي ڪلچر ۾ حساب ڪتاب جا ماپا رکڻا پوندا، ورنه ڪجهه به نه رهندو. غلام قومون جڏهن آزادي جي واٽ وٺنديون آهن ته ڌارئين دشمن کان حساب ڪتاب وٺڻ کان اڳ پنهنجن غدارن سان حساب ڪتاب ڪنديون آهن.

(خادم وطن- 12.8.91)

# انسان، پيسا ۽ ڇهون حواس

تازو اخبارن ۾ هڪ خبر شايع ٿي ته، نوجوان نسل جي نمائنده اديب، ڪهاڻيڪار، ڊراما نگار، ناول نگار طارق عالم ابڙو جي جان بچائڻ لاءِ هر مهيني پنج هزار روپيا درڪار آهن. شيخ اياز بلڪل اهو درست چيو آهي ته پيسا انسان جو ڇهون حواس آهن. ان کان سواءِ پنج ئي حواس بيڪار آهن، جنهن بدبودار ڳريل سڙيل سماج ۾ اسان رهون ٿا، انهيءَ ۾ هر شيءِ جو ڪاٿو، قدر ۽ قيمت صرف پيسو آهي. طارق عالم جي پساهن جي قيمت به پئسو آهي. جيڪڏهن هر مهيني هن وٽ پنج هزار روپيا نه ٿيا ته هن جون دوائون ملي نه سگهنديون ۽ هن جا پساهه پورا ٿي ويندا.

اسان جي سماج ۾ هڪ ذات ڏٺي جي پساهن جي قيمت صرف پنج هزار روپيا آهي. جيڪڏهن پنج هزار روپيا نه مليا ته هڪ ونيءَ کان ور کسجي ويندو. ٻينرن کان پياءُ وڇڙي ويندو. قوم کان قلمڪار کسجي ويندو. اسان ايڏا بي حس ۽ بيوس ڇو بنجي ويا آهيون؟ ڇا پنهنجي هڪ باشعور ساٿيءَ جي جياپي لاءِ پنج

هزار روپيا نہ تا ڳڏ ڪري سگهون! ڇا اسان صرف مرده پرست قوم جا فرد آهيون؟ ”رزميہ“ شاعري ڪندا آهيون، ڏکن سان ڀرپور ”تاثر“ لکندا آهيون. اهو صرف انهيءَ ڪري تہ حقيقت پسند نہ آهيون، صرف پاڻ کي دردمندن جي صفن ۾ ڳڻائڻ خاطر، سماج ۾ منهن مٿي ڪٽي هلڻ خاطر، اهي ”ڊراما“ اسٽيج ڪندا آهيون. اسان پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائي ڏسون تہ اسان کان جيڪي بہ شاعر، اديب ڏاها، ڏات ڏٺي ويڇڙي ويا، انهن جي ”ورسين“ ملهائڻ کان علاوه ڪو بيو قدم کٽي سگهيا آهيون! انهن جي خاندانن کان ڪڏهن اهو پڇيو ويو آهي تہ اهي پيٽ جي باهہ وسائڻ لاءِ ڪهڙا جتن ڪن تا؟ پاپي پيٽ انسان کان ڇا ڇا نہ ٿو ڪرائي؟ بک جي باهہ ۾ اخلاق، عزت، انسانيت، شرافت سڀ ڪجهہ سڙي خاڪ ٿي وڃن تا. هڪ مرحوم اديب ۽ شاعر جي گهر جو چلهي ٻارڻ لاءِ سندس جوان جماڻ نياڻي روز سينگارجي بازار ۾ نيلام ٿئي ٿي. هو روز مري ۽ روز جيئي ٿي. اهو هڪ تلخ سچ آهي، جيڪو اسان کي زهر سمجهي نڙيءَ کان هيٺ لاهڻو پوندو. مون کي جڏهن هن تلخ حقيقت جي خبر پئي تہ ايئن محسوس ڪيم تہ اسان بيغيرت، بي ضمير ۽ بي حس بنجي ويا آهيون. اسان کان ايترو نہ ٿيو جو اسان انهيءَ عظيم انسانَ جي نياڻي جو گناهہ ڏانهن وڌندڙ قدم روڪي سگهون، جيڪا مجبور ۽ لاچار آهي. جيڪا پنهنجي قليل پگهار مان پنهنجي ننڍڙن ڀينرن ڀائرن کي نہ سٺي ماني کارائي سگهي ٿي، نہ اعليٰ تعليم ڏياري سگهي ٿي، نہ بيماري پوڙهي ماءُ لاءِ دوائون خريد ڪري سگهي ٿي. سماج جي نظرن ۾ هو گناهہ گار سهي، پر منهنجي نظرن ۾ هو ”مريم“ کان وڌيڪ مقدس آهي. اي حساس اديبو، شاعرو، ڏانشورو، اٿو ڪوشش ڪريو، متان وري ٻي ڪنهن عظيم انسان جي نياڻي ضرورتن جي پورائي لاءِ پنهنجو پاڪ پوتر جسم نہ وڪڻي.

سنڌي ادبي سنگت هڪ وقتائتو قدم کڻي بيمار ۽ بي وس، لاچار ۽ مجبور ڏات ڌڻين لاءِ ”فنڊ“ قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي. اسان سڀني باشعور ساٿين کي گهرجي تہ سنڌيَ ادبي سنگت جي هن ”فنڊ“ ۾ پنهنجي ”حرام“ يا ”حلال“ جي ڪمائي مان خطير رقم جمع ڪرايون. اسان جا ڪيترا اديب، شاعر اهم ”پوسٽن“ تي آهن. انهن رشوت جي ڪمائي مان پنهنجا محل جوڙايا آهن. نيون ڪارون ورتيون آهن. اهي جيڪڏهن باضمير بنجي همٿ ڪن تہ هن ”فنڊ“ ۾ لکين روپيا جمع ٿي سگهن تا. اسان پنهنجي قلمڪارن کي موت جي منهن ۾ وڃڻ کان بچائي سگهون تا. مري ويل ڏات ڌڻين جي خاندانن جي پرگهور لهي سگهون تا.

قلمڪار، قوم جو آواز هوندا آهن. آهي هن دور جا پيغمبر آهن. هن دور جا سقراط آهن. انهن جي آواز کي زنده رکڻ لاءِ اسان سڀني سنڌ واسين جو قومي فرض آهي. ”حڪومت مان اميد رکڻ ائين آهي، جيئن ٻهرن کان ٻير گهرڻ آهي.“ وڏيرن کي پنهنجي عياشين مان فرصت ناهي، انهن کي صرف هڪ ئي فڪر آهي تہ ڪرسي

قائم و دائم رهي. بنگلن ۽ ڪارن مٿان سائو جهنڊو ڦڙڪندو رهي. اهي ته پاڻ خوش ٿيندا ته سنڌ جا سڀ قلمڪار گذاري وڃن، ڇاڪاڻ ته سنڌ جي اديبن ۽ دانشورن هر دور ۾ پنهنجي قوم جي رهبري ۽ رهنمائي ڪئي آهي. عيار جاگيردارن، وڏيرن، پيرن ۽ ميرن جي منافقين کي عوام آڏو اگهاڙو ڪيو آهي.

اديبو، دانشورو، اڳتي وڌو همت ڪريو، پنهنجي ساٿين جي حياتي بچايو. اسان کي نه صرف ذات ڏٿين کي بچائڻو آهي، پر پنهنجي قوم ۽ ڌرتيءَ کي به بچائڻو آهي. ڪنهن ڏاهي جو قول آهي ته ”رات ڪيڏي به انڌاري پر پرواهه ناهي، ڇو ته اسان روشني ۾ يقين ۽ ويساهه رکون ٿا.“

(خادم وطن- 17.9.91)

# پليجو، پنهنجائپ ۽ سهپ

مان جنهن وسٽي ۾ رهان ٿو، ان جو نالو نسيم نگر آهي. نسيم نگر عام طور تي قاسم آباد جو دل سڏيو وڃي ٿو. قاسم آباد جو نالو اسلامي دنيا جي سترنهن سالن جي نوجوان جنرل ”محمد بن قاسم“ جيّ نالي تي رکيو ويو آهي. اڳاٽو دور عجيب دور هو. جڏهن سترنهن سالن ۾ سڏي طرح ماڻهو فوج جو ”جرنيل“ بنجي ويندو هو. جڏهن ته موجوده دؤر ۾ سترنهن سالن جو نوجوان نه سپاهي ٿي سگهي ٿو ۽ نه ئي سندس نالو ووٽرن جي لسٽ ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. سترنهن سالن جي نوجوان جو نه ته شناختي ڪارڊ ٺهي سگهي ٿو ۽ نه ئي ڪيس نوڪري ملي سگهي ٿي. سترنهن سالن جي نوجوان مسلمان جنرل جي نالي ٺهيل قاسم آباد ۾ ڪو به ”پڪو پاڪستاني“ مسلمان نٿو رهي، وردي وارن جي ناجائز قائم ڪيل ”تنظيم“ انسانن درميان نفرتن جا ايڏا ته ويڇا وڌائي ڇڏيا آهن جو محمد بن قاسم جي نالي قائم ٿيل ”قاسم آباد“ ۾ ڪو اردو ڳالهائيندڙ خوف وچان رهڻ لاءِ تيار ناهي ۽ مرشد گهوٽ يٺائي نالي ”لطيف آباد“ ۾ ڪو سنڌي رهڻ لاءِ تيار ناهي. ساڳيءَ طرح يٺائي جي نالي قائم ٿيل اسپتال ”شاهه يٺائي اسپتال“ ۾ ڪو سنڌي علاج خاطر داخل ٿي نٿو سگهي. اهڙي طرح پاڪستان جي پهرين پناهگير وزيراعظم جي نالي قائم ٿيل لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال ڄامشورو ۾ اردو ڳالهائيندڙ علاج ڪرائڻ کان ڪيپائي ٿو. لطيف آباد ڪاليج ۾ سنڌي نوجوان داخلا نٿا وٺي سگهن. مسلم سائنس ڪاليج ۾ اردو ڳالهائيندڙ نوجوان داخل نٿا ٿي سگهن.

هي ڌرتي جيڪا امن ۽ پيار جي ڌرتي هئي، اڄ اتي بارود جي بوءِ آهي. حڪمرانن پنهنجي مفاد خاطر سنڌ کي نفرت جي آماجگاهه بنائي ڇڏيو آهي. سنڌ جي ماڻهن کي وردي وارن سان مهاڏو اٽڪائڻ جي سزا هن صورت ۾ ڏني آهي ته

شهرن ۾ دهشتگردن جو راڄ آهي ۽ ٻهراڙين ۾ ڌاڙيلن جو. سنڌ جي مستقل باشندن درميان نفرتن جو اهڙو ٻج ڇٽيو ويو آهي جو هر طرف رڳو نفرت ئي نفرت آهي. جڏهن ته محبت ۽ ماٺيهو هميشه اسان جو مذهب رهيو آهي.

اسپتالون، مسجدون، تعليمي ادارا، سڀ نسلي بنيادن تي ورهائجي چڪا آهن. تورائي گهٽائي تي راڄ ڪري رهي آهي. سڀ شهر دهشتگردن جي قبضي ۾ وڃي چڪا آهن. جنهن آزاديءَ جو خواب اسان جي بزرگن ڏٺو هو "پاڪستان زنده باد" ۽ "اسلام زنده باد" جا نعرا هنيا هئا. اڄ پاڪستان اسان جي لاءِ ڏاڍ ۽ غلاميءَ جو "پنجوڙ" جي علامت بڻجي چڪو آهي. سنڌي قوم تاريخ جي نازڪ ترين دور مان گذري رهي آهي. اڄ اسان جو وجود داءَ تي لڳل آهي. جيڪڏهن اجا به اسان "مِڙيئي مَٽ" نه ٿياسين ته پوءِ ڪجهه به نه رهندو. سائين رسول بخش پليجو جيڪو منهنجو پاڙيسري به آهي، تنهن تازو قومي ڪانفرنس گهرائي سنڌي ماڻهن کي "قومي ٻڌي ۽ گڏيل جدوجهد" جو سڏ ڏنو آهي، سو وقتائتو ۽ مهلائتو عمل آهي. بشرطيڪ اسان جون نيتون صاف هجن. اسان "انا پرستي ۽ خود نمائي" جي خول مان نڪري عملي جدوجهد ڪريون ته اهي ويڪائو وڏيرا، ديسي دلال ۽ پاڙيتو دهشتگرد اسان جي آڏو بيهي نه سگهندا. مصلحتن، مفاد پرستن، خود غرضين ۽ ذاتي انائن اڄ اسان کي هن مقام تي پهچايو آهي. انهن سيني بيمارين کي ترڪ ڪرڻو پوندو. رسول بخش پليجو دانشور به آهي ته قومي سياستدان به، سندس ڏاهپ ڏات کان ڪنهن کي به انڪار ڪونهي. ماضي ۾ ڪجهه سياسي ڌرين کي هن جي انا پرستي ۽ خود نمائي واري رويي کان شڪايت رهي آهي ۽ انهي رويي ڪري سنڌي قوم جا ڪيترا اتحاد ٽٽي چڪا آهن. پر قومي ڪانفرنس ۾ مون پليجو کي مختلف روپ ۾ ڏٺو ۽ مان سياسي طور تي سمجهان ٿو ته هن ماضي کان ڪافي ڪجهه پرايو آهي. جيڪڏهن پليجي صاحب ۾ "پنهنجائپ ۽ سهپ" وارو رويو برقرار رهيو ته مان سمجهان ٿو ته پليجو صاحب سنڌي قوم لاءِ هڪ سچو رهبر ثابت ٿي سگهي ٿو. ورنه هي قومي ڪانفرنس رڳو ليڊرن، دانشورن، مختلف طبقن جي ماڻهن کي گڏ ڪري پنهنجي وڃايل ساک جي سيڙهي ته ثابت ٿي سگهي ٿي، پر قومي گڏيل جدوجهد جو پهريون ڏاڪو نٿي ٿي سگهي.

اسان سنڌين کي ڪنهن جي نيت تي شڪ ڪرڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڪو رهنما رهبر ٻڌي جو سڏ ڏئي ٿو ته ان جي هٿ ۾ پنهنجو هٿ ڏيڻ گهرجي. ڪروڙين هٿن کي لکين گوليون به هيٺ نٿيون ڪيرائي سگهن. اهي هٿ هماليه جبل کان وڌيڪ مضبوط آهن. انهن سان ٽڪرائڻ وارو خود پاش پاش ٿي ويندو آهي. قومي ٻڌي ۽ گڏيل جدوجهد وقت جو آواز آهي. اي سنڌ واسيو! اچو ته گڏ ٿيون.

گڏجي قدم وڌايون، اسان پنهنجي منزل ضرور ماڻينداسين. هن ڌرتيءَ کي نفرت ۽ ڏکن جي ڌرتي بدران محبتن ۽ سکن جي ڌرتي ضرور بڻائينداسين. "قوم" لفظ "قم" مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "اٿڻ". جيڪڏهن اسان اٿي پياسين ته ڪوبه پاڙيو پِتو اسان جي آڏو بيهي نه سگهندو.

(خادم وطن- 12.10.91)

# ملڪ، عوام ۽ نيلام گهر

هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان سنڌ طرفان سنڌ ۾ پهريون پيرو هڪ تربيتي ورڪشاپ جو اهتمام ڪيو ويو. هن ورڪشاپ منعقد ڪرڻ جو مقصد سنڌ جي صحافين، سياسي ڪارڪنن، قانوندانن کي انساني حقن جي ٿيندڙ ڀڃڪڙين خلاف آواز اٿارڻ جي تربيت ڏيڻ هو. سنڌ ۾ هن قسم جو هي پهريون ورڪشاپ هو. شايد انساني حقن جي ڪميشن پاڪستان جي مرڪز، جيڪو لاهور ۾ آهي، تن کي هاڻ ڄاڻ پئي آهي ته سنڌ ۾ به انسان رهن ٿا. جن سان موجوده دؤر ۾ جانورن کان بدترين سلوڪ ٿي رهيو آهي. سول جمهوريت جي نالي تي سنڌ ۾ اگهاڙي آمريت جو راڄ آهي. جنهن کان نه سياسي ڪارڪن محفوظ آهن ۽ نه ئي سنڌ جا عام ماڻهو. جتي سياسي وفاداريون تبديل ڪرڻ لاءِ قومي، صوبائي اسيمبلي ميمبرن ۽ سياسي رهنمائن کي پهريائين "داڻو" وڌو ويجي ٿو، جيڪو داڻي جي دام ۾ نٿو اچي، تنهن کي "ڌاڻو" گهمايو ٿو وڃي. "سڀني جي ڪل" کان ڪمزور سياسي ڪارڪن ٻن ٽن ڌاڻن جو طواف ڪرڻ کان پوءِ ڌرتيءَ تي پاڻ کي خدا سڏائيندڙ تي "ايمان" آڻين ٿا. ڪلمو پڙهن ٿا. صبح شام "ساراهه تنهنجي سبحان" جو ورد الاپين ٿا. جيڪي جنيون سنڌ اندر ڪارڪنن سان ٿي رهيون آهن، انهن کي ڏسي ايئن محسوس ٿئي ٿو ته نئون "نادر" جنم وٺي سنڌ تي راڄ ڪري رهيو آهي.

صحافي جيڪي سچ جا نقاد آهن. انهن کي "گن پوائنٽ" تي هيسايو ۽ ڊيڄاريو وڃي پيو. اخبارن جي ايڊيٽرن کي "ڇتي جو ڪير" ياد ڏيارڻ جون ڌمڪيون ڏنيون وڃن ٿيون. "ڪامران خان" کي ڏينهن ڏٺي ڇرا هنيا وڃن ٿا. "نفيسه هودڀائي" کي ٻڪري جيان سِير وجهڻ جا سانباها ڪيا وڃن ٿا. "صلاح الدين" جو گهر ساڙي "رقص بسمل" ڪيو وڃي ٿو.

اهي "ڌاڻا" جيڪي درياءَ جي ڪچي ويجهو آهن يا نيشنل هاءِ وي جي لڳو لڳ آهن، جتي پوليس ڌاڻن ۾ اسان کي هزارين بيگناهه مرد، عورتون توڙي ٻار واڙيل نظر ايندا. انهن تي اهو الزام ته "هو ڌاڙيلن کي پناهه ڏين ٿا ۽ مانيون کارائين

تا." هي مسڪين ماڻهو تہ "ہٿي" آزار ۾ آهن. جي ڏاڙيلن کي ماني نتا کارائين تہ ڏاڙيلن جي هٿان هنن جي زندگي محفوظ رهي سگهي ٿي، نہ ئي عزت. جي خوف وچان ماني کارائين تا تہ پوليس انهن کي سگهن سنگهرن ۾ سَلهاڙي، ٻارن ۽ ٻچن سميت قيد ڪري ٿي. رينجرس ۽ پوليس وارن جي چاندي آهي. اهي مظلوم ماڻهو قانون نافذ ڪندڙ ايجنسين جي هٿن ۾ "يرغمال" بنجي وڃن تا. پوءِ هر "ڪَن" جي قيمت مقرر ٿئي ٿي. مسڪين ماڻهو پنهنجي الهو تلهو وڪڻي پوليس کي "ڏنَ" ڏين تا. هنن جو ڏوهہ صرف اهو آهي تہ هو هٿين خالي آهن، ٻيٰ پهچ آهن. ڪو واهرو ناهي. پر جيڪي وڏيرا ڏاڙيلن کي پالين تا، پجيرو ڳاڏين ۾ گهمائين تا، ڏاڙيلن جي اعزاز ۾ رقص ۽ شباب جون محفلون سجائين تا، جن ۾ پوليس جا اعليٰ عملدار شريڪ ٿين تا، انهن کي ڪير چوڻ وارو ڪونهي.

سنڌ اندر انساني حق نہ صرف پائمال ٿي رهيا آهن، پر اهي طاقتور "هاٿين" جي پيرن هيٺان چيپاڻجي رهيا آهن. آئين جو محافظ ايوان صدر ۾ آرام سان ستو پيو آهي. هن کي پ پ پ دور ۾ ايم ڪيو ايم سان ڪيل ڏاڍايون تہ برزبان ياد آهن، "قلعہ آپريشن" بہ ياد آهي. پ پ پ جي دور ۾ وزيرن، مشيرن، ميمبرن جون بدعنوانيون بہ ياد آهن. پر جيڪو هن وقت سنڌ ۽ پاڪستان اندر ٿي رهيو آهي، انهيءَ کانِ هن اکيون پوري ڇڏيون آهن. ڪٿ ۾ ڪِپهہ وجهي ڇڏي آهي. "آئيني اختيارات،" لوهي سيف ۾ لڪائي ڇڏيا آهن، جنهن جي چاٻي گم ٿي وئي آهي.

سڄو ملڪ هڪ "نيلام گهر" بنجي چڪو آهي. پنجاب ۾ "ڪوآپريٽو سوسائٽين جو اسڪينڊل" ۽ "چوڌرين" جي قرضن، قرمار جو ذڪر ۽ سنڌ ۾ انساني حقن جي پائمالي جو پڙاڏو بين الاقوامي پريس ۽ ملڪي پريس ۾ وڏين سرخين سان ڇپجي رهيو آهي: پر حڪمران منهن مَونن ۾ لڪائي "سڀ ٺيڪ آهي" جو راڳ آلاپي رهيا آهن.

ملڪ ۾ مهانگائي ۽ بيروزگاري عروج تي آهي. "افراطِ زر" ۾ تيزي سان اضافو ٿي رهيو آهي. غير ملڪي امداد ۽ غير ملڪي قرض بند آهن. سرڪاري ملازمن کي پگهارون ڏينهن رات نوٽ ڇاپي ادا ڪيون پيون وڃن. روزانہ اخبارن ۾ قومي ملڪيت ۾ ورتل ڪارخانن کي نيلام ڪرڻ جا اشتهار شايع ٿين تا. هڪ غير ملڪي پريس جي نمائندي جڏهن ملڪ جي موجوده خطرناڪ صورتحال متعلق پاڪستان جي وزير داخلہ کان پڇيو تہ هن وراڻيو، "اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي، جنهن جي ڪري ملڪ سياسي ۽ معاشي طور خطري ۾ پئجي وڃي. اسان ڪارخانا وڪڻي، بينڪون نيلام ڪري، پنهنجي اقتدار جا چار سال ڪڍي ويندا سين. چئن سالن کان پوءِ جيڪي حڪومت ۾ ايندا اهي پاڻ ئي تباهہ ٿيل ملڪ کي هلائيندا!" جيڪو پوائنٽو ۽ خوفناڪ منظرنامو هينئر ملڪ ۾ چٽو نظر اچي رهيو آهي. مان سنڌ جي "نجومي سياستدان" سان متفق آهيان تہ موجوده حڪومت سال ۱۹۹۲ع جو شايد نئون سج

نہ ڏسي سگھي. باقي رهي سنڌ، سا في الحال صرف ايترو چوندس تہ ٻاهہ جو آڙاهہ تيار تي رهيو آهي. ڪاتيون تِڪيون تي رهيون آهن. ”مشهور ڪاسائي“ بنگال واري ڪار ڪرڻ لاءِ هتي تيار ويٺا آهن. پر سِرَ جهڪائڻ بدران جيڪڏهن ڪٽجي وڃي تہ بهتر ٿيندو. اها اسان جي تاريخ آهي ۽ اسان جي ثقافت آهي. اسان ڪي مرڻو ضرور آهي، پر جيڪڏهن مڙس ٿي مرجي تہ سنڌ جيءَ اٿي ۽ اسان تاريخ ۾ ”امر“ ٿي وينداسين.

(خادم وطن 22.10.91)

# تنهنجو ساٿي ۽ منهنجو ساٿي

ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪوڙڪي مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ، اسان جي پياري ساٿي ڪامريڊ جام ساقي اهو اعلان ڪيو تہ، ”هو سنڌين کي ’حقِ زندگي‘ ڏيارڻ لاءِ 10 ڊسمبر 1991ع کان ريتيءَ وٽي، سنڌ ۽ پنجاب جي سرحد کان ڪراچي تائين ”لانگ مارچ“ ڪندو. لانگ مارچ شروع ڪرڻ کان اڳ هو، شهيد نذير عباسي، شاهہ عنايت شهيد، مخدوم بلاول شهيد، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو، ٻانائي بادشاهہ ۽ سچل سائين جي مزارن تي حاضري ڀريندو ۽ عقيدت جا گل چاڙهيندو.“

جام ساقي، سنڌ جي سياست جو هڪ ”اِرڏو“ ڪردار آهي، جيڪو ڪنهن بہ دؤر ۾ نہ جهڪيو آهي، ۽ نہ ئي وڪاميو آهي. پلي سنڌس امڙ ”مينهن ٻائي“ مُرڪي، جنهن سنڌ کي جام ڏنو. شاگرد سياست کان وٺي، ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري شپ تائين، جام جي سياست، سچائي ۽ سورهيائي تي مشتمل رهي آهي.

سنڌ جي سياست ۾، بندي خانن ۾ جيڪي عذاب، جام ساقي سِٺا آهن، سي شايد ڪنهن قومي ڪارڪن سَٺا هوندا. مون کي چڱي طرح ياد آهي تہ ”ون يونٽ ٽوڙيو تحريڪ“ دوران جڏهن ڪيس گرفتار ڪيو ويو، ۽ ”سٽي لاڪپ حيدرآباد“ ۾ بند ڪيو ويو تہ هن کي ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون لڳاتار ”اوجاڳو“ ڪرايو ويو ۽ سندس جسم تي ”سگريٽ جا ڏنب“ ڏنا ويا. محض انهيءَ ڪري تہ ان وقت سٽي ٿاڻي جي صوبيدار ڪانئس پڇيو تہ، ”ايوب حڪومت اهو ڄاڻڻ چاهي ٿي تہ ون يونٽ جا مخالف ڪير ڪير آهن؟ ۽ تون پنهنجي ساٿين جا نالا ٻڌائي.“ هن صوبيدار جي جواب ۾ وراڻيو هو تہ، ”سڄي سنڌ ون يونٽ جي مخالف آهي. تون ڪيترن جا نالا لکي، ڪيترن جا لکندين. سڄي سنڌ منهنجي ساٿي آهي. آئون توکي ڪيترن جا نالا ٻڌايان، تو وٽ رجسٽر کٽي ويندا، پر نالا نہ کٽندا.“

مون کي اهو وقت بہ ياد آهي جڏهن ”حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن“ ۾ جام

ساقي ڪم ڪندو هو ته سندس کيسي ۾ چار آنا به نه هوندا هئا. ڪئي ويلا صرف ماني ۽ بصر تي گذرندا هئا. ”خاڪي پينٽ، اڇي قميص ۽ اسپينج جي چپل“ هن جو ڪُل سرمايو هوندو هو. دوستن ۽ يارن کان حجت ۾ پيسا گهري، جيڪڏهن ڪا وڏي عياشي ڪندو هو ته اهو ”ڊائمنڊ سگريٽ“ هوندو هو. 1966ع کان وٺي 1986ع تائين، هن جي حياتيءَ جو سمورو عرصو قيد وبند ۾ گذريو آهي. پاڪستان جو ڪو اهڙو ”سينٽرل جيل“ ناهي، جيڪو چام ساقي ڏٺو ناهي. ضياءَ دور ۾ ”فوجي تارچر ڪيمپ“ ۾ جيڪي عذاب هن ڏٺا، ۽ برداشت ڪيا، سي ڀئي ڪنهن سياسي ڪارڪن جي سهپ کان ٻاهر آهن. پاڪستان جو سڀ کان وڏو ”عذاب گهر“ يعني ”لاهور جو بادشاهي قلعو“ به چام کي جهڪائي نه سگهيو.

مان ڪڏهن سوچيندو آهيان ته چام سنڌ خاطر، جيڪي قربانيون ڏنيون آهن، ان جي موٽ ۾ کيس ڇا مليو آهي؟ عوام ته کيس ووٽ ڏيڻ لاءِ به تيار ناهن. هو ٽي ڀيرا اليڪشن ۾ بيٺو، پر هر ڀيري کيس شڪست ملي. منهنجي نظر ۾ ان جو ڪارڻ ڪميونسٽ پارٽي جي ”ڪرتائن ۽ ڊرتائن“ جون غلط پاليسيون آهن. ڪميونسٽ پارٽي هميشه ”ڌرتيءَ جي سياست“ بدران ”آسماني سياست“ ڪئي آهي. ڪميونسٽ پارٽي ڪڏهن به ڌرتي جي ڏکن کي سامهون رکي، سياسي حڪمت عملي نه جوڙي آهي. هن جي نظر ۾ انقلاب، ڌرتيءَ مان نه ڦٽندا آهن. پر ”برآمد“ ڪيا ويندا آهن. ڪميونسٽ پارٽي ڪڏهن به سنڌي قوم جي ”مزاج“ ۽ ”نفسيات“ کي سمجهيو ناهي. بدقسمتي سان پارٽيءَ جي قيادت، انهن جي هٿن ۾ رهي، جيڪي ٻاهران آيل هئا. جن جو سنڌ ڌرتيءَ سان ڪو رشتو ناتو ناهي. جيڪڏهن ڪنهن ”ڌرتيءَ جائي“ قومي حقن جي ڳالهه تي ڪئي ته ان کي ”آمريڪا ۽ سي آءِ اي جو ايجنٽ“ سمجهي، پارٽيءَ کان ٻاهر ڌڪيو ويو. جيڪڏهن ڪنهن پارٽيءَ جي قيادت جي آمرانه رويي تي تنقيد تي ڪئي ته ان کي ”ملٽري اينٽيليجنس جو ايجنٽ“ قرار ڏئي، بدنام ڪيو ويو. قوم پرستيءَ جي ڳالهه ڪرڻ کي ”گناهه عظيم“ قرار ڏنو ويو. هر وقت ”سرخ انقلاب“ اچڻ جا سنهرا خواب ڏيکاريا ويا. افغانستان ۾ قومي جمهوري انقلاب اچڻ کان پوءِ ”هنبوچيون“ هنيون ويون، ۽ اهو چيو ويو ته ”بس! ڪامريڊ انقلاب طورخم سرحد تي پهچي چڪو آهي. بس، پاڪستان ۾ رکو داخل ٿيڻ جي دير آهي!“ نه انقلاب آيو نه ئي قومي حق مليا. سنڌي، ڪميونسٽ پارٽيءَ جي غير حقيقي سياست ڪري، مونجهارن ۽ مايوسيءَ جو شڪار بنيا. بيوقوف ۽ بي پاڙي قيادت، چام ۽ سندس سرويچ ساٿين درميان اهڙيون غلط فهميون وڌيون، جو جيڪي ساٿي هڪ ٻئي لاءِ سِرُ ڏيڻ لاءِ آتا هوندا هئا، سي هڪ ٻئي جي منهن ڏسڻ کان پري ٿي ويا. اهي سرويچ ساٿي جن ”چام“ کي صحيح معنيٰ ۾ ”چام“ بنايو، سي سياست مان بيزار ٿي، ماٺ ڪري گهر ويهي رهيا. ”ساٿين کان سواءِ پاڻ کي پارٽي سمجهي سياست ڪرڻ بيوقوفي آهي.“ چام جي

سادگيءَ ۽ سپاچهائيءَ مان فائدو وٺندي، سندس متي تيءَ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پڳ رکي وئي، ڪيس ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جو سيڪريٽري جنرل بڻايو ويو. هن جي حيثيت هڪ اهڙي "سپهه سالار" جي هئي، جنهن جا سپاهي ڏار ٿي چڪا هئا. اهي سپاهي جيڪي "جيل توڙي ريل" ۾ هن سان گڏ هئا. "سنگت بنان سياست ڪرڻ چام لاءِ ممڪن نه رهيو." پهريائين هو پارٽيءَ جي بزرگن جي چار ۾ ڦاسي، پنهنجي ساٿين کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو رهيو. پر جڏهن هن کي هوش آيو ته سياست جو سچو "مال متاع" ختم ٿي چڪو هو. هن جي حيثيت هڪ اهڙي انسان جي هئي، جنهن جا پير اڳتي وڌڻ کان جواب ڏئي چڪا هئا. هو انهن ماڻهن جي گهيري ۾ هو، جيڪي هن جي شخصيت جي عمارت تي چڙهي، پنهنجو قد ۽ ڪاٺ وڌائي، قيمت وصول ڪري چڪا هئا. پر ڪيس "بنگلو بادشاهه" بڻائي چڪا هئا. گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ آخر هن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي لوهي پڃري مان، پاڻ کي آزاد ڪرايو. قيد ڪاٽڻ کان پوءِ ضروري هوندو آهي ته ماڻهو ساهي کڻي. ماضيءَ جي غلطين، حال جي حالتن کي سامهون رکي، مستقبل جي منصوبه بندي ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ چام کي ڇهه مهينا آرام ڪرڻ گهرجي ها. پر شايد سنڌ ۾ انڌير ۽ انياءَ ڏسي، هن آرام ڪرڻ مناسب نه سمجهيو. هن سنڌ ۾ تيندڙ ڌاڙي ۽ ڌڪاءَ خلاف سنڌين کي جاڳائڻ ۽ ٻڌي پيدا ڪرڻ خاطر "لانگ مارچ" ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي.

چام جي سياست سان اختلاف ٿي سگهي ٿو. پر چام جي خلوص، قرباني، سنڌ دوستي ۽ انسان دوستي، شڪ و شبهي کان بالاتر آهي. سڀني سنڌ دوست ڌرين کي اهو نماڻو عرض آهي ته چام جي هن "بامقصد سفر" کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ سهڪار ڪرڻ گهرجي. سنڌ ۾ قومي ٻڌي، امن قائم ڪرڻ لاءِ، پنهنجي وس آهر هن پنڌ ۾ چام جو ساٿ ڏيڻ گهرجي. اڄ سنڌ جنهن صورتحال مان گذري رهي آهي، اسان جيڪڏهن قومي يڪجهتي جو مظاهرو نه ڪيو ته "نه سنڌ رهندي، نه ئي سنڌي رهندا." هوندئن به چام جو لانگ مارچ جو پهريون نُڪتو هي آهي ته، "سنڌي انسان آهن. سنڌين کي به زنده رهڻ جو حق ڏيو."

چام جو لانگ مارچ 10 ڊسمبر کان شروع ٿي رهيو آهي. 10 ڊسمبر "عالمي انساني حقن جو ڏينهن" آهي. سنڌي به دنيا جي ٻين انسانن وانگر انسان آهن. انهن کي به جيئڻ جو حق حاصل هئڻ گهرجي. جيئڻ جو حق "لانگ مارچ" سان ملي يا نه ملي، پر قومي ٻڌي ۽ مسلسل جدوجهد سان ضرور ملندو.

(خادم وطن 6.12.91)

# گهڻ قومي رياستون ۽ سنڌ

سنڌ ايجوڪيشن اڪيڊمي سنڌ جي اديبن، استادن، دانشورن، ڊاڪٽرن، انجنيئرن جي هڪ اهم تنظيم آهي، جنهن ٿوري عرصي اندر سنڌ جي سڃاڻ حلقن ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو آهي. هن اڪيڊمي جي منشور ۾ خاص ڳالهه اِها آهي ته سنڌ جي نوجوانن جي سياسي، اقتصادي، ثقافتي، سماجي ۽ تعليمي مسئلن ۾ رهنمائي ڪئي وڃي. هن وقت تائين هن اڪيڊمي طرفان جيڪي پروگرام پيش ڪيا ويا آهن، ان جو تفصيل هن ريت آهي. سڀ کان پهريائين ضياءَ دور ۾ ٿيل "ظلم و تشدد" تي ٺهيل 'سعيده گذدر' جي وڊيو فلم جي نمائش ڪئي وئي. بعد ۾ سنڌ جي ٻرندڙ اهم مسئلي يعني "ڪالا باغ ڊيم" تي هڪ سيمينار منعقد ڪيو ويو. جنهن ۾ سنڌ جي نامور انجنيئر 'محترم عبدالرسول ميمڻ' ۽ سينيٽر 'عبدالمجيد قاضي'، ڪالا باغ ڊيم جو فني جائزو پيش ڪندي چيو ته، "ڪالا باغ ڊيم جي ٺهڻ سان نه صرف سنڌ جون زمينون ٻنجر ٿينديون، پر سنڌ جا ماڻهو پاڻيءَ جي پيئڻ کان به سڪندا." بعد ۾ انهيءَ سيمينار جون وڊيون فلمون پڻ سنڌ جي سياسي رهنمائن کي ڏنيون ويون ته جيئن سياسي طور تي سنڌ جو ڪيس مضبوط طريقي سان حڪمران طبقي آڏو پيش ڪري سگهن. اڪيڊمي طرفان ٻيو ليڪچر "منشيات ۽ سنڌ جا نوجوان" جي عنوان سان منعقد ڪيو ويو، جيڪو نامور ماهر نفسيات 'ڊاڪٽر حيدر علي قاضي' ڏنو ۽ اهو ثابت ڪيو ويو، ته هڪ سازش تحت سنڌ جي نوجوانن کي ذهني طرح "مفلوج" بنائڻ لاءِ سنڌ ۾ هيروئن ۽ ٻيو نشو وڏي پيماني تي پکيڙيو پيو وڃي.

ان کان پوءِ ڪل پاڪستان سطح تي "تعليم جي تباهيءَ جا ڪارڻ" جي موضوع تي هڪ سيمينار منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ ملڪ جي نامور ماهرن، تعليم جي تباهي جي سببن تي تفصيلي روشني وڌي. هن تقريب جو خاص مهمان سنڌ يونيورسٽيءَ جو سابق وائيس چانسلر 'محترم مظهرالحق صديقي' هو. اڪيڊمي طرفان پاڪستان جي "تعليمي نظام کي بهتر بنائڻ لاءِ حڪومت کي سفارشون پڻ موڪليون ويون آهن.

اڪيڊمي جي منشور ۾ سنڌ جي نامور اديبن، دانشورن سان "شامون" منعقد ڪرڻ پڻ آهي. هن ڏس ۾ سڀ کان پهرين سنڌ جي سرموڙ شاعر 'استاد بخاري' سان هڪ "مانائتي شام" ملهائي وئي. هي تقريب حيدرآباد جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ۾ يادگار طور ياد رهندي.

اڪيڊمي جي پروگرام ۾ حيدرآباد جي آس پاس جي پرائمري اسڪولن جي حالتن کي بهتر بنائڻ پڻ آهي. هن ڏس ۾ "ڳوٺ ڪرن شورو" جي پرائمري اسڪول ۽ مڊل اسڪول کي بهتر بنائڻ لاءِ اڪيڊمي پنهنجي وس آهر ڪافي ڪوشش ڪئي آهي. شاگرد ۽ شاگرديائڻين ۾ ڊريسون، ڪتاب، ڪاپيون ۽ راندين جو سامان ڏنو ويو آهي. اڪيڊمي طرفان هر سال انٽر سائنس ۾ پوزيشن ڪٽيندڙ شاگردن ۽ شاگرديائڻين ۾ نامور ماهرِ تعليم 'مرحوم حسين پنهور' جي نالي تي ايوارڊ پڻ ڏنا ويندا آهن. گذريل سال جيڪي شاگرد ۽ شاگرديائڻيون حيدرآباد بورڊ جي انٽر سائنس جي امتحان ۾ اول آيا هئا، انهن کي 'مرحوم حسين پنهور ايوارڊ' ڏنا ويا.

اڪيڊمي طرفان تازو دنيا جي سياست جي اهم ۽ ڀرندڙ موضوع "گهڻ قومي رياستن جو مستقبل" تي هڪ ليڪچر منعقد ڪيو ويو. هي ليڪچر سنڌ جي نامور دانشور 'پروفيسر عمر ميمڻ' ڏنو. سنڌ جي سڄاڻ حلقن ۾ 'سائين عمر' ڪنهن تعريف جو محتاج ناهي. مون کي هو پنهنجي جو "ڪاهوڙي ڪردار" لڳندو آهي. سنڌ ۾ اڄ جيڪو قومپرستيءَ جو "گهاٽو ٻڙ" اپريو آهي، ان جو ٻج پوکيندڙ پروفيسر عمر ميمڻ ئي هو. ڌرتيءَ جي محبت جي ڏوهه ۾ هن کي نوڪري مان ڪڍيو ويو. افسوس سان چوڻو پئي ٿو ته هن ملڪ ۾ "پنهنجي امڙ" يعني ڌرتيءَ سان محبت ڪرڻ تمام خطرناڪ ڏوهه آهي. حڪمرانن هن کي جهڪائڻ چاهيو، پر هو اڄ ڏينهن تائين نه جهڪي سگهيو آهي ۽ نه ئي ڪو حڪمران هن کي خريد ڪري سگهيو آهي. سنڌ جي سياست ۾ هو واحد "سياسي دانشور" آهي، جنهن جي عزت سائين جي ايم سيد کان وٺي، ڄام ساقي تائين سڀ سياستدان ڪن ٿا. سائين هڪ "شخص" نه پر "ادارو" آهي، جنهن مان سنڌ دوست ڪارڪنن کي پرائڻ گهرجي. هو اسان جو "قومي سرمايو" آهي، جنهن جي حفاظت ڪرڻ هر قومي ڪارڪن جو فرض آهي. "سائين عمر" پنهنجي ليڪچر ۾ سڄي دنيا جي انهن رياستن جي ڇاڻ ڏني، جنهن ۾ هڪ کان وڌيڪ قومون رهن ٿيون. سائين جي ليڪچر جو تت اهو هو ته "قوم پرستي" کان وڌيڪ سچو ڪو نظريو ناهي، جيڪڏهن پاڪستان ۾ رهندڙ قومن کي "قومي حق" نه مليا ته دنيا جي ڪابه طاقت پاڪستان کي "ٽٽڻ" کان نٿي بچائي سگهي. پاڪستان صرف ڇئن قومن جي "خق خوداراديت" تحت قائم رهي سگهي ٿو، پر ان لاءِ ضروري آهي ته رياست جي سيني ادارن جي جوڙجڪ ۾ سيني قومن کي "برابري" وارو حق حاصل هئڻ گهرجي. ڪنهن به وڏي قوم کي فوج يا ٻي طاقت جي بل بوتي تي ننڍين قومن مٿان سياسي، معاشي ۽ ثقافتي "بالادستي" نه هئڻ گهرجي.

هن تقريب جو خاص مهمان سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جو رٽائرڊ جج ۽ هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جو چيئرمين 'جسٽس دوراب پٽيل' هو. جسٽس دوراب پٽيل هڪ نامور ماهر قانوندان آهي. هڪ باضمير جج جي طور تي

سچاتو وڃي ٿو. 'شهيد ذوالفقار علي ڀٽو' کي جڏهن پنجاب هاءِ ڪورٽ 'نواب محمد احمد خان' جي قتل جي ٻَچَ جي الزام ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏني هئي، ان فيصلي خلاف جيڪا اپيل "سپريم ڪورٽ" جي فُل بينچ ۾ ڪئي وئي هئي، جسٽس دوراب پٽيل ان بينچ ۾ ميمبر هو، جن ٽن ججن 'شهيد ذوالفقار علي ڀٽو' کي بيگناهه قرار ڏنو هو، انهن ۾ جسٽس دوراب پٽيل به هڪ هو. جسٽس دوراب پٽيل، سپريم ڪورٽ جي انهن ججن مان هڪ هو، جنهن آمر ضياءَ جي جاري ڪيل "عارضي آئيني حڪم نامه" (پرووينل ڪانسٽيٽيوشنل آرڊر) تحت حلف نه ڪنيو. ضمير خاطر سپريم ڪورٽ جي جج جي عهدي کي ٺڏي ڇڏيو. پاڪستان جي عدليه جي تاريخ ۾ اهڙا ٿورا جج گذريا آهن، جن "حڪمرانن" جي مرضيءَ بدران پنهنجي "ضمير" جي روشنيءَ ۾ فيصلا ڏنا آهن.

1955ع ۾ جڏهن هڪ آمر ۽ معذور گورنر جنرل چوڌري غلام محمد، پاڪستان جي پهرين دستور ساز اسيمبلي کي ٽوڙي ڇڏيو، ان وقت جي اسپيڪر مولوي تميزالدين خان مرحوم سنڌ چيف ڪورٽ ۾ ان "غير آئيني" فيصلي کي چئلينج ڪيو هو. "سنڌ چيف ڪورٽ" گورنر جنرل جي فيصلي کي "غير آئيني ۽ غير قانوني" سڏيندي، دستور ساز اسيمبليءَ کي بحال ڪرڻ جو حڪم ڏنو، پر "فيڊرل ڪورٽ، يعني سپريم ڪورٽ "نظريه ضرورت" تحت گورنر جنرل جي قدم کي جائز قرار ڏنو. اڳتي هلي سپريم ڪورٽ جي 'چيف جسٽس منير' پنهنجي لکيل ڪتاب "جناح ٽو ضياءَ" ۾ اهو اعتراف ڪيو ته هن اهو فيصلو گورنر جنرل جي دٻاءَ تحت ڏنو هو. عدالت جي انهيءَ فيصلي پاڪستان جي سياست جو رخ بدلائي ڇڏيو. جڏهن ڪو جنرل چاهي ٿو ته "نظريه ضرورت" جي آڙ ۾ اقتدار تي قبضو ڪري ٿو. جسٽس دوراب پٽيل پنهنجي تقرير ۾ جيڪا خاص ڳالهه ڪئي اها هي هئي ته "صدر پاڪستان کي عوام جي چونڊيل مرڪزي يا صوبائي اسيمبلين کي "هنگامي اختيارات" تحت ٽوڙڻ جو حق حاصل نه هئڻ گهرجي. پاڪستان صرف رواداري، برابري ۽ سهپ جي بنياد تي قائم رهي سگهي ٿو."

جسٽس دوراب پٽيل جي اها ڳالهه سو فيصد درست آهي ته "فرد واحد" کي "ڪروڙين عوام جي چونڊيل اسيمبلين کي ٽوڙڻ جو اختيار نه هئڻ گهرجي. پاڪستان دنيا جو واحد ملڪ آهي، جنهن ۾ عوام جون چونڊيل اسيمبليون ڇهه ڀيرا مدي پوري ٿيڻ کان اڳ ٽوڙيون ويون آهن. عوام جي راءِ تي ڪنهن به فرد واحد کي ترجيح نه هئڻ گهرجي. ملڪ کي متحد صرف ملڪ جو عوام ئي رکي سگهي ٿو.

(خادم وطن- 14.12.91)

# لانگ مارچ ۽ امن مارچ

سنڌ ۾ سياري جي سيءَ سان گڏوگڏ "لانگ مارچ" جي موسم آيل آهي. سيءُ کان پهرين ڪامريڊ ڄام ساقيءَ اڄ کان ٽي مهينا اڳ اعلان ڪيو هو تہ هو "انساني حقن جي عالمي ڏينهن يعني 10 ڊسمبر تي سنڌ ۽ پنجاب جي سرحد ريتيءَ کان پنهنجي "امن مارچ" جو آغاز ڪندو. هن امن مارچ جو مقصد سنڌ جي ماڻهن کي "جيئڻ جو حق" ڏيارڻ آهي ۽ سنڌ ۾ سيني سياسي ڌرين درميان "قومي اتفاق" راءِ پيدا ڪرڻ آهي." اڃا هن پنهنجي امن مارچ جي شروعات ئي نہ ڪئي تہ سنڌ جي هڪ ٻئي سڄڻ محترم رسول بخش پليجي اعلان ڪيو تہ عوامي تحريڪ 6 ڊسمبر کان سکر کان ڪراچي تائين لانگ مارچ ڪندي. هن "لانگ مارچ" جو مقصد هي آهي تہ " ڪالا باغ ڊيم نہ ٺاهيو وڃي ۽ بهارين کي نہ آندو وڃي." ڄام ساقي جو لانگ مارچ هڪ "فرد واحد" طرفان هو ۽ رسول بخش پليجو طرفان ڪيل لانگ مارچ هڪ "تنظيم" طرفان هو. ٻنهي درميان فرق صرف هي هو تہ ڄام ساقي جو لانگ مارچ خود ڄام ساقي کي "پيرين پنڌ" ڪرڻو هو ۽ رسول بخش پليجو طرفان اعلان ڪيل لانگ مارچ جو افتتاح پليجو صاحب کي ڪرڻو هو ۽ اهو لانگ مارچ، عوامي تحريڪ جي سياسي ليڊرن ۽ ڪارڪنن کي ڪرڻو هو. هن لانگ مارچ ۾ پليجو صاحب کي شرڪت ڪرڻي هئي، پر طئي اهو ٿيو تہ جيتري پليجي صاحب کي سندس صحت اجازت ڏيندي، انهيءَ مطابق پليجو صاحب لانگ مارچ ۾ خود بہ شريڪ ٿيندو.

قومي انقلابي سياست ۾ "لانگ مارچ" کي اهم مقام حاصل آهي. 1917ع ۾ جڏهن روس ۾ اشتراڪي انقلاب آيو تہ روس جي انقلابي حڪومت چين ۾ آزاديءَ جي حامي انقلابي تحريڪ جي حمايت جو اعلان ڪيو. چين جي انقلابي نوجوانن کي منظم ڪرڻ جو ڪم ڪامريڊ مائوزي تنگ شروع ڪيو. 1921ع ۾ چين ۾ ڪميونسٽن جي پهرين نيشنل ڪانگريس جو اجلاس شنگهائي ۾ منعقد ٿيو. جنهن ۾ "روسي بالشويڪي پارٽي" جي طرز تي ڪميونسٽ پارٽي جي قيام جو

اعلان ڪيو ويو. چين جي ڪميونسٽ پارٽي، روس جي ڪميونسٽ پارٽي جي تعاون سان هڪ منظم طريقي سان انقلاب لاءِ راهه هموار ڪرڻ شروع ڪئي. ان وقت چين ۾ "چيانگ ڪائي شيڪ" جي حڪومت هئي. 1931ع ۾ جاپان، چين جي علائقي "مانچوريا" تي قبضو ڪيو. چيانگ ڪائي شيڪ حڪومت خلاف عوام ۾ نفرت وڌڻ لڳي. مائوزي تنگ، عوام دشمن حڪومت جي خاتمي لاءِ لانگ مارچ جو اعلان ڪيو: ڪميونسٽن ۽ محنت ڪشن ڏهه هزار ڪلوميٽر پيدل سفر ڪري "نئين انقلاب" جي آبياري ڪئي. لانگ مارچ جي دوران چيانگ ڪائي شيڪ جي فوجن سان جهڙپون به ٿينديون رهيون، جنهن ۾ ڪميونسٽن کي ڪاميابي نصيب ٿي. لانگ مارچ دوران محنت ڪشن جنهن عزم و همت، صبر ۽ استقامت جو مظاهرو ڪيو، انهيءَ کي تاريخ ۾ اهم حيثيت حاصل آهي. انهن سيني مصيبتن جو مردانه وار مقابلو ڪيو. ڪيتريون جانيون قربان ٿيون، پر انهن قربانين سان انقلابي پنهنجي ڪاميابي جي منزل تي پهتا ۽ عوام دشمن حڪومت جو خاتمو ٿيو ۽ عوامي راڄ قائم ٿيو.

سنڌ جي تاريخ ۾ سڀ کان پهرين لانگ مارچ سنڌ جي پرائمري، سيڪنڊري ۽ ڪاليج استادن 1986ع ۾ ڪيو. هي لانگ مارچ "سنڌ ٽيچرس رابطه ڪميٽي" جي زير اهتمام "مورو کان ڪراچي" تائين ڪيو ويو. هي لانگ مارچ پنهنجي مطالبن مڃرائڻ سان گڏوگڏ ضياءَ آمريت جي آپيشاهي کي اکيلاڙو ڪرڻ هو. هن لانگ مارچ جي نتيجي ۾ استادن جا ڪئين مطالبا مڃيا ويا. هن لانگ مارچ ۾ نه صرف عام استادن حصو ورتو، پر ان سان گڏوگڏ استادن جي مرڪزي اڳواڻن پڻ پيرين پنڌ ڪري پنهنجا پير ڦٽون ڪيا.

عوامي تحريڪ جي لانگ مارچ ۾ عورتن، مردن حصو ورتو، هي لانگ 6 ڊسمبر 1991ع کان سکر کان شروع ٿيو ۽ 2 جنوري 1991ع تي گورنر هائوس ڪراچي تي ختم ٿيو ۽ عوامي تحريڪ طرفان گورنر سنڌ کي "قومي احتجاج نامو" پيش ڪرڻو هو. هن لانگ مارچ ۾ سنڌ جي سيني جماعتن سهڪار ڪيو ۽ سڄي سنڌ ڪالا باغ ڊيم ۽ بهارين خلاف نفرت جو اظهار ڪيو. هن لانگ مارچ سنڌ جي شهرن، ٻهراڙين ۾ اهو احساس جاڳايو ته سنڌي ڪنهن به صورت ۾ ڪالا باغ ڊيم ٺهڻ نه ڏيندا ۽ بهارين کي سنڌ ۾ آڻڻ ڪنهن به صورت ۾ برداشت نه ڪندا ۽ حڪمران طبقن تي پڻ لکت جي صورت ۾ واضح ڪيو ويو ته سنڌي پنهنجي قومي ۽ تاريخي حقن خلاف سازش ڪندڙن کي ڪڏهن به بخش نه ڪندا.

ڪامريڊ چام ساٿيءَ جو لانگ مارچ جنهن کي اسان "امن مارچ" چئون ٿا.

اهو فرد واحد طرفان شروع ڪيو ويو. هن امن مارچ جي نرالي نوعيت هي هئي ته هڪ ترڪ مٿان سنڌ جي سيني سياسي پارٽين جا جهنڊا لڳل هئا ۽ جهنڊن سان گڏوگڏ قرآن شريف، گيتا، سچل ۽ شاهه جو رسالو پڻ موجود هئا. هن لانگ مارچ جو مقصد سنڌ کي ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن کان بچائي "امن ۽ آشتي" جي ڌرتي بنائڻ آهي. سنڌين کي "جيئڻ جو حق" ڏيارڻ آهي.

چاچا ساقيءَ جڏهن کان ڪميونسٽ پارٽي جي "بند کولي" مان آزاد ٿيو آهي، هن جي ڳالهين مان ايئن لڳي ٿو ته هو "صوفي" وڏيڪ ۽ سياستدان گهٽ لڳي ٿو. اوليائن ۽ سياسي شهيدن جي مزارن تي حاضري ڏيڻ ۽ پاڻ سان گڏ صوفي فقير وٺي هلڻ ۽ سچي وات صوفياڻو ڪلام ٻڌڻ اهو ثابت ڪن ٿا ته هو سياستدان ڪان وڏيڪ صوفي بنجي ويو آهي.

هن لانگ مارچ جي خصوصيت اها آهي ته هن لانگ مارچ جي قيادت هو پاڻ ڪري رهيو آهي. پيرين پنڌ هلي سندس پير پٿون تي ويا آهن پر هن کي ڪابه پرواهه ناهي. حالانڪه هو بيمار آهي. هر دور ۾ جيلن ۾ گذارڻ، عذاب سهڻ هن کي مختلف بيمارين ڏئي ڇڏيون آهن. پر هن ۾ حوصلو آهي. هن جي لانگ مارچ دوران هڪ افسوسناڪ سانحو رونما ٿيو، جو چاچا جو اهو عظيم پيءُ جنهن چاچا کي چاچا بنايو. 31 ڊسمبر 1991ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. سائين سچل ٻن مهينن کان بيمار هو. هن کي چاچا جو انتظار هو. چاچا جيئن ئي حيدرآباد پهتو، چاچا جي ديدار ڪان پوءِ هن دم ڏنو. سائين سچل جي وفات جي ڪري چاچا کي ٽيجهي تائين حيدرآباد ۾ رهڻو پيو. پر سندس ساٿين ڪامريڊ قونو رستماڻي جي قيادت ۾ لانگ مارچ جو سلسلو جاري رکيو آهي. لانگ مارچ جو هي قافلو 10 جنوري 1992ع تي ڪراچي پهچندو.

پنهي لانگ مارچن جي پڄاڻي ڪان پوءِ سنڌي اهو سوچڻ تي مجبور ٿيندا ته ڇا هيڏي وڏي جاکوڙ ۽ ڪشالن ڪڍڻ کان پوءِ لانگ مارچ جا اهي مقصد حاصل ٿيا؟ جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهي لانگ مارچ شروع ڪيا ويا هئا. لانگ مارچ ڪان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو عمل سنڌين کي پنهنجي منزل تي رسائي سگهي ٿو؟ اهو سڀني سنڌين کي گڏجي ويهي سوچڻ گهرجي.

(خادم وطن- 4.1.92)

# قومر، قومپرستي ۽ قومي ٻڌي

اسلام آباد جي ايوانن ۾ ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ جو مسئلو سنجيدگيءَ سان زير غور آهي. وفاقي وزير اسلم خٽڪ صاحب اهو فرمايو آهي ته "پٺاڻ رهنمائن خاص طور تي خان عبدالولي خان سان ڳالهه ٻولهه ٿي آهي. وفاقي حڪومت ڪيس سنڌس زمين جو معاوضو ڏيندي. انهيءَ ڪري هاڻي خان ولي خان کي ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ تي ڪو اعتراض ڪونهي." ولي خان جنهن جي دعوئي آهي ته "هو قوم پرست آهي ۽ قومي حقن تي ڪنهن به قسم جي سودي بازي نه ڪندو، جيڪڏهن ڪالا باغ ٺاهيو ويو ته انهيءَ کي بم سان اڏائي ڇڏيندو. "جڏهن کان آءِ جي آءِ جي سرڪار اقتدار ۾ آئي آهي. ولي خان جنهن لاءِ انقلابي شاعر "حبيب جالب" فرمايو هو ته "ولي خان اهو واحد رهنما آهي. جنهن ڪڏهن به اقتدار جي ايوانن تي پنهنجو "سيس" نه نوايو آهي، پر هينئر ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو ته موجوده دور ۾ ولي خان نه صرف اقتدار جي ايوانن جي چوڪٽ تي پنهنجو سر پر ست فوٽ وارو لمبو جسم داخل ڪري "ليٽاڙيون" پائي رهيو آهي ۽ "هز ماسٽر وائس" بنيل آهي. چوٽي آهي ته "سوناري جا سؤ ڌڪ لوهار جو هڪ ئي ڌڪ ڪافي آهي." هو اتفاق فائونڊري جي مالڪن جي ساراهه جا ڍڪ پري رهيو آهي. جمهوريت، سيڪيولرزم ۽ قوم پرستيءَ جا اصول ترڪ ڪري اقتدار جا مزا ماڻڻ ۾ مصروف آهي. شايد پٺائي اهڙن ئي موذين سان مخاطب ٿي فرمايو آهي ته "حيف تنين هوءِ وطن جنين وساريو." پر چوندا آهن ته جيڪو ماڻهو "زن مريد" بنجي ويندو آهي ان مان ڪنهن به قسم جي غيرت جي اميد رکڻ "ٻيهر کان ٻير گهرڻ" آهي. بيگم نسيم ولي خان نه ڄاڻ ڪهڙي پير مرشد کان تعويذ ٺهرائي ولي خان کي گهوٽي پياريو آهي، جو ولي خان کان عظيم سرخپوش رهنما خان غفار خان جا اصول وسري ويا آهن ۽ ولي خان جو موجوده "موقع پرست ڪردار" ڏسي "عظيم غفار خان" جو روح به قبر ۾ تڙپندو هوندو. بيگم نسيم ولي خان پنهنجي ڀاءُ کي وفاقي وزير بڻايو ۽ ولي خان جي نڪ ۾ اهڙي مضبوطي واري "مهار" وڌي آهي جو هو بيگم نسيم ولي خان جي مرضيءَ بغير چري ڦري نه ٿو سگهي. هونئن به پٺاڻ اقتدار ۾ پنجابين سان ڀاڱي ڀائيوار آهن. صرف بلوچ ۽ سنڌي اهڙيون قومون آهن، جن جو ڀرپور نموني سان قومي استحصال ڪيو پيو وڃي. ٻنهي قومن جي قومي حقن تي ڌاڙي هڻڻ ۾ پٺاڻن کي انهيءَ ڏوهه کان آجو نه ٿو ڪري سگهجي. پختون روايتن جو عظيم قومي شاعر "اجمل خٽڪ" جنهن جي "اصول پرستي" ۽ "وطن پرستيءَ" تي ماڻهو قسم کائيندا هئا، اهو به

اقتدار جي مزن ماڻڻ ۾ مصروف آهي ۽ ڪراچي اچي سنڌين جي قاتل "دهشت گرد تنظيم" جي "قائد" جي شان ۾ قصيده پڙهي ٿو. انهيءَ ڪان وڌيڪ پيو ڪهڙو هاجو ٿي سگهي ٿو ته اجمل خٽڪ جهڙو بااصول باضمير انسان "سنڌين جي قاتل" کي "قاتل" سڏڻ لاءِ تيار ئي ناهي. بلڪ سنڌين جي قاتل کي پنهنجي سيني سان لائي مبارڪباد جا ٻول ٻولي ٿو. شيخ اياز جي اها ڳالهه واقعي سچ ثابت ٿي رهي آهي ته "ناٽي ۾ وڏي ڪشش آهي. ناٽو انسان جو ڇهون حواس آهي، ان ڪان سواءِ انسان جا پنج ئي حواس بيڪار آهن." ناٽو نر کي خسي ڪيو وجهي. ڏسٽا وائسٽا ماڻهو ڪوڏين ملهه وڪاميو وڃن ٿا. ٻناڻن کي ڪهڙي ميار ڏجي. اُهي ته "ڏاريان" آهن، پر اسان جا "پنهنجا" به خسيسَ مفادن خاطر "پاڻي وارو ناهه" تي صحيحون ڪري آيا. سنڌ اسيمبليءَ مان انهيءَ ناهه جي منظوري ورتائون. سنڌ جي سڄاڻ حلقن انهيءَ وقت به "گهوڙا گهوڙا" ڪئي ته پاڻي وارو ناهه، ڪالا باغ ڊيم ناهڻ جي راهه هموار ڪندو. پر حڪمرانن جهمريون هٽي، ناچ نچي، گيت ڳائي چيائون ته "اسان سنڌ لاءِ وڌيڪ پاڻي وٺي آيا آهيون." ڪاوش ۽ خادم وطن طرفان ڪرايل سيمينار ۾ ته سنڌ جي وزير قانون ۽ وزيرِ زراعت قبلي بادشاهه سيد مظفر حسين شاهه بغليون وڄائي چيو ته "اسان ڪالا باغ ڊيم ناهڻ جي راهه بند ڪري آيا آهيون ۽ سنڌ لاءِ وڌيڪ پاڻي وٺي آيا آهيون. جيڪي ماڻهو انهيءَ پاڻي واري ناهه جي مخالفت ڪن ٿا اهي سنڌ جا سڄڻ ناهن."، "مرشد جي تخت جو خير ۽ بخت جو خير." اڄ جڏهن ڪالا باغ ناهڻ لاءِ سنجيدگيءَ سان سانباها ٿي رهيا آهن ته قبلو سائين "پنڊ پهڻ" بنجي ويو آهي. چڻ وات ۾ مڱ پڄي ويا اٿس. افسوس جو اسان جا نمائندا وزارت خاطر قومي مفادن جو نيلام ڪن ٿا. چڻ وزارت ٻان لهڻ ڪان پوءِ هنن کي سنڌ مان لڏي وڃڻو آهي. انهيءَ ڪري "عارضي" ڳالهه لاءِ پنهنجي "آخرت" خراب ڪري رهيا آهن.

پيپلز پارٽي جيڪا سنڌ جي عوام جي اڪثريتي پارٽي آهي، اُها جڏهن ڪان پ پ مان "پي ڊي اي" ۾ تبديل ٿي آهي ته "تانگه پارٽين" جا اڳواڻ به پ پ پ کي "ڪيش" ڪرائڻ لاءِ پنهنجو قد ڪاٺ وڌائي رهيا آهن. انهن مان هڪ اڳواڻ جيڪو ملڪ محمد قاسم جيڪو تانگه پارٽي "مسلم ليگ ملڪ قاسم گروپ" جو اڳواڻ آهي ۽ سابق "وردي وارو ميجر" آهي، اهو انهيءَ سازش ۾ مصروف آهي ته ڪيئن به ڪري ملڪ جي سياسي پارٽين ۾ "قومي اتفاق راءِ" پيدا ڪجي ته جيئن ڪالا باغ ڊيم ناهيو وڃي. ملڪ قاسم ۽ اصغر خان جيئن ته "ريٽائرڊ" وردي وارا آهن، انهن جون همدرديون اڄا به اصل حاڪمن سان آهن. ڏيکاءُ خاطر پ پ پ سان گڏ آهن، پر ڪم اهو ڪن ٿا جيڪو اصل حاڪم کين ڏسين ٿا. ملڪ قاسم جي ڪالا باغ ڊيم ناهڻ واري "مشن" تي سنڌ جي باشعور طبقن کي سختي سان نوٽيس وٺڻ گهرجي. پ پ پ جنهن جون پاڙون سنڌ ۾ آهن، جنهن جي "ووٽنگ

بينڪ" به سنڌ آهي، انهيءَ ڪري سنڌ جي عوام کي اهو پڇڻ جو حق حاصل آهي ته ڇا پ پ پ ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ جي سازش ۾ شامل آهي؟ ڇا "اقتدار ڏيڻ" اهو شرط رکيو آهي ته ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ ڏنو وڃي!؟

ڪالا باغ ڊيم سنڌي قوم جي لاءِ "زندگي ۽ موت" جي حيثيت رکي ٿو. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪالا باغ ڊيم ٺهي ويو ته نه صرف سڄي سنڌ ويران ۽ ريگستان بنبي، پر سنڌي ماڻهو پاڻي پيئڻ کان به محروم ٿي ويندا. ڪالا باغ ڊيم ٺاهڻ واري منصوبي کي سنڌ جون سموريون پارٽيون رد ڪري چڪيون آهن، پر موجوده حڪومت کي سنڌين جي خواهشن لاءِ ڪو احترام ڪونهي. موجوده حڪومت هر اهو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهي، جنهن مان سنڌ ۽ سنڌين کي نقصان پهچي. هونئن ته ڪالا باغ ڊيم سڄي سنڌي قوم جو مسئلو آهي، ان لاءِ سيني سنڌ دوست ڌرين کي گڏجي "حڪمت عملي" ٺاهڻ گهرجي، پر سڀ کان وڌيڪ "قومي فرض" پ پ پ جو آهي، جيڪا هن معاملي تي واضح ۽ چٽو مؤقف اختيار ڪري. پ پ پ کي ملڪ قاسم جي سرگرمين جو سختي سان نوٽيس وٺڻ گهرجي، نه ته سنڌي عوام انهيءَ سوچڻ ۾ حق بجانب هوندا ته ڪالا باغ ٺاهڻ جي سازش ۾ پ پ پ به شامل آهي. سنڌي نه صرف "ڪالا باغ ڊيم" ٺاهڻ جي خلاف آهن، پر سنڌي اهو ڪڏهن به برداشت نه ڪندا جو درياءَ سنڌ تي ڪو "ڊيم" ٺهي!

پ پ پ جا اهي ڪارڪن جيڪي "سنڌ دوستي" جي هام هڻن ٿا، انهن کي مؤدبانه گذارش آهي ته هو پارٽي قيادت اڳيان سنڌي عوام جي مؤقف کي ايمانداري ۽ سچائي سان رکن. پارٽي قيادت جي لاءِ احترام هر ڪارڪن لاءِ "پارٽي ڊسيپلين" جي تقاضا آهي، پر پارٽي ڪارڪن کي "گونگو" "ٻوڙو" بنجي قيادت جي "ها" ۾ "ها" نه ملائڻ گهرجي. انهيءَ ۾ پارٽي جي ڀلائي آهي، ته سنڌ جي به ڀلائي آهي. پ پ پ جي قيادت کي اها به گذارش آهي ته اهي جي ايم سيد، ۽ ٻين سياستدانن جي خلاف ڪنهن به قسم جي پروپيگنڊه نه ڪن. سنڌي عوام جي خواهش آهي ته گهٽ ۾ گهٽ سنڌ سطح تي سيني سياسي پارٽين ۾ "قومي اتفاق راءِ" پيدا ٿئي. هر ليڊر قابل احترام آهي، انهن کي لوڻ سنڌ دوستي ناهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ کي هينئر مڪمل طور تي "قومي يڪجهتي" ۽ "قومي ٻڌي" جي ضرورت آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌ گهڻ طرفي حملن جي زد ۾ آهي، هر تنظيم کي پنهنجي پنهنجي "وت آهر" قومي سمجهه سان مختلف مورچن کي سنڀالڻو پوندو، نه ته اڳتي هلي سنڌي عوام موجوده سياسي پارٽين کي "رد" ڪري ڪا نئين قيادت کي اڳتي آڻڻ ۾ حق بجانب هوندا.

(خادم وطن- 15.2.92)

# سنڌ ۾ تاريخ جو ورجاءُ

قومن جي تاريخ ۾ ڪي ڏينهن اهڙا به ايندا آهن جو قومون انهن ڏينهن کي "قومي ڏينهن" ڪري ملهائينديون آهن. اسان مصيبتن ماريل قوم وٽ صرف 4 مارچ اهڙو هڪ ڏينهن آهي جنهن کي "قومي ڏينهن" ڪري ملهائيندا آهيون، هونئن ته اسان هام هڻندا آهيون ته اسان دنيا جي قديم ترين قوم آهيون. جنهن جو ذڪر مذهبي ڪتابن "رگ ويد"، "اوستا"، "اوپنشد" ۾ پڻ آيل آهي. مؤرخ اسان جي وجود جي ڪٿ "موئن جي دڙي" کان ڪن ٿا، يعني گهٽ ۾ گهٽ سنڌي قوم جي ڄمار پنج هزار سال آهي. پر هن قوم جو صرف هڪ "قومي ڏڻ" آهي. اسان وٽ جوڌن ۽ شهيدن جي هڪ ڊگهي لسٽ آهي. راجه ڏاهر کان وٺي شهيد نذير عباسي هن ديس جي ڌرتيءَ سان نينهن نڀايو آهي. مون سنڌ تي لکيل اڪثر تاريخن جو مطالعو ڪيو آهي، پر اهي تاريخون مون کي ڏند ڪٿائون ۽ مفروضن تي مبني آکاڻيون لڳنديون آهن. منهنجي نظر ۾ شايد انهيءَ جو ڪارڻ اهو آهي ته اسان جي تاريخ غيرن لکي آهي يا حاڪمِ وقت جي "پينشن" تي پلجندڙ مؤرخن لکي آهي. استخري جي لکيل تاريخ "مجمل البلاد"، عبدالرزاق اصفهاني جي لکيل "تاريخ اصفهان"، "تاريخ بلاذري"، "تحفته الڪرام"، "تاريخ معصومي"، نسياني جي تاريخ طاهري"، "تاريخ شهجهاني" مظهري چچ نامو جو جيڪڏهن اسان اڀياس ڪنداسين ته هر مؤرخ جي لکڻي ۾ ڪافي مختلف ڳالهيون نظر اينديون. انهيءَ ڪري اسان چئي سگهون ٿا ته في الوقت سنڌي قوم جي ڪا "مستند" تاريخ ناهي. انهي لاءِ سيني عالمن، اديبن ۽ مؤرخن کي هڪ هنڌ ويهي متو ٽيڪي سنڌ جي عوام کي ڪا مستند لکڻي ڏيڻي آهي. انهيءَ لاءِ مذهبي تعصب کي پاسيرو رکي بحيثيت سنڌي تي سوچڻو پوندو ۽ لکڻو پوندو. ڇاڪاڻ ته اسان کي هميشه اهو فخر رهيو آهي ته اسان پنج هزار سال پراڻا سنڌي آهيون. ۽ چوڏنهن سؤ سال پراڻا مسلمان آهيون ۽ شايد پنجيتاليهه سال پراڻا پاڪستاني آهيون. سنڌي سڏائڻ سان جيڪڏهن ڪو فتوي باز اسان جي لاءِ "غدار"، "ملحد" يا "ايجنٽ" جو لقب ڏئي ٿو ته اکين تي کڻڻ کان عار نه ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن قومي سفر ۾ الزامن جي پرواهه ڪبي ته پوءِ ڪابه منزل نه ماڻي سگهبي. صرف اسان جي نيت نيڪ هئڻ گهرجي ۽ اسان جي عشق جو دائرو صرف ۽ صرف "سنڌ" هئڻ گهرجي.

اسان سان اها به ويڌن آهي، جو پاڪستان جي قيام وقت اسان جي بزرگن مذهبي جذبي يا پنهنجي مستقل مفادن خاطر تحريڪِ پاڪستان ۾ حصو ورتو،

غيرن پنهنجي لکڻين ۾ انهن جي متعلق هڪ لفظ به نه لکيو آهي. ائين محسوس ٿئي ٿو ته چڻ سنڌي تحريڪِ پاڪستان ۾ شامل ئي نه هئا. صرف يو پي ۽ سي پي جي "پانِ کائو" لباڙين پاڪستان جوڙيو آهي. منهنجي نظر ۾ اها ڪا فخر جي ڳالهه ناهي، جو سنڌين تحريڪِ پاڪستان ۾ حِصو ورتو. پر هڪ ڳالهه تي منهنجو اهو مؤقف آهي ته جن به سنڌين تحريڪِ پاڪستان ۾ حَصو ورتو، انهن متعلق سڀ حقيقتون سنڌي قوم آڏو اچڻ گهرجن، ڇا ڪجي "مٺي به ماٺ، مٺي به ماٺ" بقول ڪنهن شاعر جي ته، "منزل انهن کي ملي جيڪي شريڪِ سفر نه هئا." اڄ حڪمرانن جي نظر ۾ اهي سڀ سنڌي "غدار" آهن جن پاڪستان جي ٺاهڻ ۾ پنهنجو پگهر وهايو. منهنجي ناقص مطالعي مطابق سائين جي ايم سيد پاڪستان جو "خالق" آهي، اڄ انهيءَ خالق تي خصوصي عدالت ۾ بغاوت ۽ غداري جي ڪيس هلائڻ جا سانباهه ٿي رهيا آهن. منهنجي نظر ۾ ڪنهن به "تخليق ڪار" کي اهو ڪائناتي حق حاصل آهي، جيڪڏهن ڪيس پنهنجي تخليق نٺي وٺي ته ان تخليق کي ڀڃي ڀورا ڪرڻ سندس فطري حق آهي.

هونئن به حاڪمن جي نظر ۾ سڀ سنڌي "غدار" آهن. پر پنهنجن ڪن "پيچ لتڪائو" وڏيرن کي هو محب الوطني جو سرٽيفڪيٽ ڏين ٿا، جيڪي سنڌي قوم جي نظر ۾ "غدار" آهن. پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ جڏهن "ون يونٽ" ٺاهيو ويو، ننڍين قومن کي پنجابي مفادن خاطر اسلام ۽ نظريه پاڪستان جي سگهارن سنگهرن ۾ سلهاڙيو ويو ۽ اهو فرمان جاري ڪيو ويو ته "الله به هڪ آهي، رسول به هڪ آهي ۽ قرآن به هڪ آهي، ته هاڻ قومن کي به هڪ هئڻ گهرجي، ان لاءِ ون يونٽ لازمي آهي." ون يونٽ جي آڙ ۾ سنڌ جون زمينون پڳڙن مُٺ تي نيلام ڪيون ويون. سنڌين لاءِ نوڪرين جا دروازا بند ڪيا ويا. ڪراچي ۽ حيدرآباد مان سنڌي ميڊيم اسڪول ختم ڪيا ويا. سنڌي ٻوليءَ کي ڏيهه نيڪالي ڏني وئي. "سنڌ" لفظ لکڻ کي غداري جي زمري ۾ شامل ڪيو ويو. سرڪاري دفتر ۾ سنڌ کي "سابق سنڌ" لکيو ويندو هو، چڻ سنڌ ڪو ريٽائرڊ ٿيل ڪامورو هجي، جو"سابق" لکيو ويندو هو. انهيءَ اونداهي دؤر ۾ جڏهن جنرل ايوب خان جو راڄ هو، انهيءَ خوفائتي ۽ ڀوائتي ماحول کي ٽوڙڻ لاءِ سنڌ جي اديبن، استادن ۽ شاگردن "جيئي سنڌ" جو آواز اٿاريو. اهو آواز سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو جي فضائن مان اُڀريو ۽ سڄي سنڌ جي ٻولار ۾ پکڙجي ويو. ايوبي آمريت جي هڪ ڪارندي ڪمشنر مسرور حسن انهيءَ آواز کي چيپاڻ لاءِ 4 مارچ 1967ع تي راجپوتانه اسپتال وٽ سنڌي شاگردن تي ظالمانه تشدد ڪيو. ڪيترائي شاگرد زخمي ٿيا. 207 شاگردن کي هٿڪڙيون هڻي سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ واڙيو ويو. هن قومي تحريڪ جو سرواڻ يوسف لغاري هو، جيڪو اڄ به ثابت قدم بيٺو آهي. "سچ ته بيٺو نچ" جيان نروار آهي، جنهن کي ڪوبه دؤر جهڪائي نه سگهيو آهي. اڄ به هو پنهنجي وس آهر پنهنجي هڙان ۽ وڙان خرچ ڪري "انا الحق" جو نعرو لڳائي پڙ ۾ بيٺو آهي. ڪاش سنڌي قوم ۾ يوسف لغاري جهڙا مخلص چند قومي ڪارڪن پيدا ٿي پون ته شايد اسان جو آڇو

جلدي ٿي پئي. سنڌي قوم کي اهڙن مخلص قومي ڪارڪنن جي همّت افزائي ڪرڻ گهرجي. 4 مارچ جي تحريڪ جا ڪئي ڪردار پنهنجو پاڻ کي "ڪيش" ڪرائي، وڏيون ڪرسيون ماڻي چڪا آهن، پر يوسف لغاري کي اڄان تائين ڪو خريد ڪري نہ سگهيو آهي. پلي اها ماءُ مَرڪي جنهن يوسف لغاري کي جنم ڏنو. اڄ بہ سنڌين سان جيڪو انڌير ۽ انياءُ آهي، پوليس جيڪا پورس جي هاٿي جيان سنڌين کي چيپاڻي رهي آهي، اسان جي لڄن کي ڌاڙن تي گهليو وڃي ٿو، بيگناهن کي باندي بڻايو وڃي ٿو تہ ڪير بہ پرسان حالِ ناهي. پر شابس يوسف لغاري کي آهي جنهن سنڌ ۾ ٿيندڙ انساني حقن جي ڀڃڪڙين خلاف آواز اٿاريو ۽ قومي ڪارڪنن جي قيد کي ڪورٽن ۾ چئلينج ڪيو ۽ سنڌين کي پوليس جي زيادتين کان دفاع ڪرڻ لاءِ ڪتابچو لکي ڇپايو. اسان سڀني کي يوسف لغاري جي هٿ ۾ هٿ ڏيئي سنڌي قوم تي ٿيندڙ ڏاڍ ۽ ڌڪاءُ خلاف ڀرپور آواز اٿارڻ گهرجي. اسان هر سال 4 مارچ تي پنهنجو قومي ڏينهن ڪري ملهايون ٿا. هن ڀيري 4 مارچ جي اهميت ۾ وڌيڪ نواڻ آئي آهي. هن سال بہ چند جوڌن ڊاڪٽر مير عالم مري جي قيادت ۾ سوزوڪين ۾ سوار ٿي راجپوتانہ اسپتال وٽ 4 مارچ جي يادگار جي پيڙهہ جو پٿر رکڻ ٿي چاهيو، پر پوليس سڄي علائقي کي گهيرو ڪيو. ڄام شورو ڦاٽڪ کان وٺي قاسم آباد تائين هزارين پوليس وارا پکڙيل هئا. انتظاميا هن علائقي ۾ غير اعلانيہ ڪرفيو نافذ ڪري ڇڏيو. ڪوٽڙي جي انتظاميہ پنهنجي نوڪري پڪي ڪرڻ لاءِ بيگناهہ شاگردن تي ظالمانہ تشدد ڪيو. ڊاڪٽر مير عالم مري ۽ سندس ساٿي شديد زخمي ٿي ويا. هنن شاگردن جو ڏوهہ اهو هو تہ هنن پنهنجو قومي ڏينهن ملهائڻ ٿي چاهيو ۽ قومي يادگار جي پيڙهہ جو پٿر رکڻ ٿي چاهيو، پر انتظاميہ کي اها ڳالهہ نہ وڻي، حالانڪ مون کي چڱي طرح ياد آهي تہ پ پ پ جي پهرين حڪومتي دؤر ۾ راجپوتانہ اسپتال وٽ ان وقت جي گورنر مير رسول بخش مرحوم 4 مارچ جي ياد جي پيڙهہ جو پٿر بہ رکيو هو، قومي يادگار تعمير ڪرڻ لاءِ رقم جو پڻ اعلان ڪيو هو ۽ سڄي سنڌ ۾ سرڪاري طور تي عام موڪل جو اعلان پڻ ڪيو هو. ان ڪري شاگرد پيڙهہ جو پٿر رکڻ ۾ حق بجانب هئا. حڪومتِ سنڌ کي اهو ظالمانہ تشدد نہ ڪرڻ گهرجي ها. پر جيئن تہ موجوده حڪومت سنڌين جي ووٽن تي راتاهو هڻي قائم ٿي آهي، ان ڪري سنڌ ۽ سنڌين جي ڀلائي جي ڪا بہ ڳالهہ نٿي وڻي، انهيءَ ڪري هنن بيگناهہ معصوم شاگردن جو رت وهايو. منهنجي نظر ۾ ڊاڪٽر مير عالم مري ۽ سندس ساٿين 4 مارچ جي تحريڪ کي پنهنجي رت جو ريج ڏئي قومي تحريڪ کي وڌيڪ سگهارو ڪيو آهي. ڊاڪٽر مير عالم مري، يوسف لغاري جي طرفان شروع ڪيل "قومي تحريڪ جي سفر" جو تسلسل آهي ۽ اهو تسلسل اڳتي تائين جاري ۽ ساري رهندو.

(خادم وطن– 7.3.92)

# ٿر ۾ رشوت جو اگهه

ٿر ۾ وسڪار نه پوڻ ڪري اڄ ٿر جا انسان توڙي حيوان اذيتناڪ صورتحال مان گذري رهيا آهن. اڪثر ٿري ڏڪر واري صورتحال کان بچڻ لاءِ "بئراج" هليا ويا آهن. پر انهن جي اڪثريت بک ۽ بدحاليءَ هوندي به پنهنجا اباڻا وڙها ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن. پيٽ سان پٿر ٻڌي انهيءَ آس تي جيئي رهيا آهن ته شال ڪڪرن کي ڪهل پوي.

ٿر جي وڏي بدنصيبي اها آهي ته اتي روڊ ۽ رستن جو ڪو ڄار وڇايل ناهي. هڪ پڪو رستو ميرپورخاص کان عمرڪوٽ تائين آهي ۽ ٻيو رستو ميرپورخاص کان مٺي تائين آهي، نئون ڪوٽ کان مٺي تائين جيڪو پڪو روڊ ناهيو ويو آهي، انهيءَ ۾ پٿر استعمال نه ڪيو ويو آهي، پر رڳو واريءَ تي ڏامر وڇايل آهي. اسرائيل، هندستان، آفريڪا ۽ چين ۾ به اها ٽيڪنيڪ استعمال ڪئي وئي آهي. عمرڪوٽ يا مٺي کان اڳتي ڪوبه پڪو روڊ يا رستو ناهي. ماضيءَ ۾ سنڌ سرڪار روڊن ۽ رستن جون ڪيتريون اسڪيمون تيار ڪيون هيون، پر "اسلام آباد" انهن رستن جي منظوري ڏيڻ لاءِ تيار ناهي، ڇاڪاڻ ته ٿر ۾ روڊن ۽ رستن ٺهڻ سان پاڪستان جي سلامتي خطري ۾ پئجي ويندي. اسان جا حڪمران ڪيڏا نه منافق آهن. "لاهور ۽ امرت سر" درميان ويڪرو پڪو رستو ٺهيل آهي ۽ ريل جو رستو پڻ آهي. روزانه هزارين انسان جن ۾ هندو، سک ۽ مسلمان شامل آهن، اتان هندستان ۽ پاڪستان اچن وڃن ٿا. انهن روڊن ۽ رستن سان پاڪستان جي سلامتي کي خطرو ناهي. باقي ٿر ۾ روڊن ۽ رستن ٺهڻ سان پاڪستان اٿي پوندو. پاڪستان جهڙو ڪمزور ملڪ شايد ڪو دنيا ۾ هجي، جنهن جي ٺهڻ ۽ ڊهڻ جو بنياد رڳو رستا هجن.

ٿر ۾ رستن نه هئڻ ڪري ٿرين کي سفر ڪرڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ده صورتحال کي منهن ڏيڻو پئي ٿو. هڪ ته وقت ضايع ٿئي ٿو، ٻيو ڀاڙو به گهڻو آهي. ٿر جي واحد ۽ نرينه ٽرانسپورٽ صرف "ڪيڪڙو" آهي، جنهن کي ٿري "صحرا جو جهاز" سڏين ٿا. ڪيڪڙو دراصل هڪ ٽرڪ نما بس آهي، جيڪا ٻي عظيم جنگ ۾ فوجين جي سواري لاءِ استعمال ڪئي وئي هئي. 1945ع ۾ "ورلڊ وار" جي خاتمي کان پوءِ اهي گاڏيون ٿرين کي نصيب ٿيون آهن. ڪيڪڙي ۾ انسان توڙي جانور گڏ سفر ڪندا آهن. ٻنهي جي درميان ڪوبه فرق ناهي. ڪين سيٽون به ساڳيون ملن ٿيون ۽ ڀاڙو به ساڳيو ڏيڻو پوي ٿو. انسان هوائي جهاز تي سفر ڪن ٿا، ڪين ايئرڪنڊيشنڊ بسون ميسر آهن، پر ٿرين جي نزديڪ اهو ڪيڪڙو ئي هوائي جهاز آهي ۽ ايئرڪنڊيشنڊ بس آهي.

سفر جي دوران اسان وڏين آرام ده گاڏين ۾ سفر ڪيو ۽ ڪيڪڙي جي سفر کان محروم رهياسين. پر "مظفر شاهه" جي ڳوٺ کان "ڪانٽيو" جو سفر اسان لاءِ اذيت سان ڀرپور هو. پٽن تان لهڻ ۽ چڙهڻ ۽ ور وڪڙن، اسان جي پيٽ ۾ ولوڙ وجهي ڇڏيو. آنڊا منهن ۾ تي آيا. منهنجو پيارو ساٿي ڊاڪٽر ظفر عباسي جنهن جي شخصيت گهڻ پاسائين آهي، پر جسم ۾ نبل آهي، انهيءَ نئين سفر جي سٽ نه جهلي سگهيو ۽ عمرڪوٽ ۾ ڪيل ناشتو ٻاهر پٽن ۾ اوتي ڇڏيائين. منهنجي ڀيڻ سعيده بشير هن سميت سفر جي سيني ساٿين کي ڪتمتا ڪارايا. جيڪي عمرڪوٽ مان نڪرندي استادن جي عظيم ۽ مخلص اڳواڻ قادر بخش طالباڻي ورتا هئا. شايد قادر بخش طالباڻي کي ٿر جي سفر جو ڪافي تجربو هو ۽ هوندئن به طالباڻي صاحب "جهانديده" شخص آهي، جنهن جون نظرون هميشه "مستقبل" تي هونديون آهن.

ٿر ۾ بک ۽ بيروزگاري ڪري ٿري عذابن ڀري زندگي گهاري رهيا آهن. اهي جيئري جهنم ۾ آهن. ڇاڇري ۾ جڏهن مون اجايل بڪايل انسانن جو هجوم ڏٺو ته اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. ٻڍا ۽ ٻار، پوڙهيون ۽ نياڻيون انهيءَ آس تي گڏ ٿيون هيون ته شايد اسان "امداد" ورهائڻ آيا آهيون. سرمائيدار نواز شريف اهو اعلان ڪيو هو ته ڏڪر کان بچڻ لاءِ في ٿري کي 5 ڪلوگرام ڪڻڪ مفت ڏني ويندي. نواز شريف طرفان امداد ڪيل ڪڻڪ به سياست جي ور چڙهي وئي. ڪجهه لاتن، وزيرن، مشيرن ۽ اربابن جي ڪارندن جي ور چڙهي ۽ باقي مان ڪامورا "جاوا" ڪيا. ترڪي، افغانستان، ايٿوپيا جي عوام لاءِ هزارين ٽن ڪڻڪ موڪلي وڃي ٿي، پر پنهنجي ملڪ جي مسڪين مارواڙن کي چند ڪڻڪ جا داڻا به نتا ڏنا وڃن. "ڇاڇرو" ۾ هڪ ڪاموري ٻڌايو ته سرڪار ٿرين جي مدد لاءِ 40 روپين مڻ جي حساب سان ڪڻڪ وڪرو ڪري ڏيڻ جو اعلان ڪيو آهي. اها ڪڻڪ سرڪاري گودامن ۾ پيل آهي، جيستائين ٿري شناختي ڪارڊ نه نهرائيندا، ايستائين اها ڪڻڪ انهن ۾ نه ورهائي ويندي. سرڪار جي سِتم ظريفي ڏسو ته شناختي ڪارڊ نهرائڻ جي بهاني ٿرين کي ڪڻڪ ڏيڻ کان محروم ڪيو پيو وڃي. سرڪار جي نظر ۾ شايد ٿري ماڻهن جو "پيٽ" اليڪشن جو "بيلٽ باڪس" آهي. جهڙي طرح شناختي ڪارڊ کان سواءِ بيلٽ باڪس ۾ ووٽ وجهڻ نٿو ڏنو وڃي. اهڙي طرح شناختي ڪارڊ کان سواءِ ٿرين جي پيٽ ۾ ڪڻڪ وڃڻ مشڪل آهي. شناختي ڪارڊ مهيا ڪري ڏيڻ سرڪار جو ڪم آهي، انهيءَ سچ ۾ ٿري شناختي ڪارڊ ڪٿان آڻين؟ شناختي ڪارڊ جي آفيس ته هنن کان سوين ميل پري آهي. سرڪار عام چونڊن ۾ ته چند ڏينهن ۾ لکين ڪوڙا شناختي ڪارڊ نهرايا هئا. پنهنجي حامي اميدوارن جي حوالي ڪيا هئائون، پر ٿرين لاءِ "هنگامي بنيادن" تي شناختي ڪارڊ ٺاهڻ واري "ٽيم" موڪلڻ مشڪل آهي! "ڪٿي ڍور سڄا، ڪٿي چور سڄا." ٿر جا ماڻهو خوددار آهن. بک جي جهنم ۾ جلڻ جي باوجود هو ڪنهن اڳيان هٿ ٽنگڻ

لاءِ تيار ناهن. مون ٿر جي دوري دوران ڪٿي به "پينو فقير" نه ڏٺو. ٿر جي عوام جي اها خواهش آهي ته سرڪار هر تعلقي هيڊ ڪوارٽر ۾ گهٽ ۾ گهٽ به "يوٽيلٽي اسٽور" کولي ته جيئن هو پنهنجو سڀ ڪجهه وڪڻي ڪجهه جيئڻ جو سامان خريد ڪري سگهن.

"راشن ڊپو" جيڪي گهٽو ڪري "اربابن" جي حوارين حوالي تيلَ آهن، اتي ٿرين کي مٽي ۽ ڪنڪرين سان ڀريل ڪٽڪ فراهم ڪئي ويجي ٿي. انهي ڪٽڪ حاصل ڪرڻ لاءِ اڳهه ڪان وڌيڪ "ادائي روپيا" في مڻ بطور رشوت ڏيڻا پون ٿا، جيڪو حصو پٽي طور ڪامورا ورهائي کڻن ٿا. ٿر ۾ "رشوت جو ريٽ" به ڏڪر جي لحاظ کان گهٽ آهي. ڪامورن ٿرين تي رحم کائي اهو اڳهه گهٽ ڪيو آهي. انهيءَ جو مثال هيئن هڪ ٿريءَ ڏنو ته، "ڊوميسائيل" نهرائڻ لاءِ ڇاڇري جو اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ مختيارڪار ٿرين تي "ديا" کائي صرف في ڊوميسائيل ويهه روپيا وٺن ٿا. مان اسسٽنٽ ڪمشنر ڇاڇرو ۽ مختيارڪار کي سلام ٿو پيش ڪيان جو گهٽ ۾ گهٽ هنن کي مسڪين ٿرين تي ٿوري ڪهل ته اچي ٿي، جو انهن جي "اسٽئنبرڊ" مطابق نذرانو وٺن ٿا. اهڙن بااصول ۽ همدرد آفيسرن کي ترت ترقيءَ ملڻ گهرجي.

(خادم وطن- 19.4.92)

## ٿر - ڏڪار جو ڏيهه

ٿر اڄ ڪلهه ڏڪر جو ڏيهه بنيل آهي. بک بيروزگاري ۽ بدحالي ٿرين جو مقدر بنجي چڪي آهي. ٿر جي سياسي شڪارين اربابن جي دعوت تي جڏهن نواز شريف مٺي آيو هو ۽ اعلان فرمايو هئائين ته ٿرين کي پنج هزار نوڪريون فراهم ڪيون وينديون، پر انهيءَ اعلان تي ڪو عمل نه ڪيو ويو. موجوده حڪومت جي دور ۾ ٿرين توڙي سيني سنڌين لاءِ وفاقي حڪومت توڙي صوبائي حڪومت نوڪرين جي دروازن کي اهڙو ته مضبوط ڪلف لڳايو ويو آهي، جو ان جي چاٻي سنڌ جي وزير اعليٰ وٽ به ناهي. نوڪرين جا احڪامات رڳو اسلام آباد ۽ عزيز آباد مان جاري ڪيا وڃن ٿا. سنڌ جي وڏيرن، جاگيردارن کي رڳو پنهنجي روزگار جو فڪر آهي. ڪي وفاقي سرڪار ۾ "پگهاردار" آهن، ڪي سنڌ ۾ وزارت ۽ مشاورت تي فائز آهن. ڪي اڃان انتظار ۾ آهن ته شايد وزارت يا مشاورت جلد نصيب ٿئي. اسلام آباد ۽ عزيز آباد جي دربار ۾ حاضرين ڀرڻ ۾ پورا آهن ته ڪين

روزگار جو تحفظ ڏنو ويجي. باقي سڄي سنڌ جو عوام مري يا جيئي، هنن جو انهن سانَ ڪوبہ رشتو ناتو ناهي. هي "غرض جا غلام" رڳو پنهنجيءَ ۾ پورا آهن. نوڪري تہ ڇا پر سنڌين کي ملندڙ زڪوات ۾ امداد ڏيارڻ لاءِ تيار ناهن. نواز شريف جي دوري مان ٿرين کي تہ ڪو فائدو نہ رسيو، البتہ "اربابن ۽ لاٽن" کي ضرور پهتو. ڪن کي تہ قرضِ حسنہ طور ڪروڙ روپيا ڏنا ويا تہ ڪن کي "ٿر رليف ڪميٽي" جو چيئرمين بنائي خوشحال بنايو ويو. ويچارن مسڪين "اربابن" ۽ "لاٽن" کي خوش ڪري، سرڪار ائين سمجهي ٿي تہ ڏهہ لک ٿرين جا ڏک درد دور ٿي ويا. ڇاڪاڻ تہ اهي "تاحيات ٿرين جا نمائندا" آهن. ٿرين کي ڪهڙي مجال جو اربابن کان منهن موڙين. ارباب اهي "ديوَ" آهن جو ٿرين جو "جهڻ ٻچو" رلائي سگهن ٿا.

ٿر ۾ گهڻيون ئي بيماريون آهن، پر سڀ کان وڏي بيماري غربت آهي، جنهن جو علاج نہ انقلابين وٽ آهي ۽ نہ ئي قوم پرستن وٽ. سڪڻن نعرن سان غريبن جي غريبي نہ دور ٿي آهي ۽ نہ ئي ٿيندي. سنڌ ۾ ڪا بہ اهڙي سگهاري سياسي تنظيم ناهي، جو انهيءَ غربت جو علاج ڪري سگهي. اڪثر سياسي پارٽين جا انقلابي ۽ قوم پرست اڳواڻ "غربت دور ڪرڻ" جو نعرو لڳائي، پنهنجي "غريبي" دور ڪري رهيا آهن، جن وٽ جهوپڙي نہ هئي اهي اڄ محلن ۾ زندگي بسر ڪري رهيا آهن، جن وٽ چڙهڻ لاءِ "گڏهہ" بہ نہ هئي، اهي پيجارو کان گهٽ ۾ پير نہ ٿا رکن. سنڌ جي طاقت جو محور سنڌ جا نوجوان آهن، جيڪي اسٽيجن تي سنڌ جي ڏکن سورن جون ڳالهيون ڪن ٿا. پر عملي زندگيءَ ۾ رڳو پنهنجون تڪليفون دور ڪرڻ ۾ پورا آهن. مون کي اهو چوڻ ۾ ڪو عار ناهي ۽ اها هڪ مجيل حقيقت آهي تہ اسان جي قوم جو نوي سيڪڙو نوجوان ڪرپشن ۾ ملوث ٿي چڪو آهي. جنهن قوم جا نوجوان سپاهي ڪرپٽ هجن، انهيءَ قوم کي ڪڏهن بہ آجپو نصيب نہ ٿيندو. غلامي سندن مقدر آهي، جيڪڏهن سڪڻن نعرن سان آزادي ممڪن هجي ها تہ اڄ ڪيتريون قومون غلامي جي زنجيرن مان آزاد ٿي چڪيون هجن ها.

غربت ۾ ٻڪ ڪري ٿر جي عوام کي غريباڻي بيماري ٽي بي آهي. هڪ سروي مطابق ٿر جو سٺ سيڪڙو عوام ٽي بي جهڙي موذي مرض ۾ مبتلا آهي ۽ انهن ۾ اڪثريت ٿرين جي آهي. ٿر ۾ سرڪار هيلٿ سينٽر ۽ تعلقہ اسپتالون تہ قائم ڪيون آهن، پر انهن اسپتالن جا ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽرياڻيون ڊيپوٽيشن تي ڪراچي، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ ويٺا آهن. حڪومت کي گهرجي تہ ٿر جي پوسٽن تي ڪم ڪندڙ ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽرياڻين جي ڊيپوٽيشن رد ڪئي وڃي ۽ انهن کي ٿر ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ اسپيشل الائونس ڏنو وڃي. خاص طور تي انهن ڊاڪٽرن کي پابند ڪيو وڃي تہ اهي گهٽ ۾ گهٽ ٿر ۾ ٽي سال نوڪري ڪن، جن ٿر جي ڊوميسائيل تي نوڪري ورتي آهي، ٿر جي عوام جو مٿن ڊوميسائيل جو قرض آهي، جنهن کي لاهڻ هنن جو

قومي فرض آهي. ٿر ۾ موبائيل هيلٿ يونٽن جو چار وچايو وچي. جاپان طرفان سازدا کي جيڪي قيمتي يونٽ ڏنا ويا هئا، انهن کي ڦتال بنايو وچي. سازدا جو سابق ڊائريڪٽر رزاق قريشي ته انهن موبائيل يونٽن جي پيٽرول جا پيسا به پيَ ويو. سنڌي ڪامورن جي اڪثريت کي سنڌ جيِ عوام سان وڏيرن جيان ڪا دلچسپي ڪانهي. انهن جو مقصد صرف مال ميڙڻ آهي، انهن جو هڪ ئي نعرو آهي "پاڻ خوشحال ته قوم خوشحال" سنڌ سرڪار کي گهرجي ته سازدا ۾ ٿيل بدعنوانين، لٽ مار جي تحقيقات ڪرائي وڃي. مظلوم ٿرين لاءِ منظور ٿيل اسڪيمن تي رکيل رقم هضم ڪرڻ وارن کي بخش ڪرڻ عظيم گناهه آهي. سنڌ جو موجوده وزير اعليٰ قبلو سائين به ٿرين جي ووٽن تي چونڊجي اسيمبليءَ ۾ پهتو آهي. مرشد سائين کي سازدا ۾ ٿيل گهوٻين ۽ بدعنوانين لاءِ سنجيدگيءَ سان نوٽيس وٺڻ گهرجي. باقي سازدا لاءِ مقرر ڪيل اڻ چونڊيل مشير سردار ابن سردار غلام محمد مهر کي ته "حقي پيڙهه" ۽ ڪڪڙن ويڙهائڻ کان فرصت ناهي.

ٿر ۾ بک ۽ بدحالي ڪري ٽي بي سان گڏوگڏ "نائٽ بلائينڊنيس" جي بيماري به عام آهي، جنهن کي ٿري "شب خوري" يا "اکين کان سجهو" چون ٿا. هن بيماري ڪري سج لهڻ کان پوءِ ٿري ڏسڻ کان محروم بنجي وڃن ٿا. يعني رات جو اکين جو نور وڃائي ويهن ٿا. ٽي بي ۽ نائٽ بلائينڊنيس جي بيماري کي منهن ڏيڻ لاءِ هنگامي بنيادن تي موبائيل هيلٿ يونٽ موڪليا وڃن. ٿر جي ڊوميسائيل تي ڪم ڪندڙ ڊاڪٽرن کي به ڪجهه قرباني ڏيڻ گهرجي ۽ ٿرين جي خدمت لاءِ اڳتي اچڻ گهرجي. مال جي لاءِ جانورن جون اسپتالون قائم ڪيون وڃن، ڇاڪاڻ ته ٿر جي مسڪين ماڻهن جي اڪثريت جو گذارڻ چوپائي مال تي آهي. چوپايو مال ئي ٿرين لاءِ جاگير آهي، چوپايو مال ئي ٿرين لاءِ ڪارخانو آهي. انهن جي ڪُل پونجي کي بچائڻ لاءِ "چاري" سان گڏوگڏ دوائن جو پڻ بندوبست ڪيو وڃي. ٿري گوشت پوشت جا ٺهيل انسان آهن، اهي سنڌي هئڻ جي ناتي سان نه سهي، پر انسانيت جي ناتي سان علاج جا حقدار آهن. ٿر جي هڪ ڳوٺ "گوري" ۾ مون هڪ ٽي بي اسپتال ڏٺي، جيڪا يورپ مان آيل انگريزن قائم ڪئي آهي. اهي ٻئي ڏاڙهي مڙس جن يورپ جون رنگينيون ڇڏي، انسانيت جي خاطر اچي ٿرون وسايون آهن ۽ ڏينهن رات ٿرين جي خدمت ڪري، انسانيت جو منهن مٿي ڪيو آهي. اسان کي اهو احساس ڏياريو آهي ته اهي ٿر ڇاوا ناهن، نه ئي هنن جو ٻولي ۽ ڌرتي جي ناتي سان ڪو ٿرين سان رشتو آهي. پرَ هنن جي نزديڪ انسانيت کان وڏو ڪو مقدس رشتو ناهي، اسان جيڪي پاڻ کي سنڌي سڏايون ٿا. سنڌي ٻولي ڳالهايون ٿا. پر ٿر جي سنڌين لاءِ اسان وٽ صرف ڳالهائڻ جي حد تائين يا لکڻ جي حد تائين همدردي آهي. عملي طرح ٿر لاءِ اسان ڪجهه به نه ڪيو آهي. ٿر جي غريب مسڪين مارووڙن جي محبت ۾ هنن پنهنجو ديس ڇڏيو، پنهنجو ويس ڇڏيو،

پنهنجي ٻولي ڇڏي "ڊاڪي ٻولي" سکي، هاڻي مون کي ڪو اهو ٻڌائي ته عظيم اسين آهيون يا ست سمنڊ پار کان آيل هي "گورا". سنڌي ڊاڪٽرن ۽ ڊاڪٽرياڻين جو جيڪڏهن ضمير زنده آهي ته ضمير جي آواز تي پنهنجي غريب مسڪين هم زبان ماروئڙن جي مدد لاءِ وقت ڪڍڻ گهرجي. زندگيءَ جا ٻه ٽي سال ٿر لاءِ وقف ڪرڻ گهرجن. هنن سان اسان جو اهو ناتو آهي، جنهن کي ڪير ڇني نٿو سگهي. مشهور مؤرخ ابن خلدون قوم جي وصف پنهنجي تاريخي ڪتاب العبر جيڪو ڪتاب "مقدمہ ابن خلدون" جي نالي سان مشهور آهي، ۾ هن ريت بيان ڪئي آهي ته، "قوميت جي مترادف عربي زبان جو لفظ "عصبيہ" آهي. عربي لفظ "عصبہ" عصبيت مان نڪتو آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ گوشت جو مُچو يا مشڪون آهن، جهڙي طرح انسان جو بدني نظام مشڪن ۽ نسن ذريعي پاڻ ۾ ڳنڍيل آهي، اهڙي طرح قوم جا فرد به پاڻ ۾ ائين ڳنڍيل هوندا آهن. جڏهن پير ۾ ڪنڊو لڳندو آهي ته ان جو درد پورو جسم محسوس ڪندو آهي. اهڙي طرح ڪنهن قوم جي فرد کي ڪا تڪليف محسوس ٿئي ٿي ته ان جو درد پوري قوم جي فردن کي محسوس ڪرڻ گهرجي. ابنِ خلدون جئ قوم جي انهيءَ وصف کي ڏسي اسان کي اهو فيصلو ڪرڻو آهي ته ڇا اسان سنڌي قوم آهيون؟ پنهنجي قوم جي ڪنهن فرد جي ڏک کي پنهنجو ڏک سمجهون ٿا؟ ڇا ٿري سنڌي قوم جو حصو ناهن؟ انهن جو ڏک اسان جو ڏک ناهي؟ انهيءَ سوال جو جواب اسان سانجهہ وند ڊاڪٽرن ۽ ڊاڪٽرياڻين تي ڇڏيون ٿا، جيڪي پاڻ کي سنڌي سڏائين ٿا.

(خادم وطن- 26.4.92)

# نئون نائون مل - جليل ۽ ڪارونجهر

جڏهن کان سنڌ مٿان نئين نائونمل جو راڄ قائم ٿيو. سنڌ جو تعليم کاتو نسل پرست وزير ايم اي جليل جي حوالي ڪيو ويو. ارڙهن مهينن جي عرصي دوران هن سنڌ جي تعليم کي جيڪو ڪاپاري وارو ڌڪ پهچايو آهي، ان جو ازالو ايندڙ ارڙهن سالن ۾ به نه ٿي سگهندو. سال 1991ع جي بجيٽ ۾ سنڌ جي تعليم لاءِ ڪل پنجاسي ڪروڙ روپيا رکيا ويا. انهيءَ رقم مان صرف ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ميرپورخاص ۽ نوابشاهہ جي شهرن لاءِ نئين اسڪيمن لاءِ ستر ڪروڙ روپيا رکيا ويا. باقي سموري سنڌ لاءِ صرف پندرنهن ڪروڙ روپيا رکيا ويا آهن. ڪاليجن جي نون ڇاونجاهہ اسڪيمن مان پنجيتاليهہ اسڪيمون ڪراچي ۽ حيدرآباد شهرن لاءِ رکيون ويون آهن ۽ باقي يارنهن اسڪيمون اندرون سنڌ لاءِ رکيون ويون، سنڌ ۾ فني ڇاڻ

جي تعليم لاءِ بجيٽ ۾ 13 اسڪيمون ڏنيون ويون آهن، جنهن مان يارنهن پوليٽيڪنيڪ انسٽيٽيوٽ صرف ڪراچي ۽ حيدرآباد شهر لاءِ ۽ باقي ٻه ڳڙهي ياسين ۽ پنو عاقل لاءِ رکيون ويون آهن. ڪاليجن ۾ جيڪي چار سؤ کان مٿي ليڪچرار بغير ڪنهن اشتهار، انٽرويوءَ جي رکيا ويا آهن، انهن ۾ صرف چند سنڌي ڳالهائيندڙ آهن، اهڙي طرح ڪاليجن ۾ جيڪو غير تدريسي عملو لڪ چوري ۾ رکيو ويو آهي، ان جو تعداد به ٻه سئو کان مٿي آهي، انهيءَ ۾ هڪ به سنڌي ڳالهائيندڙ ڪونهي. ڪراچي، حيدرآباد، سکر شهر ۾ سنڌي لينگويج ٽيچرس جي ٽن سؤ جاين تي اردو ڳالهائيندڙ استاد رکيا ويا. اهڙي طرح پرائمري، سيڪنڊري استادن جي جاين تي ڳچ ڳوهه ۾ ايم ڪيو ايم جا حامي رکيا وڃن پيا.

ماضيءَ جي حڪومتن جيڪي اسڪيمون ٻهراڙين ۾ شروع ڪيون هيون، اهي سڀ اسڪيمون حيدرآباد، سکر، ميرپورخاص، نوابشاهه شهرن ڏانهن منتقل ڪيون ويون آهن. ايم ڪيو ايم جو نسل پرست وزير، سنڌ جي تعليم کي تباهه ڪري رهيو آهي. سنڌ جي ووٽن تي چونڊيل حڪومتي پارٽي توڙي پي ڊي اي جا ميمبر زبان کولڻ لاءِ تيار ناهن. بي ضمير سنڌي ڪامورا رکيو نوڪرين بچائڻ جي خوف ۾ وزير تعليم جي غير قانوني حڪمن تي اکيون پوري عمل ڪري رهيا آهن. ڪي "منسٽر" جي مالش ۾ پورا آهن، ڪي وزير تعليم جون جُتيون چَٽڻ ۾ مصروف آهن. ڪي "بي غيرتي" ۾ ايترو ته اڳتي نڪري ويا آهن جو ڪيس "سنڌي ٽوپيون" پارائي رهيا آهن ۽ "اجرڪون اوڍائي" رهيا آهن. سنڌ جي عوام کي اهڙن موقع پرستن منافق آفيسرن جا مڪروه چهرا ياد رکڻ گهرجن، جيڪي پاڻ کي "قوم پرست" سڏائين ٿا، پر وزير تعليم جا زر خريد غلام بنجي سنڌي قوم کي تباهه ڪري رهيا آهن.

ٿر، جيڪو اڳ ۾ ڪيترن ئي مسئلن ۾ ڦاٿل آهي، تعليم جي ميدان ۾ به پوئتي آهي. ٿر ۾ ماضيءَ جي حڪومتن مٺي، عمرڪوٽ ۾ گرلز ڪاليج ۽ ڏيپلو ۽ ڇاڇرو لاءِ بوائز ڪاليج منظور ڪيا هئا، اهي نسل پرست وزير رد ڪري ڇڏيا. ٿر ۾ هاءِ اسڪولن ۽ پرائمري اسڪولن جون جيڪي نيون اسڪيمون منظور ٿيون هيون، اهي ميرپورخاص شهر منتقل ڪري ڇڏيون. ٿر جي پوسٽن تي جيڪي سيڪنڊري ۽ پرائمري استاد رکيا ويا آهن، اهي ڊيپوٽيشن تي حيدرآباد ۽ ميرپورخاص شهرن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. ٿر ۾ نياڻين جي تعليم جو مسئلو شدت اختيار ڪري ويو آهي. جيڪي پرائمري، مڊل ۽ هاءِ اسڪول هلي رهيا آهن، انهن ۾ نالي ماتر استاد آهن. اڪثر گرلز اسڪولن ۾ ته هڪ به استاد ڪونهي. هن مسئلي کي "هنگامي بنيادن" تي حل ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ گهرجن. منهنجي ناقص راءِ مُطابق ٿر جي گرلز پرائمري اسڪولن ۾ استاد رکڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ تعليم اٺ درجا هئڻ گهرجي، يا گرلز پرائمري اسڪولن ۾ ريٽائرڊ ٿيل بزرگ پرائمري استاد

رکيا وڃن، اهي استاد جيڪي ڊيپوٽيشن تي وڏن شهرن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن، انهن جي ڊيپوٽيشن فوري طور تي رد ڪرڻ گهرجي. ٿر جي استادن کي پنهنجي علائقن جي پيٽ ۾ وڌيڪ پگهار ڏيڻ گهرجي. انهن کي ”خصوصي الائونس“ ڏنو وڃي ته ٿر ۾ تعليم جو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو.

ٿر جي اربابن ۽ لاٽن کي ته ٿر جي تعليم سان ڪابه دلچسپي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ٿر ۾ تعليم جي سجاڳي آئي ته پوءِ ٿري غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙي ڇڏيندا، اربابن سان ”مهاڏو اٽڪائڻ“ لاءِ تيار ٿي ويندا. ڇاڪاڻ ته تعليم سجاڳي ۽ جرئت آڻي ٿي. جاگيردارن ۽ وڏيرن سان اکين ۾ اکيون ملائڻ جي همت پيدا ڪري ٿي. سنڌ کي جيڪڏهن ”جاگيرداري ۽ وڏيراشاهي“ جي نظام کان نجات ڏيارڻي آهي ته پنهنجي ”سموري سگهه“ ۽ توجهه تعليم تي ڏيڻي پوندي.

ٿر ۾ جيڪي استاد مشڪلاتن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن، ان جو ڪاٿو لڳائڻ مشڪل آهي. اڪثر بوائز ۽ گرلز اسڪولن جي استادن کي ڇهن مهينن کان پگهار نه ملي آهي: اسلام ڪوٽ ۾ خواتين ڊويزن اسلام آباد ۽ سازدا جي سهڪار سان نياڻين لاءِ جيڪو ”هنري مرڪز“ قائم ٿيل آهي، انهن جي استادن کي پنجن مهينن کان پگهار نه ملي آهي. پر تنهن هوندي به منهنجي پينر استادن کي جس هجي، جو پيٽ تي پٽڙ ٻڌي هو اسان جي نياڻين جي تعليم جو سلسلو جاري رکيو اچن. هونئن ته سڄي سنڌ ۾ تعليم جي پيڙنگ ٿي رهي آهي، پر ٿر جي تعليم کي تباهه ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي وئي آهي. اهو ان ڪري ته ٿر ۾ سؤ سيڪڙو سنڌي آباد آهن ۽ نسل پرست وزير تعليم جي پوري ڪوشش آهي ته سنڌين جي تعليم کي مڪمل تباهه ڪري، انهن کي هميشه هميشه لاءِ غلام رکيو وڃي. سنڌس هن سازش ۾ چونڊيل سنڌي ميمبر ۽ بي ضمير ڪرپٽ ڪامورا شامل آهن، جيڪي صرف اهو دليل ڏئي جند ڇڏائيندا آهن ته جيڪڏهن اسان احتجاج ڪيو ته نوڪري هلي ويندي. نوڪري ۽ بدلي جي خوف ۾ سنڌي قوم سان جيڪي دشمني ڪري رهيا آهن، انهن کي ياد رکڻ گهرجي ته جڏهن وقت بدلجندو، سنڌين جو وارو ايندو ته انهن ”ابن الوقت“ بي ضمير ڪامورن کي ”عوامي عدالتن“ ۾ ڪيس هلائي ”ٿياس“ تي ٽنگيو ويندو. جيڪڏهن سنڌي قوم ايجا به معافي ڪلچر ۽ درگذر کان ڪم ورتو ته پوءِ پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ مشڪل ٿي پوندو. ”اڄڪي ڪان اڳ گهر جو گند صاف ڪرڻ تمام ضروري آهي.“

ڪڪرن کي ڪهل نه پوڻ ڪري، ٿر ڏڪر جو ڏيهه بنيل آهي، پر ٿر پنهنجي معدني وسيلن سان مالامال آهي. ٿر مان نڪرندڙ ”چائنا ڪلي“، ”گرنائيٽ پٿر“، لوڻ مان جيڪڏهن ٿر کي رائلٽي ڏني وڃي ته ٿرين جي سورن ۾ ڪمي اچي سگهي ٿي. ٿر جي هڪ مشهور جيالاجسٽ جي پال مطابق ٿر ۾ چائنا مٽي جا ذخيرا هڪ اندازي مطابق لکين ٽن آهن، انهن جي قيمت اربين روپيا ٿيندي.

جيڪڏهن چائنا مِٽي جا ڪارخانا ٿر ۾ لڳايا وڃن ته هڪ طرف ٿر جي ماڻهن کي روزگار ملي سگهي ٿو ۽ ٻئي طرف ٿر ۾ رستن جو ڄار وڇائجي ويندو. چائنا مِٽي مان ٺهيل ٿانوَ اسان ٻاهر برآمد ڪري لکين روپين جو زر مبادلو پڻ ڪمائي سگهون ٿا.

ننگرپارڪر ۾ جڏهن مون ڪارونجهر جبل ڪٽڻ جا آواز ٻڌا، دل ڏڪ ڏڪ ڪرڻ لڳي، ڪارونجهر جبل سونهن سوڀيا ۾ اسلام آباد جي "مرگلہ پهاڙين" کان ٻه وڌ آهي، جنهن جي سونهن متعلق شيخ اياز لکيو آهي ته، "هڪ ڀيري اسان ڪارونجهر تي بيٺا هئاسين. چوڌر ۾ ڳاڙهه هئي ۽ اڀ پهاڙ تي ڳربي اوڙهي بيٺو هو. اوچتو ڪارونجهر جي ڪور تي مور ڪنب ٽيڙيا ۽ ڪندرجي ڪندرجي، سنجها سوني آڪاس جي سنگهاسن تي ڪنهن ديوداسي وانگر نچيو."

اڄ اهو حسين ڪارونجهر ڪٽائي جي زد ۾ آهي. ڪٽڻ جي ٺڪاءَ ڪري مور غائب ٿي ويا آهن. مور ڏاڍو حساس پکي ٿيندو آهي. هن کي سانت ۽ سڪون وارو ماحول کپي. هو آزادي متعلق ايڏو ته حساس پکي آهي، جيڪڏهن ڪو هن کي قيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته وس آهر ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ڪجهه وقت اڏامڻ کان پوءِ جيڪڏهن شڪاري جي دام ۾ ڦاسي پيو ته فورن ڦٿڪي ساهه ڏيندو آهي. آزادي جي معاملي ۾ هو ڪنهن به قسم جو "سمجهوتو" ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندو آهي. اڄ ڪارونجهر ٺڪاءَ جي زد ۾ آهي ۽ مور غائب آهن. ڪارونجهر جي نالي متعلق هڪ ٿري ٻڌايو ته جبل جو جيڪو ڳاڙهو پٿر آهي، ان ۾ "ڪاري جهر" ٿيندي آهي، انهي ڪاري جهر مان "ڪارونجهر" جو لفظ جڙيو آهي.

ڪارونجهر جي سونهن کي برقرار رکڻ لاءِ ضروري آهي ته ڪارونجهر کي ڪٽڻ بند ڪيو وڃي. سنڌ سندرتي حسن جي حفاظت ڪئي وڃي. پٿر ڪٽڻ جا ٺيڪا منسوخ ڪيا وڃن نه ته ڪراچي جا سرمائيدار ڪارونجهر کي ڪوري وڪڻي ڇڏيندا ۽ اسان سنڌين لاءِ ڪارونجهر جو ايترو پٿر بچندو، جو پوءِ اسان ان کي "حجر اسود" جيان سنڀالي رکندا سين، ان کي چمندا رهندا سين ۽ ڳوڙها ڳاڙهيندا رهنداسين.

(خادم وطن- 2.5.92)

# سنڌ ۽ خونِ ناحق

اڄ ڪلهه ننڊ نٿي اچي، هر رات پاسا ورائيندي گذري ٿي، ڇت کي تڪيندي تڪيندي رات وهامي وڃي ٿي، ڪٿيون ڪر موڙي جاڳن ٿيون. سچ جا روشن ڪرڻا نه ڄاڻ ڪيڏي مهل سويرو ڪن ٿا؟ ڏينهن جو پنهنجي ڪلهي تي پنهنجي وجود جو لاش کڻي گهمندو رهان ٿو. ڪنهن سان ڳالهايان ٿو ته ذهن ۽ زبان ساٿ نٿا

ڏين. لڪان ٿو تہ ذهن مان لفظ پکيڙا بنجي پر ڪري اِڏامي وڃن ٿا. جسم ساٿو ساٿو آهي، ائين محسوس ٿئي ٿو تہ ڄڻ ڪنهن جسم مان سمورو سٽ ۽ رت چوسي ڪڍي ڇڏيو آهي. پنهنجي وجود ۽ ذهني ڪيفيت متعلق ڪجهہ نٿو چئي سگهان. گونگي جي حالت ۾ آهيان. سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ڇا ڪريان. هانءَ ڦاٽي رڙيون ڪريان، ڪنهن اونداهي ۾ گم ٿي وڃان. پنهنجو پاڻ ڪي سنڌوءَ جي حوالي ڪريان. منهنجي چوڌاري مجبوري ۽ مصلحت پسنديءَ جون زنجيرون پيل آهن. نوڪري جي مجبوري، ٻارن جي بکئي پيٽ جي مجبوري، بيمار امڙ جي مجبوري، هر روز اها خواهش شدت سان ابري ٿي تہ سڀ مجبوريءَ جون زنجيرون ٽوڙي ڇڏيان. پيچي پور ڪري ڇڏيان. پر ائين ڪري نٿو سگهان! ڇاڪاڻ تہ ارسطو مطابق مان هڪ "سماجي جانور" آهيان. سماج سان گڏ هي جيون گهارڻو آهي.

"روسو" مطابق آزاد ڄائو آهيان، پر هر طرف سماجي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهيان، نہ ڄاڻ ڪڏهن مون ۾ سچ جي سگهہ ايندي ۽ مان اهي سڀ زنجيرون ٽوڙي ڇڏيندس. ڇاڪاڻ تہ منهنجي ڌرتي تي جيڪي ڪيس ٿي رهيا آهن، اهي مون کي مجبور ڪري رهيا آهن تہ مان مجبوريءَ جون سڀ زنجيرون ٽوڙي "بغاوت جو علم" کڻي ٻاهر نڪري اچان ۽ اهلِ سنڌ سان مخاطب ٿيان تہ "اي سنڌيو! آخر ڪيستائين توهان ظلم برداشت ڪندا رهندا؟ آخر ڪيستائين جوان ڳڀرو پٽن جا لاشا کڻندا رهندا!؟ آخر ڪيستائين مجبور مسڪين مائرن جون هنجون اجڙنديون رهنديون؟ ڇا سنڌي ماءُ صرف انهيءَ لاءِ ڪائنات ۾ آئي آهي تہ سور سختيون سهي ٻار ڄڻيندي رهي، ڏک ڪائي انهن کي پاليندي رهي، جڏهن جوان ٿين تہ انهن جا سينا سنگينن سان پروڻ ڪيا وڃن!. انهن آسوند مائرن کي جيڏي ماريو وڃي، جيڪي انهيءَ انتظار ۾ در تي اوسيئڙي تي ويٺيون آهن تہ سندن ٻچڙو ايندو ۽ انهيءَ کي ڏسڻ سان سندن نيڻ ٺرندا. آخر ڪيستائين پوڙها پيءُ پنهنجي چيلهن کي ڪپڙو ٻڌي پنهنجي لخت جگرن جو ڇيچريل لاش مٽي ۾ پوريندا رهندا!؟

آخر ڪيستائين اسان جون سنڌي سهاڳڻيون مٽي مٽي ۾ وجهي ماتم ڪنديون رهنديون؟ پنهنجي ور جو انتظار ڪنديون رهنديون، جن کي بي گناهہ ڪٺو ويو. غسل ۽ ڪفن کان سواءِ دفن ڪيو ويو، آخر ڪيستائين معصوم ٻار پنهنجي ابي جي انتظار ۾ در ڏي واجهائيندا رهندا تہ "ابو ايندو اسان جا ڪپڙا آڻيندو. اسان لاءِ شيون آڻيندو." هي بي گناهہ معصوم ابهم ٻار آخر ڪيستائين ڪيهون ڪندا رهندا؟ جن جي ٻڌڻ سان جيءُ جهري پئي ٿو. هن جي ڪوڪارن تي آسمان واري کي بہ ڪهل نٿي اچي. اي سنڌ واسيو! ڇا توهان بہ گونگا ٻوڙا آهيو؟ پنڊ پهڻ بنجي ويا آهيو!؟ آخر توهان جي صبر جو بند ڪڏهن ٽٽندو؟ اهڙو سيلاب ڪڏهن ايندو؟ جيڪو سڀ ڪجهہ ٻوڙي ڇڏيندو، جنهن ۾ پهڻ، پٿر، سڀ لڙهي ويندا!

منهنجي ڌرتيءَ تي رڳو رڙيون آهن، ڪيهون ڪوڪون آهن. روح راڙو آهي،

سڏڪا ئي سڏڪا آهن. ڪو اهڙو ڏينهن نٿو گذري جو ڪنهن گهر ۾ ڪنهن سنڌي ڳڀرو جو لاش نٿو اچي. هر گهر ۾ ماتم آهي. ڪنهن کي ڊاڙيل مارين ٿا ته ڪنهن کي دهشت گرد، هر روز ڪونه ڪو ناٽڪ رچائي، ڪنهن نه ڪنهن ڳڀرو کي ڪُنو وڃي ٿو. شهيد نذير عباسي کان پوءِ اسانِ وٽ شهيدن جي هڪڙي ڊگهي لسٽ آهي جيڪي بغير ڪنهن ڏوهه جي اونداهين راتين ۾ ماريا ويا. صبح سوير قانون جا محافظ در تي دستڪ ڏين ٿا ۽ اهو چئي هليا وڃن ٿا ته "پنهنجي پٽ جو لاش ايڌي سينٽر مان کڻي وڃو." هر سنڌي ماٺهو هيسيل آهي، جڏهن به ڪو پرهه ڦٽي مهل در جو ڪنڊو کڙڪائي ٿو ته ڏڪندڙ هٿن سان در کولي ٿو. پنهنجي گهر جا ڀاتي ڳڻي ٿو ته ڪو ڀاتي کٽل ته ناهي، جڏهن ڪو پٽ نوڪري سانگي ٻاهر وڃي ٿو ته هن جي ماءُ جي هر رات عذاب ۾ گذري ٿي، هن جي لبن تي اها ئي دعا آهي ته "شل ٻچڙو خير سان موٽي اچي."

سڄي سنڌ جو ساڍا چار ڪروڙ عوام انهيءَ بي يقيني جي ڪيفيت ۾ جيئڻ گهاري رهيو آهي، هن کي هرروز ڪنهن نه ڪنهن لاش جو انتظار رهندو آهي! 11 مئي جي رات سنڌين لاءِ قيامت جي رات هئي، جڏهن ٽيليويزن تان، اها خبر آئي ته شاهه بندر جي ويجهو ڪليل سمنڊ ۾ "نيول ٽاسڪ فورس" جو دهشتگردن سان مقابلو ٿيو، جنهن ۾ ست دهشتگرد ماريا ويا، چوڏهن گرفتار ٿيا، چار ڀڄي ويا. انهن دهشتگردن جو تعلق "الذوالفقار" سان آهي. هنن وٽان شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي وڏي فرزند مير مرتضيٰ ڀٽو جا ليٽر هٿ آيا آهن. اها خبر "نيول ٽاسڪ فورس" جي هڪ ڪمانڊر جي حوالي سان ٽي وي تان نشر ڪئي ويئي. جنهن "شاهبندر" ويجهو ڪنهن ٽارچر ڪيمپ ۾ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪيو هو. جنهن پريس ڪانفرنس لاءِ فوجي هيلي ڪاپٽر ۾ ڪراچي مان صحافي آندا ويا هئا. جنهن ۾ ڪوبه صحافي سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ نه هئو. شهيد ٿيندڙ نوجوانن متعلق اهو چيو ويو ته انهن جو تعلق "اندرون سنڌ" سان هئو. گرفتار ٿيندڙ نوجوانن جو تعلق به سنڌ سان آهي. انهي خبر کان پوءِ هر گهر جو اکڙ انهي انتظار ۾ هئو ته متان سندن گهر ۾ ڪو لاش اچي! ڇاڪاڻ ته شهيد ٿيل نوجوانن جا نالا نه ٻڌايا ويا هئا. 15 مئي کان پوءِ لاش اچڻ شروع ٿيا. هڪ لاش "يوسف ڪلو" جو هو، جنهن جو تعلق ماتلي سان هو. هڪ لاش مظهر اقبال ڀٽي جو هو. جنهن جو تعلق ڀرين اهو ڄاڻايو ويو ته اهو لاش صفدر جميل ڀٽي جو هو. مظهر اقبال ڀٽي جو تعلق ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سان هو. هن جو لاش ڇچريل هو، هن جي جسم تان ڪل روڙيل هئي.

ٻانهون جسم کان ڌار هو، سڄو جسم سڄيل هو، جسم تي ڪنهن به گولي جو نشان موجود نه هو. ڳريل لاش پلاسٽڪ ۾ ويڙهيل هو. لاش مان اهي آثار اچي رهيا هئا ته هي نوجوان ظالمانه تشدد جي ڪري شهيد ڪيو ويو آهي. هي لاش

ڳوٺ صاحب خان مرڙائي ۾ آيا، هي ٻئي لاش غلام مرتضيٰ مرڙائي ۽ رضا محمد مرڙائي جا هئا، جيڪي ٻئي پاڻ ۾ سئوٽ هئا. هنن جي جسم تي بہ ظالمانہ، بي رحمانہ تشدد جا نشان موجود هئا. سندن لاشن کي ڏسي ائين محسوس ٿي رهيو هو تہ ڄڻ ڪنهن ڪاسائي ٻنهي کي ڪاٽيءَ سان ڪٺو آهي. اهڙا نشان ٻنهي نوجوانن جي ڳلي تي موجود هئا. ماما الله داد مرڙائي ڪهڙي عزم ۽ حوصلي ۽ غم سان جوان پٽ ۽ ڀائيٽي جا لاش وصول ڪيا هوندا، اهو صرف ماما الله دادِ مرڙائي ئي ڄاڻي ٿو. هنن ٻنهي نوجوانن مان هڪ مزدور هو ۽ ٻيو ڪاٽن ايڪسپورٽ ڪارپوريشن نوابشاهہ ۾ ڪلرڪ هو. اهي ڪهڙي ڏوهہ ۾ ماريا ويا؟ ٿوري دير لاءِ ڪٿي سرڪاري موقف مڃجي تہ انهن جو تعلق پ پ پ يا الذوالفقار يا سپاف ورڪنگ ڪاميٽي سان هو. ڇا ڪو نظريو رکڻ ڏوهہ آهي؟ ڇا ڪنهن تنظيم سان وابستگي رکندڙ اهڙو وڏو ۽ عظيم ڏوهہ آهي؟ جو انهن کي سفاڪانہ تشدد جي ذريعي ماريو ويجي! اهو حق پاڪستان جي بي لغام حڪمرانن کي ڪنهن ڏنو آهي تہ ڪنهن کي ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ کان اڳ، ڪيس هلائڻ کان سواءِ تشدد جي ذريعي ماريو ويجي؟ مون دنيا جي ڪنهن بہ قانون ۾ نہ پڙهيو آهي تہ ڏوهاري کي صفائي پيش ڪرڻ کان اڳ ٽياس تي ٽنگيو ويجي.

پاڪستان ۾ اڄ ڪلهہ جمهوري حڪومت آهي، جنهن جي دعويٰ آهي تہ هي حڪومت اسلامي بہ آهي تہ جمهوري پڻ. پر ڇا اسلام اها اجازت ڏئي ٿو تہ ڪنهن فرد کي صرف انهيءَ ڏوهہ ۾ ماريو ويجي تہ هو مخصوص نظريو رکي ٿو؟ يا حڪمرانن جو مخالف آهي. ڇا جمهوريت انهيءَ ڳالهہ جي اجازت ڏئي ٿي تہ حڪومت جي مخالف شخص کي قانوني ڪارروائي بغير ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ کان اڳ گولي هڻي ماريو ويجي؟ مان "افلاطون" کان وٺي "برٽرينڊرسل" جي جمهوريت جي فلسفي کي پڙهيو آهي. مون کي ڪٿي بہ اها ڳالهہ نظر نہ آئي تہ مخالفن کي تشدد ڪري ماريو ويجي. شايد "آمر ضياءَ" جي جانشين، جمهوريت جو ڪو نئون فلسفو جوڙيو آهي، جنهن کي "نواز شريف برانڊ" جمهوريت جو نالو ڏئي سگهجي ٿو. سنڌ ۾ جيڪي بي گناهہ ست نوجوان الذوالفقار جي آڙ ۾ شهيد ڪيا ويا آهن، انهيءَ خونِ ناحق جي ذميواري نواز شريف ۽ مظفر شاهہ جي حڪومتن تي عائد ٿئي ٿي. دنيا جو ڪوبہ قانون ڪنهن بہ حڪومت کي اهو حق نٿو ڏئي تہ پنهنجي مخالفن کي قيد و بند ۾ رکيو ويجي يا انهن کي تشدد ذريعي ماريو ويجي. جيڪڏهن ڪنهن بہ فرد تي ڪو الزام آهي تہ انهيءَ کي ملڪي قانون تحت عدالت ۾ پيش ڪيو ويجي. انهيءَ جو ڪيس کلي عدالت ۾ هلايو ويجي، هن کي صفائي جو ڀرپور موقعو فراهم ڪيو ويجي. اها ڳالهہ انساني حقن جي منشور ۾ شامل آهي، جيڪو هاڻي پاڪستان جي آئين جو حصو آهي. نيول ٽاسڪ فورس وارن جيڪو ڊرامو رچائي ستن سنڌي نوجوانن کي شهيد ڪيو آهي ۽ باقي چوڏنهن نوجوانن کي ٽارچر

ڪيمپ جي زينت بنائي، آءِ ايس آءِ جي حوالي ڪيو ويو آهي، ان جي خلاف هر مهذب، جمهوريت پسند ۽ قانون جي احترام رکندڙ شخص کي آواز اٿارڻ کپي.

"ايمنسٽي انٽرنيشنل" ۽ "هيومن رائيٽس ڪميشن پاڪستان" کي سخت نوٽيس وٺڻ گهرجي، انصاف ۾ يقين رکندڙ اعليٰ عدالتن جي ججن تي مشتمل جوڊيشنل ڪميشن جوڙي، هن سنگين واقعي جي عدالتي تحقيقات ڪرڻ گهرجي، نه ته سنڌين جو اعتبار ۽ اعتماد قانون ۽ آئين تان ختم ٿي ويندو. اهي ئي ڪا راهه اختيار ڪري سگهن ٿا، جيڪا ملڪي سلامتيءَ لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿي سگهي ٿي. سنڌين پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ انهيءَ ڪري ووٽ نه ڏنو هو ته هر روز پنهنجي جوان ڳڀرو پٽن جا "بي ڪفن لاش" وصول ڪندا رهن. سنڌين کي اهڙي ڳالهه تي مجبور نه ڪيو وڃي، جو هو هٿيار کڻي اٿيا ٿين، انهيءَ عمارت کي ڊاهي ڇڏين، جيڪا هنن لاءِ "عذاب گهر" بڻجي وئي آهي.

(خادم وطن- 20.5.92)

# سنڌ ۾ آپريشن بلو فاڪس

اسان جي بزرگن هنبو ڇيون هڻي پنهنجي لاءِ ڌار ملڪ ورتو، اهو ملڪ جيڪو صرف مسلمانن لاءِ حاصل ڪيو ويو، جنهن ۾ غير مسلم جي رهڻ جي ڪا گنجائش نه هئي. انگريز آقائن اهو چئي برصغير کي ڀ اڌ ڪيو ته هڪ ملڪ صرف مسلمانن لاءِ هوندو ۽ ٻيو ڪافرن لاءِ. اسان جشن ملهايا، ديڳيون لاٿيون سين، ڏٺي جا شڪرانه نفل ادا ڪياسين ته واٽين مان جان ڇٽي، آزاد وطن ۾ سيني وسيلن تي وارثي اسان جي هوندي. اعليٰ عهدا ٻه اسان کي ملندا، پليون زمينون ٻه اسان کي ملنديون. هڪ آزاد ملڪ ۾ آزاد شهري جي حيثيت سان سک جو ساهه کڻنداسين، پاڻ ئي حاڪم هونداسين ۽ پاڻ ئي محڪوم، راجا ٻه پاڻ ته پرجا ٻه پاڻ. اجان آزاديءَ جو جشن جاري هئو ته سنڌ جي سري ڪراچي اسان کان کسي وئي. وفاق جي بندي خاني ۾ بند ڪئي ويئي، کهڙو ڪيپو، ڇيو ته وزارت اعليٰ تان ٽپڙ ويڙهايونس، پويان وزارت اعليٰ جي عاشقن جي ڊگهي قطار هئي، ڪو پير هو ته ڪو مير هئو. ڪرسي جي عشق ۾ وڏيرا سنڌ کي ٽين وال ڪندا رهيا. شهرن تي آيل مسلمان پائر چانئجي ويا. جايون، جائداد ۽ زمينون ڪوڙن ڪليمن ۾ مسلمان پائرن جي حوالي ٿينديون رهيون، هندن جي لڏ پلاڻ ڪري نوڪريون خالي ٿيون. اهي ٻه اسلام جي آڙ ۾ اسان کان کسيون ويون. ڪاروبار تي ٻه اسان جا پائر چانئجي ويا، وڏيرا هش ۾ خوش، ڊگهين ڪارن ۽ گوري چمڙيءَ کان سواءِ ڪين

ڪجهه به ياد نه هئو. شراب ۽ شباب جي نشي ۾ اسان جي چونڊيل نمائندن کي ڪا خبر نه پئي ته سنڌ کي ڪيئن ڦريو لٽيو پيو وڃي. اٺ سال بيهوشي ۾ گذري ويا. پاجامي وارن اسان کي سجاڳي ورتو هئو. پان ڪارائي اسان کي لوريون ڏيندا رهيا. ”حقي“ وارن کي خيال آيو ته اهڙا سدا سهاڄڙا ماڻهو ڪٿي ملندا! سو گوڏ. مضبوط ڪري سري سنڌ ۾ آيا. ون يونٽ جو ناٽڪ اسٽيج ڪيو ويو. ڪِرائين جي گهيري ۾ اهڙو آياسينءَ جو سڀ ڪجهه وسري ويو. صرف اهو ورد ياد ڪرڻو پيو. ته الله به هڪ رسول به هڪ قرآن به هڪ ته قوم به هڪ. ون يونٽ جي دور ۾ جيڪي وڏيرا لاهور ۾ اسيمبلي جو اجلاس اٽينڊ ڪرڻ ويندا هئا. آهي سڄي رات ”مجرا“ ٻڌندا هئا. صبح جو اسيمبلي جي سيٽن تي ستا پيا هوندا هئا. سنڌ سابق سنڌ بڻجي وئي. ٻولي تعليمي ادارن مان تڙي وئي. سنڌي فائنل ختم ڪيو ويو. سنڌي ميڊيم اسڪول بند ڪيا ويا. گڊو بيراج ۽ ڪوٽڙي بيراج جون زمينون ڪامورن ۽ وردي وارن کي پڳڙن جي مٽ ڏنيون ويون. ڪجهه نوجوان شاگردن انهي زيادتين خلاف آواز اٿاريو ته انهن کي غدار، ملحد، ڪافر، روس جو ايجنٽ، ڀارت جو ايجنٽ وغيره سڏيو ويو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبہ سياسيات مان قومپرستيءَ جي لهر اٿي. جيڪا سڄي سنڌ ۾ پکڙجي وئي. گهر گهر جيئي سنڌ جو نعرو گونجيو. ون يونٽ جو ڦهري ڪوٽ سرويچن جي سٽ نه جهلي سگهيو. سنڌ جي سياست جي افق تي هڪ روشن ستارو چمڪيو. جنهن سنڌين کي ”عزت نفس“ ڏنو. پنهنجي ”سڃاڻپ“ ڏني. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ وري پڻڪا ۽ اجرڪون نظر اچڻ لڳيون. پاجامي ۽ گوڏ وارن کي اها ڳالهه نه وڻي. چوٿين اپريل تي انهيءَ روشن ستاري کي هميشه لاءِ اجهايو ويو. چوٿين اپريل 1979ع کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسان اوجهڙ ۾ آهيون. ڪو ڳس ناهي. ڪو رهبر ناهي. رهبر رهزن بڻجي ويا. يار اغيار بڻجي ويا. روز مرون ٿا روز ڪسجون ٿا. رڙيون ڪريون ٿا ته چيو وڃي ٿو ته اسان ”غدار“ آهيون. حاڪمن جو اهو حڪم آهي ته جنهن کي هن ڌرتي تي رهڻو آهي. اهو ڪنڌ جهڪائي هلي. اکيون پوري ڇڏي. چپ سبي ڇڏي. ڪنن ۾ شيهو پلٽائي ڇڏي. جيڪو به هن ڌرتي تي ڳاٽ اوچو ڪٿي هلندو. ان جو سر سنگ وانگيان لٽيو ويندو. اسان سنڌي انسان نه آهيون پر ڍڳا آهيون. اسان کي ڪپي ته ڪوپا چاڙهي ڇڏيون. چهبڪ ڪائي به ٻين لاءِ ڪيڙيندا رهون. اسان اٺ بڻجي زندگيءَ جي نار ۾ وهندا رهون. اکيون ڪپڙي سان ٻڌي رکون. هرلي ۾ هلندا رهون. پاڻي ڇڪيندا رهون ۽ ٻين کي سيراب ڪندا رهون. اسان کي حڪومت ڪرڻ جو حق حاصل نه آهي اسان صرف رعيت بڻجي هر حڪم تي ”ها“ ڪندا رهون. اسان جي ڪهڙي مجال آهي جو اسان رات کي رات چئون. ورنہ اسڪواڊ اڳيان بيهاري ماريا ويندا سين. نه غسل ملندو نه ٿي ڪفن. نه ڪنڌو نصيب ٿيندو نه ٿي قبر.“ اسان کي ڪهڙي ڏوهه جي سزا ملي رهي آهي؟ ڇا اسان جا اهي بزرگ انهيءَ سوال جو جواب

ڏيندا ته هي ڪهڙي آزادي آهي؟ جنهن لاءِ توهان ڏينهن رات جاڪوڙ ڪئي هئي! هي ڪهڙي آزادي آهي جو اسان پنهنجي مرضي مطابق آزاد فضا ۾ ساهه به نٿا کڻي سگهون. اسلام آباد مان روز نت نوان فرمان جاري ٿين ٿا، اسان کي هيسايو ڊيڄاريو وڃي ٿو، سڄي سنڌ مٿان خوف هراس جا ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن، "آپريشن بلو فاڪس" جي هر ماڻهو پنهنجي نموني تشريح ڪري ٿو. وزير اعظم فرمائي ٿو ته "اهو آپريشن دهشت گردن، ڌاڙيلن ۽ تخريب ڪارن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيو پيو وڃي" اهو آپريشن صرف سنڌ ۾ ڪيو ويندو، اهو آپريشن مهراڻ فورس جي ذريعي ڪيو ويندو، جيڪا سابق وزير اعظم محمد خان جوڻيجو جي ڏينهن ۾ تيار ڪئي وئي هئي، پر اها ڪورڪمانڊر جي ماتحت ڪم ڪندي، وزير دفاع جو اهو فرمان آهي ته "اهو آپريشن صوبائي حڪومت جي صلاح سان ڪيو پيو وڃي، فوج ۽ ٻيون قانون نافذ ڪندڙ ايجنسيون سنڌ سرڪار جي ماتحت ڪم ڪنديون." وزير داخلا جو اهو فرمان آهي ته شهرن ۽ ٻهراڙين ۾اهو آپريشن ڪيو ويندو، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ بدامني ڪري پاڪستان جي سلامتي کي خطرو آهي، اسلام آباد طرفان اهو به چيو پيو وڃي ته "اهو آپريشن آئين جي آرٽيڪل 245 تحت نه پيو ڪيو وڃي، جنهن تحت فوج هر قدم کڻڻ لاءِ با اختيار هوندي، ڏوهارين لاءِ فوجي عدالتون قائم ڪيون وينديون، هاءِ ڪورٽ کي آرٽيڪل 199 تحت ڪنهن به نظر بند شخص خلاف ڪارروائي جو اختيار نه هوندو، "آپريشن بلوفاڪس" ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ 131 تحت ڪيو پيو وڃي، جنهن تحت فوج ڏوهارين کي ختم ڪرڻ لاءِ سول انتظاميه جي مدد ڪندي. عوام به "ڪنفيوزڊ" آهي ته حڪمرانن به، ڪنهن کي خبر ناهي ته ڇا ڪرڻو آهي؟

"اسلام آباد" کان ڊڄندي ڊڄندي "جان جي امان پائيندي" اهو سوال عرض رکون ٿا ته ڇا سرحد، پنجاب ۽ بلوچستان ۾ ڏوهه بلڪل ختم ٿي ويا آهن؟ سرحد، پنجاب ۽ بلوچستان ۾ ڌماڪا نٿا ٿين؟ ڇا ٽنهي صوبن ۾ ڌاڙا نٿا لڳن؟ ڇا ٽنهي صوبن ۾ دهشت گردي نٿي ٿئي؟ ڇا ٽنهي صوبن ۾ نامعلوم افراد طرفان گولين وگهي ماڻهو شهيد نٿا ٿين؟ ڇا بلوچستان ۾ نسلي ڇڪتاڻ ناهي؟ جيڪڏهن انهن سوالن جا جواب "نفي" ۾ آهن ته پوءِ "آپريشن بلوفاڪس" جو دائره ڪار ٽنهي صوبن ۾ هئڻ گهرجي، صرف سنڌ ۾ ڇو؟ موجوده فوج جي جوڙجڪ کان اڳ ۾ ننڍن صوبن کي شڪايت آهي ته اها فوج قومي فوج ناهي پر هڪ مخصوص علائقي جي فوج آهي، ڇا سنڌ ۾ فوج استعمال ڪرڻ سان سنڌ ۾ صوبائي نفرت نه وڌندي؟! اڄ جيڪي ڪجهه سنڌ يا ٻين صوبن ۾ بدامني جي صورتحال آهي، اها فوج جي يارنهن سالن جي ڊگهي راڄ جي ڪري ٿي آهي، فوجي راڄ مان مراد ضياءَ دور آهي، انهيءَ دور ۾ جيڪو ڪجهه پوکيو ويو، اهو اسان اڄ لڻي رهيا آهيون، ڇا اسلام آباد کي اها خبر ناهي ته ڌاڙيل ۽ دهشت گرد ڪنهن پيدا ڪيا؟ ڌاڙيلن ۽

دهشت گردن جا سربراهہ ۽ پشت پناهي ڪندڙ ڪير آهن؟ سنڌ جي موجوده صورتحال جو حل فوجي آپريشن ناهي، سنڌ جي لاءِ صرف ۽ صرف سياسي حل ئي ڳولهڻو پوندو، يارنهن سالن جي ڊگهي عرصي ۾ سنڌ سان جيڪو ظلم و ستم روا رکيو ويو، اهو اسان سنڌ جا رهواسي ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي روپ ۾ لوڙي رهيا آهيون، انهيءَ ڪري سنڌ جي عوام جي زخمن تي نشتر هلائڻ بدران مرهم رکڻ جي ضرورت آهي، جيڪڏهن ڪابہ حڪومت ملڪ ۾ امن امان جي صورتحال تي ڪنٽرول نٿي ڪري سگهي تہ ان کي برسر اقتدار رهڻ جو ڪو حق حاصل ناهي، چاڪاڻ تہ شهري پنهنجي بنيادي حقن جي تحفظ لاءِ سرڪار کي ٽيڪس ۽ ڏل ڏين ٿا، اها سرڪار جان، مال ۽ عزت جي حفاظت ڪري، سنڌ کي امن جو گهوارو بنائڻ لاءِ ضروري آهي تہ سنڌ ۾ نئين سري سان منصفانہ چونڊون ڪرايون وڃن، جيڪا پارٽي عوام جي ووٽ سان اڪثريت حاصل ڪري، اقتدار انهي جي حوالي ڪيو وڃي، ڌاڙيلن ۽ دهشت گردن کي ختم ڪرڻ لاءِ عوامي سگهہ استعمال ڪئي وڃي. قانوني جي بالادستي قائم ڪئي وڃي. قانون جي خلاف ورزي ڪندڙ هر فرد جي خلاف سخت قدم کنيو وڃي، پوءِ چاهي اهو فرد ڪيڏي بہ بلند مرتبي ۽ مان وارو ڇو نہ هجي! جيڪڏهن سياسي حل بدران فوجي آپريشن ڪيو ويو تہ ان سان سنڌ ۽ پاڪستان کي ڪوبہ فائدو نہ رسندو، تشدد مان هميشه تشدد جنم وٺندو آهي. گولي مان گل نہ ڦٽندا آهن پرگهرا گهاءُ ٿيندا آهن، جيڪي ڪڏهن بہ ڀرجي نہ سگهندا آهن، مشرقي پاڪستان ۾ هلايل گولين جو اجا گهاءُ نہ ڀريو آهي، سنڌ پاڪستان جو حصو آهي پر ان کي صرف پيار سان گڏ رکي سگهجي ٿو، سنڌ ۾ طاقت جو استعمال ڪرڻ سان پاڪستان کي نقصان رسي سگهي ٿو، هي دور "جيئو ۽ جيئڻ ڏيو" جو دور آهي. وڏيڪ اصل حاڪم پاڻ عقلمند آهن، عقلمند لاءِ اشارو ڪافي آهي.

(خادم وطن- 30.6.92)

# چونڊيل حڪمران ۽ اپوزيشن

سنڌي ٻولي زرخيز ٻولي آهي. گهڻو ڪري هر لفظ "ذو معنيٰ" يعني "ٻٽي معنيٰ" وارو هوندو آهي. هڪ ئي لفظ مختلف جملن ۾ مختلف مفهومن ۾ استعمال ٿيندو آهي. جهڙي طرح منهنجي سامهون هڪ لفظ "چوَنڊيل" آهي ۽ ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن ۾ اهو لفظ مون مختلف مفهوم ۽ معنيٰ سان استعمال ٿيندي پڙهيو آهي. عوام جي ووٽن سان منتخب ٿيل ليڊر جي لاءِ "چوَنڊيل" لفظ استعمال ٿيندو، وري ڪنهن نڱ، بدمعاش ۽ لوفر لاءِ به لفظ "چونڊيل" استعمال ٿيندو آهي. گهڻو ڪري ٻهراڙي جا سادا ماڻهو ڪنهن خراب شخص لاءِ اهو "ريمارڪ" پاس ڪندا آهن، ابا! فلاڻو ڪو "وڏو چوَنڊيل" آهي. انهن ملڪ جي اڳواڻن لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪري سگهجي ٿو، جيڪي "جهرلو" ذريعي چونڊجي آيا آهن. اقتدار ڌڻين جي اها دعويٰ آهي ته هو چونڊيل آهن، اپوزيشن جي به اها دعويٰ آهي ته هو چونڊيل آهن. منهنجي نظر ۾ سنڌ ۾ سچي گڙٻڙ انهيءَ لفظ "چونڊيل" پيدا ڪئي آهي. حڪومت جي ڪرسي تي ويٺل صاحب اقتدار چون ٿا ته صرف اسان "چوَنڊيل" آهيون، ۽ حڪومت ڪرڻ جو حق صرف اسان کي حاصل آهي. اپوزيشن جي دعويٰ آهي ته آهي "چونڊيل" ناهن، اهي ماڻهو ايوان صدر ۾ ويٺل جهور پوڙهي جي "ڪرامت ڪانيءَ جي پيداوار" آهن، يعني اهي ماڻهو "جنرل ڪرامت صاحب" جي قرب سان چوَنڊيل آهن. دنيا جي نظر ۾ حڪمران توڙي اپوزيشن اڳواڻ "چوَنڊيل" آهن. سنڌي ماڻهو هميشه پنهنجي ووٽ جو استعمال صحيح ڪن ٿا. هن ڀيري به هنن ويچارن "نپو" ته "تير" تي هنيو، پر اقتدار تي اصل مالڪن جا "چوَنڊيل" ويهي رهيا. عوام کي ڪهڙي مجال آهي! جو "چوَنڊيل" ماڻهن کي اقتدار تان لاهي سگهن. ڄام صادق آگسٽ 1990ع کان مارچ 1992ع تائين اها دعويٰ ڪندو رهيو ته بابا مان "چوَنڊيل" آهيان. مون کي حڪومت ڪرڻ جو حق حاصل آهي. مرحوم مرڻ گهڙي تائين اها دعويٰ ڪندو رهيو، پر پ پ پ اهو مڃڻ لاءِ تيار ئي نه هئي ته هو ڪو "چوَنڊيل" هو. پ پ پ کي ميراڻ لاءِ هن ڏاڍا جتن ڪيا، لٺ به ڏيکاري ته چٽ به، واقعي ڄام صاحب "چوَنڊيل" هو. اهڙو "چوَنڊيل" حڪمران سنڌ جي تاريخ ۾ مشڪل سان ملندو. پ پ پ ليڊر جي سنڌي ڪمزور آهي، ان ڪري لفظ "چوَنڊيل" کي سمجهي نه سگهي. منهنجي سامهون هڪ ٻيو سنڌي لفظ آهي، جيڪو پڻ ذو معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي يعني "پير ڳرو" هڪ مفهوم ۾ هن لفظ جي معنيٰ "اميدواري" آهي. عام طور جڏهن ڪا

عورت ماءُ جو رتبو حاصل ڪندي آهي. هن جي وجود ۾ ڪو نئون انسان سرجندو آهي تہ چيو ويندو آهي تہ ابا ڀلاڳي بخت واري جو "پير ڳرو" آهي. مٽ مائٽ خوشيءَ ۾ نہ ماپندا آهن، هر طرف سرهائي جي سرهاڻ هوندي آهي. اچڻ واري مهمان جو انتظار هوندو آهي. مائٽ وني جا کهنبا ڪندا آهن، مٺايون ورهائيندا آهن.

لفظ پير ڳرو، ٻي معنيٰ ۾ نحوست ۽ "نياڳ" لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. عام طور تي ڪوبہ ماڻهو منحوس نہ هوندو آهي، پر معاشرو ئي "نياڳي" ۽ "سياڳي" جهڙن القابن سان نوازيندو آهي. جڏهن ڪنهن شخص کي "نياڳو" سڏيو ويندو آهي تہ ماڻهو اها واٽ ڇڏي ويندا آهن. اسان جي "پاڪ ملڪ" جي هڪ حڪمران جو پير ڳرو هو. جڏهن کان تخت تي ويٺو، ماڻهو روز مرڻ لڳا، ڪن کي "ڪوڙا" هڻي ماريو ويو، ڪن کي ڦاسي تي ٽنگيو ويو، ڪن جا سينا پروڻ ڪيا ويا. هو جڏهن بہ سنڌ ڌرتي جي مقدس مٽيءَ تي قدم رکندو هو، مٽي جي ذري ذري مان چنگهڻ جا آواز ايندا هئا. سائي ڌرتي سڪي ٺوٺ بنجي وئي. هو چوندو هو تہ، "مان مومن آهيان، مون کي رب سائين نازل ڪيو آهي. مان هن ڌرتيءَ تي خدا جو نائب آهيان. مان ڪنهن بہ بندي بشر ڏانهن جوابداهہ نہ آهيان. مان صرف ئي صرف خدا ڏانهن جوابداهہ آهيان. جيڪو ماڻهو منهنجي اطاعت ڪندو، ان کي جنت ملندي. حورون ۽ غلمان ملندا. جيڪو منهنجي نافرماني ڪندو، تنهن کي هن دنيا ۾ ڪوڙا ۽ ڦاسيون ملنديون ۽ آخرت ۾ دوزخ جي باهہ ۾ ساڙيو ويندو، ٻاريو ويندو."

رياست جي آغاز متعلق جيڪي "خيالاتي نظريا" جڙيل آهن. انهن ۾ هڪ "خدائي نظريو" آهي، انهيءَ نظريي جي آڙ ۾ هن "مومن" ملڪ تي يارنهن سال راڄ ڪيو ۽ ملڪ کي جيئري جهنم بنائي ڇڏيو. هو الله جو پيارو، جيءَ جيارو هو، ان ڪري رب سائين هن کي پاڻ وٽ گهرائڻ لاءِ پونيئرن کي ڪا بہ تڪليف نہ ڏني، عام طور تي مرڻ کان اڳ ماڻهو بيمار ٿيندو آهي. "سڪرات" جي سختي سهندو آهي، غسل ۽ ڪفن جي تياري ڪبي آهي. پنهنجن ۽ پراون جي ڪلهن جو آسرو هوندو آهي، قبر جي ٽڪري لاءِ پيسا پرٺا پوندا آهن. پر رب سائين "پير ڳري" حاڪم تي مهرباني ڪئي. هن جي پونيئرن کي ڪابہ تڪليف ڏيئي، الله سائين سندس روحاني جانشين کي بہ ڪا اهڙي "چانس" ڏيئي، وري ڪو سي- 130 اُڏري، سندس ساٿي سنگتي سڌا عرش عظيم تي پهچن تہ عوام جو ڪو "ياڳ کُلي."

سندس روحاني جانشين بہ "پير ڳرو" آهي، جڏهن بہ سنڌ ڌرتيءَ تي پير رکندو آهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن ڳوٺ يا شهر ۾ "ڪربلا" ضرور ٿيندي آهي. "آپريشن هانءِ ڦاڙ، عرف آپريشن سنڌي مار" جي اعلان کان پوءِ جڏهن هو سنڌ ۾ آيو، ڪيس مبارڪون ڏنيون ويون. ڪيس اها خوشخبري ٻڌائي وئي تہ "سائين

توهان جي قومي محافظن" ڏهه خطرناڪ ڀارتي ايجنٽ مقابلي ۾ ماريا آهن. انهن وٽان ڀارت جو ٺهيل اسلحو هٿ آيو آهي، هڪ "خطرناڪ ايجنٽ" شديد زخمي حالت ۾ اهو اعتراف ڪيو آهي ته هو "ڀارت مان تخريبڪاري جي ٽريننگ وٺي آيا هئا. هنن کي تخريبڪاري جي تربيت لاءِ في ماڻهو پنجاهه هزار روپيا ڏنا ويا آهن." اهو ٻڌي "پير ڳري" محافظن کي شاباش ڏني، ڪين تلقين ڪيائين ته پنهنجو ڪم جاري رکو، سنڌ جي آدمشماري وڌي وئي آهي. ڪجهه ته گهٽايو.

اڃا سائين سنواريو سنڌ جي سرزمين تي موجود هو ته سنڌي اخبارن، انهيءَ "ڪوڙ جو ڀانڊو" ڦاڙي وڌو، انهن چار شورو ناٽڪ جي اها حقيقت ظاهر ڪئي ته "پاڪ محافظن" جي مقابلي ۾ ماريل معصوم ماڻهو ٽنڊو بهاول جا مسڪين پورهيت هئا. جن جو ڏوهه اهو هو ته هنن هڪ اسمگلر (پٺاڻ) اڳيان سينو ساهيو هو. مظلوم بي وارث پوڙهين عورتن جو ساٿ ڏنو هو، جن مان ڪجهه گرمي جي موسم ۾ پنهنجي اڱڻ ۾ اگهاڙين لڱين ستل هئا ته ڪي پاڻيءَ جي واري تي هئا. ڪين پاڪ محافظن سگهارن سنگهرن ۾ سلهاڙي ڄامشوري لڳ درياءَ ڪناري بيهاري، سندن سيني تي سيڪت ڪئي. ريڊيو، ٽي وي ۾ قومي پريس ۾ پهرين اها پروپيگنڊا ڪئي وئي ته، "پاڪ محافظن هڪ مقابلي ۾ ڏاڙيل ماريا آهن." ٻئي ڏينهن رڪارڊ جو پاسو بدلائيندي چيو ته ڪافر ملڪ جا خطرناڪ ايجنٽ دهشتگرد ماريا ويا آهن. جيئن ته ڪوڙ، واريءَ جي گهرڙي جيان هوندو آهي، جلدي ڊهي پوندو آهي. ٽنڊو بهاول جي معصوم ڳوٺاڻن کي گهران اغوا ڪري هٿ پير ٻڌي جانورن جيان ڪٺو ويو. اخبارن جي وٺ پڪڙ کان پوءِ سنڌ ۾ آپريشن جي سربراهه سيد مظفر شاهه اهو اعتراف ڪيو ته، "ٽنڊو بهاول جا شهيد ٿيل سنڌي مسڪين پورهيت هئا ۽ آهي دهشتگرد نه هئا." انهيءَ خون ناحق جو ذميوار ڪير آهي؟ ڇا صدر غلام اسحاق خان، نواز شريف، جنرل آصف نواز ۽ سيد مظفر شاهه پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي سنڌي قوم جي انهيءَ سوال جو جواب ڏئي سگهن ٿا!؟

سنڌي اخبارن ٽنڊو بهاول جي ناٽڪ کي وائکو ڪري ڌرتيءَ جو حق ادا ڪيو آهي، جيڪو نه سياستدان ڪري سگهيا آهن، نه ئي عام ماڻهو. هي مقدس ماءُ جيڪا پنهنجي سيني ۾ اسان جا نه ڄاڻ ڪهڙا ڪهڙا راز دفن ڪري ٿي، ڇا اسان انهيءَ جو تيج جو حق ادا ڪري سگهيا آهيون؟ سنڌي اخبارون، سنڌ جي مظلوم ماڻهن جو مضبوط مورچو بنيل آهن، ڇپر ڇانوَ آهن. اهوئي سبب آهي جو جڏهن تازو وائيس چيف آف دي جنرل اسٽاف جنرل جمشيد ملڪ صاحب پريس بريفنگ لاءِ ڪراچي آيو ته هن انهيءَ خواهش جو اظهار ڪيو ته فوج سنڌي اخبارن جو تعاون گهري ٿي. اهڙي گهٽ ۽ ٻوسٽ جي ماحول ۾ سنڌي اخبارن ۽ سنڌي صحافين جو ڪردار سچ جي سونهري ڪرڻن جيان چٽو ۽ نروار آهي. سنڌي صحافي سنڌي قوم جي وجود جي بقا جي جنگ ۾ سيني ڪان اڳرا آهن. هنن قلم جي حرمت کي برقرار رکيو آهي. قلم جي عصمت کي نوڙن، پرمٽن ۽ پلاٽن جي عيوض داغدار ٿيڻ نه ڏنو آهي. هنن جي شعوري سگهه کي سلام آهي، جنهن جو بنياد صرف جرئت ۽ سچ آهي.

(عوامي آواز- 30.6.92)

# فاشزم ۽ سنڌ

پهرين عظيم جنگ دنيا جي تاريخ ۾ تمام اهم واقعو هئو. هن جنگ 1917 ۾ روس ۾ "سائنٽفڪ سوشلزم" کي جنم ڏنو، ان کان پوءِ اٽلي ۾ بينيٽومسوليني جي اڳواڻي ۾ 1922 ۾ فسطائيت کي اپاريو، ان کان پوءِ سڄي يورپ ۾ جمهوريت خلاف اهڙي هوا هلي، جو سڄو يورپ فسطائيت جي زد ۾ اچي ويو. پهريائين جرمني ۾ 1932 ۾ جرمن فسطائيت قائم ٿي، جنهن کي نازيت به سڏيو وڃي ٿو، ان کان پوءِ اسپين ۾ فسطائيت ۽ اشتراڪين جي درميان خانه جنگي شروع ٿي ۽ هن خانه جنگي جي نتيجي ۾ اسپين ۾ 1936 ۾ جنرل فرانڪو جي فاشسٽ حڪومت قائم ٿي. ان کان پوءِ ڪيترن نون ملڪن ۾ فسطائي حڪومتون ٺهنديون ويون، فسطائين جو سيني کان طاقتور ۽ خوفناڪ روپ جرمني ۾ هئو. جيڪو هٽلر ڏنو هئو، هو چوندو هو ته "اسان جرمن عظيم نسل مان آهيون، انهيءَ ڪري دنيا تي راڄ ڪرڻ جو حق صرف ۽ صرف جرمن قوم کي آهي." سندس انهيءَ نعري سڄي دنيا کي ٻي جنگ عظيم سان روشناس ڪرايو، ٻي عظيم جنگ ۾ انسانيت جنهن نموني سان تباهه و برباد ٿي، ناگاسڪي ۽ هيرو شيما، جا شهر ان جو ثبوت آهن. ٻي عظيم جنگ 1939 ۾ شروع ٿي. آغاز ۾ هٽلر جي جرمني کي ڪافي ڪاميابيون نصيب ٿيون، جرمني سڄو يورپ ۽ اڌ روس فتح ڪيو، 1945 ۾ فسطائيت کي هر محاذ تي ذلت آميز شڪست نصيب ٿي، اٽلي جي آمر، فاشسٽ حڪمران مسوليني خلاف خود سندس قوم جي ماڻهن بغاوت ڪئي ۽ انهيءَ کي ڦاسي تي لٽڪايو، هٽلر برلن جي شهر ۾ روسي فوجن هٿان شڪست کاڌي ۽ 9 مئي 1945 ۾ برلن ۾ پنهنجي بند قلعي ۾ ڪئن مارڻ جو زهر کائي خود ڪشي ڪري ڇڏي.

فسطائين جو ڪو نظريو يا اصول نه هوندو آهي، فسطائي صرف انهيءَ ڳالهه تي فخر ڪندا آهن ته انهن جو ڪو فلسفو يا نظريو ناهي، فسطائين جي باني مسوليني جو چوڻ آهي ته" منهنجو پروگرام عمل ڪرڻ آهي، ڳالهيون ڪرڻ نه، يعني مان صرف ۽ صرف "عمليت پسندي تي يقين رکان ٿو". فسطائيت حقيقت تي ٻڌل آهي، سوشلزم نظريي تي ٻڌل آهي، اسان حقيقت پسندي تي يقين رکون ٿا، اسان بحث مباحثه ۽ نظريي جي ڪکرن مان ٻاهر اچڻ چاهيون ٿا."

فاشزم جو بنيادي عمل، جبر، طاقت ۽ تشدد آهي، فاشزم جو سڄو زور طاقت تي آهي. فاشسٽ اڳواڻ مسوليني جو چوڻ آهي ته "مرد جو ڪم وڙهڻ آهي ۽ عورت جو ڪم ٻار ڄڻڻ آهي"، فاشزم يا فسطائيت جمهوريت، فرد جي آزادي،

مساوات ۽ اڪثريت جي حڪمراني خلاف آهي.
فاشسٽ صرف پاڻ کي دُرسٽ سمجهندا آهن. انهيءَ ڪري هو پنهنجي سياسي جماعت کان سواءِ ٻين سيني سياسي جماعتن کي غلط سمجهندا آهن. هنن جي نزديڪ پنهنجي قائد جي سربراهي ۾ سڄي قوم تي زبردستي راڄ ڪرڻ جو حق حاصل هوندو آهي. اختلاف راءِ رکندڙن کي نيست و نابود ڪيو ويندو آهي، تنقيد ڪندڙن کي "باغي ۽ غدار" سڏيو ويندو آهي. مخالفن لاءِ هنن جي ويجهو گهٽ ۾ گهٽ سُزا صرف ۽ صرف موت آهي.
فاشزم ۾ جنگي جنون حد تائين هوندو آهي. فاشسٽن کي امن کان سخت نفرت هوندي آهي. هنن جي ويجهو رياست جو هر شهري هڪ "ويڙهاڪ سپاهي" آهي. مسوليني جي سوچ مطابق "دنيا ۾ گهٽيئي خوبصورت شيون آهن. پر سڀ کان خوبصورت شيون بندوقون، توپون، جنگي جهاز ۽ هوائي جهاز آهن." مسوليني پنهنجي جنگ پرستيءَ ۽ سامراجيت ڪري بين الاقواميت محبت ۽ ڀائپي جي اعليٰ خيالن ۽ نظرين جو سخت مخالف هئو. هن جڏهن البانيه کي فتح ڪيو ته پنهنجي هڪ تقرير ۾ حقارت سان چيو ته "مان انسانن کي ڀاءُ، ڀاءُ تصور نٿو ڪيان ۽ نه ئي ڀيڻ. بس مان ته صرف هڪ ڳالهه ڄاڻان ٿو ته فاتح ڪير ۽ مفتوح ڪير آهي"!!
فاشزم جيڪو ڏاڍ ڌمڪاءُ ظلم ۽ تشدد جو طريقو شروع ڪيو آهو اهُتي هلي بين الاقوامي تعلقات ۾ جنگ ۽ سامراجيت جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو. مسوليني اٽلي کي "قديم روم" وانگر هڪ عالمگير سلطنت بنائڻ جو خواهشمند هئو. انهيءَ سڀ کان پهرين "البانيه" ۽ پوءِ ايٿوپيا ۽ اريٽريا جا ملڪ فتح ڪيا. جڏهن ٻي عظيم جنگ شروع ٿي ته اٽلي جرمنيءَ جو حليف بنيو. جرمني ۾ پڻ فاشزم نئين روپ يعني نازي ازم ۾ نروار ٿي چڪو هئو.
1932 ۾ جرمني ۾ هٽلر جي نازي پارٽي برسراقتدار آئي ۽ هن جرمن فاشزم کي عملي روپ ڏنو. فڪري طور تي اٽلي جي فاشزم ۽ جرمني جي ناري ازم ۾ ڪو فرق ناهي. اٽلي جي فاشسٽن جي ڀيٽ ۾ جرمن نازي "اصول قيادت" تي زور ڏيندا هئا. انهيءَ کي هو "فيورر" اصول سڏيندا هئا. جرمن ٻولي ۾ قائد کي "فيورر" سڏيو ويندو هئو. هنن جي نظريي مطابق سڄي قوم ۽ رياست جو رهنما فيورر هئو. جنهن کي هر قسم جا اختيارات حاصل هئا. قائد جي اطاعت هر شهري جو لازمي فرض هئو. هي هڪ فوجي نما تنظيم هئي، جنهن ۾ قوم هڪ قائد جي تحت منظم ڪئي ويئي هئي، جنهن ۾ صرف "حڪم، ۽ فرمانبرداري،" جو رشتو هوندو هئو. جهڙي طرح سڄي فوج پنهنجي جنرل جي اشاري تي مارچ ڪري ٿي، اهڙي طرح قوم فيورر جي اشاري تي ڪم ڪندي هئي، "نازي ازم" جا ٽي بنيادي اصول هئا. پهريون "فرض" ٻيو "ڊسپلين" ٽيون "قرباني." فيوُرر ڄڻڪو حڪم ڏيندو هئو، قوم جي

هر فرد لاءِ اهو حڪم مڃڻ لازم هئو ۽ حڪم مڃڻ خاطر جيڪڏهن جان بہ هلي وڃي تہ انَ جي پرواهہ نہ ڪئي ويندي هئي.

هٽلر جرمن يهودين تي جيڪي ظلم ڪيا، سي تاريخ جو هڪ اونداهو باب آهن، هن جو مقصد يهودين کي مڪمل طور تي نيست ونابود ڪرڻ هئو. هٽلر پنهنجي ڪتاب، "مين ڪامف"، يعني "منهنجي جدوجهد" ۾ لکي ٿو تہ "نازي ازم جو آخري مقصد دنيا جي تمام اڇي ۽ رنگدار قومن جو صفايو ڪري جرمن قوم لاءِ آباد ٿيڻ لاءِ جاءِ پيدا ڪرڻ آهي". نازي جرمن قوم کي آقا قوم ۽ ٻين قومن کي ادنيٰ نسل سڏيندا هئا.

فاشزم ۽ نازي ازم اهڙا انسان سوز ۽ ناپاڪ سياسي نظريا آهن جيڪي هر دور ۾ انسان ذات لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيا آهن. هنن نظرين ۾ انساني همدردي ۽ انسانيت جو فقدان آهي، فاشسٽن ۽ نازين کي انسانن جي ڀلائي، خوشيءَ ۽ خوشنودي کان انڪار هئو، هي نظريا جبر، تشدد، ظلم ۽ ستم کي سياسي طريقو تصور ڪن ٿا، هي محض عمل ۽ طاقت جا فلسفا آهن. هنن نظرين مطابق فوجي قوت جي ذريعي سياسي معاملن جو حل تلاش ڪرڻ آهي. "جنگ پرستي" ۽ قومي نفرت هنن نظرين جا بنيادي اصول آهن، فاشزم ۽ نازي ازم جو نظريو هڪ فرد واحد جي شخصي آمريت کي جنم ڏيئي ٿو. هي نظريو عقل ۽ انساني جذبن جو منڪر آهي، هن جو بنياد نفرت، تعصب ۽ غير معقوليت تي ٻڌل آهي، فاشزم ڪو بہ سياسي فلسفو ناهي، هن جو روح صرف "نفسياتي تجزيو" آهي، دنيا جي عظيم فلسفي برٽرينڊ رسل، فاشزم لاءِ چيو آهي تہ "خوف، قوت ۽ هيبت فسطائين جا محبوب هٿيار آهن."

پاڪستان ٽين دنيا جي انهن بدنصيب ملڪن مان اهو ملڪ آهي جتي فاشزم هميشه غالب رهيو آهي، جنرلن جو راڄ فاشزم جو بدترين روپ آهي، پاڪستان ۾ فاشزم 1983 جي ايم آر ڊي جي تحريڪ کان پوءِ منظم شڪل ۾ نمودار ٿيو. ايشيا جي ماڊل ڊڪٽيٽر جنرل ضياءَ جمهوري قوتن کي ڪچلڻ لاءِ شهرن ۾ دهشتگردن کي جنم ڏنو ۽ ٻهراڙي ۾ ڌاڙيلن کي. سنڌ جي سياست کي ڪنٽرول ۾ رکڻ لاءِ هن "ايم ڪيو ايم" کي جنم ڏنو.

ايم ڪيو ايم کي نام نهاد ۾ سنڌ جي هڪ سابق وزير اعليٰ مکيہ ڪردار ادا ڪيو، جيڪو فوجي جنرلن جي ويجهو هڪ مخلص ۽ شريف انسان آهي، هن "سڳوري سيد ايم ڪيو ايم جو "منشور ۽ قرار داد مقاصد" نام نهاد لاءِ چند سنڌي قوم پرست آفيسرن ۽ دانشورن کي استعمال ڪيو، جن جي اڄ بہ دعويٰ آهي تہ هو سنڌي قوم جا گهڻگهرا آهن ۽ "سڳا" جي پليٽ فارم تان ڏينهن رات سنڌين جي خدمت ۾ مصروف آهن. ايم ڪيو ايم کي مضبوط ڪرڻ ۾ اسان جي ڪجهہ نادان قوم پرستن جو پڻ هٿ آهي، جن جو اهو خيال هئو تہ ايم ڪيو ايم ڪراچي،

حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ڪي پنجابي ۽ پٺاڻن کان خالي ڪرائيندي. ايم ڪيو ايم انساني رت تي پلبي رهي، پنجابي، پٺاڻن جي رت پيئڻ کان پوءِ "ڌرتي ڌڻين، جو وارو آيو. مون کي افسوس ته انهن سنڌي ڏاهن ۽ قومپرستن تي آهي جن هڪ نسل پرست تنظيم کي قوم پرست سڏيو، ان جي خونخوار قائد جي گلي ۾ اجرڪون وڌيون ۽ ان جي فاشسٽ ڪارڪنن کي هٿيار ڏنا ۽ هٿيار هلائڻ جي تربيت ڏني. مون کي چڱي طرح ياد آهي ته لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو ۾ سائين جي ايم سيد جي سالگرهه جي موقع تي ايم ڪيو ايم جي فاشسٽ قائد کي خاص دعوت ڏيئي گهرايو ويو، جنهن ۾ فاشسٽ لڏي سان تعلق رکندڙ مهاجر دانشور پڻ شامل هئا. هن موقعي تي ايم ڪيو ايم جي انسان دشمن قائد مڪاري ۽ منافقي سان سنڌين جون دليون کٽڻ لاءِ پنهنجي تقرير ۾ فرمايو ته "يا الله! تون سائين جي ايم سيد کي ايتري ڄمار عطا فرمائي ته سنڌوديش جو خواب هن جي زندگيءَ ۾ پورو ٿئي."
اسان جي سچاڻ ساٿين ائين سمجهيو ته قومي آزادي ڏانهن وڌندڙ وک ۾ ايم ڪيو ايم مضبوط سهڪاري ڌر ثابت ٿيندي. اسان جي ساٿين جا سندر سپنا اڌورا رهجي ويا. جڏهن ڪين آزادي بدران سنڌي ماڻهن جا لاش مليا. انهن لاشن ۾ معصوم ٻارن جا لاش هئا ته لڄ لٽيل نياڻين جا پڻ. اسان پنهنجي ڌرتيءَ تي پناهگير بنياسين. اڄ به انهي المناڪ الميي جو گواهه قاسم آباد جون ڪيمپون آهن، جتي ڌرتي ڌڻي غير انساني زندگي بسر ڪري رهيا آهن.

جن مالڪن ايم ڪيو ايم ٺاهي، ان جي اڳواڻن کي انسانن جو رت پياري پالي جوان ڪيو. آهي اڄ چئي رهيا آهن ته ايم ڪيو ايم دهشتگرد تنظيم آهي. هن وٽ هزارين خطرناڪ هٿيار آهن. هن وٽ عقوبت خانا آهن. هن سيني قومن جي ماڻهن کي ماريو آهي ۽ ڦرون لٽيون آهن. خود پنهنجي گروهه جي اختلاف ڪندڙ انسانن کي ٽارچر سيلن ۾ اذيت جو نشانو بنايو آهي. انهن کي هٿيارن جي زور تي يرغمال بنائي راڄ ڪيو آهي. انهن جي نياڻين سان اجتماعي زنا ڪيو آهي. ايم ڪيو ايم جو قيام 1986 ۾ عمل ۾ آيو. ڇهن سالن ۾ ايم ڪيو ايم جي قائد جي حڪم تي جبر ۽ تشدد ٿيندو رهيو. اسٽيبلشمينٽ جا سڀ ادارا خاموش تماشائي جو ڪردار ادا ڪندا رهيا. جمهوريت کي تباهه ڪرڻ لاءِ ايم ڪيو ايم کي استعمال ڪندا رهيا. هن جو قائد مسوليني هٽلر جي رستي تي هلندو رهيو. حڪمران ڪيس روڪڻ ۽ ٽوڪڻ بدران پٺڀرائي ڪندا رهيا. صدر، وزير اعظم، وزير اعليٰ، وفاقي وزير، صوبائي وزير، مشير سنڌس سلامي ڀريندا رهيا.

ايم ڪيو ايم جو قائد وڏي واڪي چوندو رهيو ته "سڀ نظريا بڪواس آهن. هو صرف، عمليت پسندي، ۽ حقيقت پسندي تي يقين رکي ٿو" جمهوريت، انساني آزادي ۽ انساني وقار جي حرمت کي نقصان پهچائيندو رهيو. انسانن کي چيرندو ڦاڙيندو رهيو، لاشن ۾ ڊرل ذريعي سوراخ ڪري ساڙيندو رهيو. هر باضمير انسان

اهو چوندو رهيو تہ ايم ڪيو ايم دهشتگرد تنظيم آهي، هنن وٽ لکين هٿيارِ بند ڪارڪن آهن، پنهنجون عدالتون ۽ پنهنجا جيل آهن. هنن "رياست اندر رياست" قائم ڪئي آهي. هو متوازي حڪومت هلائي رهيا آهن. ايم ڪيو ايم جو قائد پاڻ کي ڌرتيءَ تي خدا سڏائي رهيو آهي، هن جي مرضي کان سواءِ ڪو پن بہ نٿو چري، هن پاڻ کي "محسن انسانيت" سڏايو. انسان ذات تي جيڪو جبر و تشدد روا رکيو، ان کي ڏسي قبر ۾ هٽلر ۽ مسوليني‌ءَ جو روح بہ تڙپندو هوندو، پر حڪمرانن پ پ دشمني ۾ ايم ڪيو ايم کي مڪمل ڇڙو واڳي ڏني ويئي، نامي گرامي قاتل ، رهزن، مفرور دهشتگرد وزير بنجي ويا. سنڌي ۾ چوڻي آهي تہ "ڪتو جڏهن ڇتو ٿيندو آهي تڏهن پنهنجي انسانن سان گڏ مالڪ کي بہ چڪ هڻڻ کان نہ مڙندو آهي" آخر ڪار دهشتگردن جا هٿ "مقدس مخلوق" ڏي وڌيا، هڪ ميجر کي اذيت گاهہ ۾ اگهاڙو ڪري ڪٽيو ويو، وردي وارن جي بي حرمتي ڪئي ويئي تہ مالڪن کي هوش آيو. حڪمرانن کي اها بہ چاڻ پيئي تہ هنن متوازي لشڪر پڻ تيار ڪيو آهي، اڳتي هلي پنهنجي سلطنت يعني "جناح پور" قائم ڪندا. اهي ڳالهيون حڪمران طبقن جي مفاد خلاف هيون. هو ڪنهن بہ صورت ۾ ڪراچي کي "هانگ ڪانگ " ۽ سنڌ کي "بنگلاديش" جي روپ ۾ ڏسڻ نٿا گهرن، هنن جي خواهش آهي تہ سنڌ ۾ هر حالت ۾ امن قائم ٿئي، سنڌ جي جمهوري قوتن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ڏاڙيل گردي ۽ دهشتگردي کي جنم ڏنو ويو، پر اهي پيئي ڳالهيون هاڻ عوام جي مفادن جي برعڪس حڪمران طبقن جي ڳچي ۾ پئجي ويون آهن. حڪمران هر حالت ۾ "بندر گاهہ، ريل ۽ رستو" صاف رکڻ گهرن ٿا. هنن جي راهہ ۾ جيڪي بہ رڪاوٽون آهن انهن کي صاف ڪرڻ لاءِ آپريشن شروع ڪيو ويو آهي.

ايم ڪيو ايم جي قوت کي ختم ڪرڻ لاءِ بہ ڌڙا قائم ڪيا ويا. عامر ۽ آفاق کي ٽينڪن تي سوار ڪرائي عزيز آباد کي الطاف گروپ کان پاڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. دهشتگردن جي خلاف وٺ پڪڙ تي اسان سنڌين کي ڪنهن بہ خوشفهمي ۾ مبتلا ٿيڻ نہ گهرجي، ايم ڪيو ايم ختم نہ ٿي آهي. هي سڄي راند صرف چهرن متائڻ لاءِ رچائي ويئي آهي، سنڌ مان اڃا فاشزم ختم نہ ٿيو آهي، برطانيہ جي هڪ سياسي چوڻي مطابق "بادشاهہ مري ويو، پر بادشاهہ زنده آهي" عامر ۽ آفاق، پنهنجي پهرين پريس ڪانفرنس ۾ بهارين جي مسئلي ۽ ڪوٽا سسٽم کي الطاف سان اختلاف جو سبب ڄاڻايو آهي ، ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌ ۾ فاشسٽن ۽ ڌرتيءَ ڌڻين درميان ويڙهہ جاري رهندي. فاشزم کي موت اچڻو آهي پر موت ڪڏهن ايندو ؟ ان بابت في الحال ڪا پيشنگوئي نٿي ڪري سگهجي. هر اها تنظيم جنهن جو بنياد انساني لاشن تي رکيو وڃي ٿو ان کي پنهنجي منطقي انجام تي پهچڻو آهي، هر هٽلر، مسوليني، فرانڪو ۽ ضياءَ جي نصيب ۾ ذلت ضرور هوندي آهي.

(عوامي آواز– 6.7.92)

# سچ، سيد ۽ بروهي!؟

(سنڌ جي عظيم شاعر ڀٽائي ۽ سنڌ جي قومي سپوت جي ايم سيد، نوالهدیٰ شاهہ ۽ ٻين روشن خيال سيدن کان معذرت سان)

سنڌي ماڻهن کي تباهہ ڪرڻ ۾ جيترو جاگيردارن، وڏيرن، ميرن ۽ پيرن جو هٿ آهي، اتي سيدن به وسان ڪين گهٽايو آهي. سيدن بہ سنڌين سان گهٽائي پال پلايا آهن. هڪ بزرگ جي راءِ ۾ سنڌ کي جيترو سيدن تباهہ ڪيو آهي، ايترو شايد ٻئي ڪنهن ڪيو هجي، پوءِ ڀلي اهو سيد وزارت اعليٰ جي ڪرسي تي هجي، يا معمولي سپاهي. سيدن جي لاءِ اها ڳالهہ مشهور آهي تہ پنهنجي مفادن خاطر سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. ”جيري خاطر ٻڪري ڪهڻ تہ سندن ڏائي هٿ جو کيل آهي.“

سيد جيڪڏهن ڪو وڏو عهدو ماڻيندو آهي تہ سڄي خَلق آزار ۾ هوندي آهي، پر جيڪڏهن معمولي سپاهي بہ ٿيندو آهي تہ ماڻهو ڦاٽا. انهيءَ ڪري سالڪن چيو آهي تہ ”سيد سپاهي تہ بہ غضب الاهي“ رب سائين! سيدن جي آزار کان سنڌي ماڻهن کي شل پنهنجي پناهہ ۾ رکي (آمين).

سنڌ ۾ سيد هميشہ اقتدار ڏٿين سان گڏ رهيا آهن، هر دور ۾ سندن ”سوائي“ هوندي آهي. پوءِ ڀلي اهو پيپلز پارٽي جو عوامي دور هجي يا نواز شريف جي نام نهاد جمهوريت جو، سيدن کي هميشہ اقتدار جي ايوان ۾ ”سرسي“ حاصل هوندي آهي. اڄ ڪلهہ بہ پاڪستان جو ”وزير دفاع“ سيد آهي، سنڌ جو وزير اعليٰ بہ سيد آهي. سنڌ جي وزارت ۾ اڌ درجن کن وزير ۽ مشير سيد آهن.

سيدن جي هميشہ اها ڪوشش رهندي آهي تہ اقتدار جي ڪرسي ذريعي يا ڏاڪن ڦيٽن ذريعي سنڌي سندن قبضي ۾ رهن. سيدن جي هميشہ اها آرزو هوندي آهي تہ اُمتين جي هر شيءِ تي سندن اختيار هلي پوءِ ڀلي آهي ڍور ڍونگر چو نہ هجن يا ٻار ٻچا!

اسان سنڌي احترام خاطر سيدن جا هٿ پير چمندا رهيا آهيون، ڪين ”نذر نذرانو“ پيش ڪندا رهيا آهيون، انهيءَ جي عيوض سيد سگورا اسان کي ”دعائون“ ڏيندا رهندا آهن، محبوب رسي وڃي تہ پرچائڻ لاءِ تعويذ پڻ لکي ڏيندا آهن، جيڪڏهن ڪنهن عورت کي ”جن“ اچي وڃي تہ ”جن ڪڍڻ جي“ ڪوشش پڻ ڪندا آهن. غير مسلم عورتن جا هڏ پاڪ ڪندا آهن.

سنڌ ۾ سيد هر مرض جي دوا هوندو آهي، ماڻهو مارائڻ، ماڻهو ڇڏائڻ، ماڻهو

ٻڌائڻ، اغوا ڪرائڻ ۽ ڀنگ تي آزاد ڪرائڻ سيدن جو محبوب مشغلو هوندو آهي. هڪ پراڻي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن ٻروچن جي ڳوٺ ۾ روزانو چوري ٿيڻ لڳي، روزانو ڪنهن نہ ڪنهن مسڪين هاريءَ جو ڍور ڍڳو چوري ٿي ويندو هئو. ڪنهن نہ ڪنهن گهر ڪي ڪاٽ لڳندو هئو. ويچارا ٻروچ هڪ ڏينهن تنگ ٿي پنهنجي مرشد وٽ ويا. ڪيس سڄي ماجرا ٻڌايائون. مرشد ڪو پڙهيل لکيل هو. تنهن مريدن کي هدايت ڪئي تہ "ابا چورن کان بچڻ لاءِ چوڪيدار رکو، ڪو ڪتو ڊاريو، الله مڙيئي خير ڪندو." پر ٻروچن هٿ ادب جا ٻڌي مرشد کي عرض ڪيو تہ "سائين اسان جو چوڪيدار بہ تون، اسان جو ڪُتڙو بہ تون. قبلا اسان کي ٻس تعويذ لکي ڏي تہ سڻائي ٿيندي" مرشد ويچاري مريدن جي اصرار تي تعويذ لکي پنهنجو جان ٻچائي. سو اسان جي ديس ۾ هر درد جي دوا سيد هوندو آهي، ڳالهہ صرف اعتماد ۽ ايمان جي آهي.

اسان جي يار حليم بروهي جو ڪو ايمان ڪمزور آهي، جو مرشد سگهوري جي ڳالهہ نٿو مڃي، مرشد سگهوري ڪيس هي هدايت ڪئي آهي تہ هو "ميڊيڪل بورڊ" اڳيان پيش ٿئي، ميڊيڪل بورڊ اهو فيصلو ڏئي تہ حليم بروهي چريو آهي يا نہ؟ حليم صفا ڪو گستاخ آهي، هن مرشد جي حڪم جي موٽ ۾ اهو شرط وڌو آهي تہ هر سيد جو حڪم مڃڻ لاءِ تيار آهي پر شرط اهو آهي تہ هن سان گڏ ميڊيڪل بورڊ آڏو سيد سگهورو بہ پيش ٿئي، تہ جيئن خبر پئي تہ "شاهہ چريو آهي يا بروهي!"

سنڌ جي علمي، ادبي ۽ سماجي حلقن ۾ انهيءَ ڳالهہ جو وڏو چرچو آهي تہ ٻنهي مان ڪير چريو آهي؟ اهو فيصلو تہ ڊاڪٽر ئي ڪري سگهن ٿا. پر منهنجي راءِ موجب حليم بروهي "واجب القتل" آهي. هن گستاخي ڪري سيد سگهوري خلاف جسارت ڪري ڪفر جا ڪلما چيا آهن، سيد سگهوري تہ في الحال هن کي ميڊيڪل بورڊ آڏو پيش ٿيڻ جو حڪم ڏنو آهي، سيد تہ سندس "جهڻ ٻچو" رلائي سگهي ٿو. جيڪو بہ اُمتي سيد سان سينو ساهيندو آهي، اهو ڪاٺ ۾ پوندو آهي. سيد سان ٽڪرائڻ جي صورت ۾ نہ سر سلامت هوندو آهي، ۽ نہ ئي گهر.

سيد جيئن تہ "گناهہ پروف" هوندا آهن، هنن کان نہ تہ گناهہ سرزد ٿيندو آهي ۽ نہ ئي ڪا غلطي، حليم بروهي ضرور گناهہ ڪيو آهي. يا غلطي ڪئي آهي جو سيد سگهوري جي غضب جو شڪار بڻيو آهي. سيد تہ ڪنهن بيگناهہ کي بہ خوني، ڌاڙيل چور قرار ڏياري مارائي ڇڏيندا آهن، چاڪاڻ تہ هنن وٽ "شرافت، عزت ۽ اعليٰ ذات" جو مستقل سرٽيفڪيٽ موجود هوندو آهي. اها تہ سيد جي شرافت آهي جو هن حليم بروهي کي رڳو "پاڳل" قرار ڏيڻ لاءِ صحت کاتي کي ليٽر موڪليو آهي، پر جيڪڏهن هو چاهي تہ سنڌ ۾ آپريشنل ڪميٽي جي سربراهہ کي خط موڪلي هن کي "ڌاڙيل" يا "يارت جو ايجنٽ" قرارِ ڏيئي مارائي سگهي ٿو.

ڇا حليم بروهي واقعي ڇريو آهي!؟ جيئن ته يونيورسٽي جي ڪيترن ئي استادن سان ياري باشي آهي. انهن ڪان حليم بروهي جي موجوده "حالت" متعلق حال احوال ورتم. هڪ استاد ڪان اهو سوال پڇيم.

"ڇا! واقعي حليم بروهي ڇريو ٿي پيو آهي" ته هن لنوائيندي چيو "يار خبر ناهي"

هڪ ٻئي استاد ڪان پڇيم ته "ڇا حليم بروهي ڪپڙا ڦاڙڻ شروع ڪيا آهن؟ يا مٿي ۾ مٽي وجهڻ شروع ڪئي آهي."

هن وراڻيو ته "يار ائين ناهي"

"يلا! هن سيد سڳوري کي پٿر هنيا آهن! يا مٿو ڦاڙيو آهي! يا گاريون ڏنيون آهن!"

هن نهه پهه جواب ڏنو "بلڪل نه"

"شايد حليم بروهي ڪنهن کي چڪ هنيو آهي!؟"

"نه يار اهڙي ڳالهه به ناهي" هن کلندي چيو.

هڪ استاد جيڪو منهنجو پاڙيسري آهي، پاڻ به سيد آهي، تنهن کي "پنجن تڻن" جو واسطو ڏيئي سچي ماجرا پڇيم. هن تڏو ساهه پري چيو ته:

"يار حليم کي نوڪري ڪرڻ جا آداب نٿا اچن، هو شاهه صاحب سان "پير پيران" راند نٿو ڪري، هو شاهه صاحب جي اڳيان پويان نٿو ڦري، شاهه صاحب جي "سُر ۾ سُر" نٿو ملائي، اکين جي اشارن جو جواب اشارن ۾ نٿو ڏئي، تاڙي سان تاڙي نٿو ملائي، هن کي سنڌ جي مشهور ڳائڻي سليمان شاهه وارا "ترڪار" نٿا اچن، جيڪو شاهه صاحب جو پسنديده فنڪار آهي. نه ئي شاهه صاحب کي سليمان شاهه جو اهو ڪلام ڳائي ٻڌائي ٿو ته "سهڻا پنهنجي اکين کي جهل تون."

"الٽو مرشد سائين خلاف اخبارن ۾ مضمون لکي ٿو، سو به انگريزي اخبارن ۾، جيڪڏهن سنڌي اخبارن ۾ ڪٿي لکي ته مرشد ڪٿي بخش ڪريس. پر جيئن ته حليم انگريزي ۾ مرشد خلاف مضمون لکي ٿو، ته اهي مضمون حڪمران پڙهن ٿا، سائين جو "ڪچو چٺو" واڪو ٿئي ٿو. مرشد ڪيس جيستائين ڄامشورو ڪيمپس جا وڻ نه ڇڏائيندو، تيستائين مرشد کي سک نه ايندو. هن مرشد کي ميڄرايو آهي، توهان يار دوست حليم کي سمجهايو ته هو ڳچي ۾ پاند پائي مرشد ڪان معافي وٺي."

سنڌ جي سياستدانن، اديبن، شاعرن جا بيان مرشد جو ڪجهه به نه بگاڙي سگهندا. هن شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي "پيئنگ" ڪئي، سنڌ يونيورسٽي جا "ترا" ڪڍڻ تي آهي. قومي جرڳه ڪميٽي پنهنجي فيصلي ۾ هن جي خلاف لکيو ته "سنڌ يونيورسٽي" ۾ "ڪرپشن ۽ ڪرائيم" پکيڙڻ ۾ شاهه صاحب جو وڏو هٿ آهي. سنڌ يونيورسٽي، مهراڻ يونيورسٽي ۽ ايل ايم سي مان ايستائين

بدعنوانيون ختم نہ ٿينديون، جيستائين سنڌ يونيورسٽي مان رشيد شاھہ کي نٿو هٽايو وڃي.“

پر مرشد کي ڪير هٽائي؟ مرشد سائين جي پُٽ مضبوط آهي. سندس هڪ آڱر ڳاڙهي موري واريَ شاھہ جي هٿ ۾ آهي ۽ ٻي آڱر ”سجاول واري سيد“ جي هٿ ۾، ان ڪري شاھہ صاحب کي نڪي لهر، نڪي لوڏو آهي. سچو لوڪ پلي هڪ پاسي ٿي وڃي، شاھہ جون پاڙون پاتال ۾ آهن، جيستائين سنڌ يونيورسٽي جون پاڙون نہ لڏنديون ۽ يونيورسٽي ڍهي پٽ نہ پوندي تيستائين شاھہ جو نڪرڻ ناممڪن آهي.

واقعي حليم بروهي چريو آهي! پنهنجو مٿو مضبوط ديوار سان ٽڪرائي رهيو آهي. جتي سنڌ يونيورسٽي جا ڪئي سئو استاد خاموش آهن. سنڌ جي عظيم درسگاھہ کي پنهنجي اکين سان تباھہ ٿيندي ڏسي ڪجھہ ڪرڻ لاءِ تيار ناهن! اتي مسڪين حليم کي خاموش رهڻ گهرجي. ان ۾ سندس ئي ڀلائي آهي. هڪ مسڪين اديب مضبوط پُٽ واري سيد سان آخر ڪيترو وڙهندو؟

رب سائين کان دعا آهي تہ شال حليم بروهي جي سِسِي سلامت رهي. جيڪو بہ سچ ڳالهائيندو، سچ لکندو ان کي سر تان سانگو لاهڻو پوندو. اها رسمِ دنيا آهي اهو ئي دنيا جو دستور آهي، جيڪو ازل کان هلندو اچي ۽ ابد تائين هلندو.

(عوامي آواز– 17.7.92)

## خواهشون، خوابَ ۽ حقيقتون

پنو شهيد جي سياستدان نياڻي محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ اج ڪلھہ پرچار ڪري رهي آهي تہ سنڌين ۽ مهاجرن کي هڪ ٿي وڃڻ گهرجي. سنڌين جي تہ هميشہ اها خواهش رهي آهي تہ ٻين پناھہ گيرن جيان اردو ڳالهائيندڙ بہ سنڌ جي مقدس مٽيءَ سان محبت ڪن ۽ پاڻ کي پناھہ گير سمجهڻ بدران سنڌي سمجهن. سا ڳالھہ اسان ڪين گذريل 45 سالن کان سمجهائيندا آيا آهيون، پر اها ڳالھہ انهن کي سمجهہ ۾ نٿي اچي. هر سنڌي ماڻهو، ان ماڻهوءَ کي پنهنجو سمجهي ٿو، جيڪو هتي مستقل آباد آهي. هتي ڪمائي ٿو، هت کائي ٿو، هتي دفن ٿئي ٿو. اسان هزارين سِتم سهڻ کان پوءِ بہ ماڻهپو نہ ڇڏيو آهي ۽ پنهنجي ذهن ۽ سيني کي هميشہ ڪشادو رکيو آهي. محبت، ماڻهپو، سهپ ۽ درگذر اسان جي رت جي سرشتي ۾ شامل آهي.

تاريخ جي بي رحم هٿ جڏهن برصغير کي بہ اڌ ڪيو، تڏهن سالن کان آباد انسانن کي پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏڻا پيا. مذهبي جنون جي جنگ ۾ انسان، انسان کي

ڪنو. آدم جو اولاد وحشي بڻجي ويو. آزاديءَ جي آڙ ۾ ڪيترا ڪيس ڪيا ويا. پاڪستان جي آزاديءَ جي تاريخ جا صفحا انساني رت سان رنگين آهن.

اسان موهن جي دڙي جي تهذيب جا امين آهيون. اسان جي سون ورني ڌرتي زرخيز ۽ قدرتي نعمتن سان مالا مال هئڻ ڪري ڌارين لاءِ هميشہ ڪشش جو باعث رهي آهي. صدين ڪان هتي ڌاريا ايندا رهيا. پر وقت گذرڻ سان گڏ اسان ۾ جذب ٿي ويا. ورهاڱي وقت جيڪا مخلوق آئي سا نہ ڄاڻ ڪهڙي نسل مان آهي؟ انهن جي اڪثريت انساني قدرن کان عاري آهي. انهن جو هتي اچڻ غير قانوني هو. ڇاڪاڻ تہ 23 مارچ 1940ع جي ٺهراءُ، ڪيبنيٽ مشن پلان يا آزادي هند ايڪٽ 1947ع ۾ انهيءَ ڳالهہ جو ڪوبہ ذڪر ناهي تہ مذهب جي بنياد تي لڏ پلاڻ ٿيندي. صرف انهيءَ ڳالهہ جو ذڪر هو تہ جن صوبن يا علائقن ۾ پاڪستان قائم ٿيڻو هئو انهن ۾ مسلمانن جو اچڻ يا هتان غير مسلمن جو هندستان وڃڻ شامل نہ هو. پر اها لڏپلاڻ ڇو ٿي؟ انهيءَ خوني ڊرامي پويان مڪروهہ چهرا ۽ منافق هٿ آهن، جن انسانن کي پنهنجي ابن ڏاڏن جا گهر ڇڏڻ تي مجبور ڪيو.

هجرت هڪ عذاب هوندي آهي، پر هندستان مان جيڪي آيا سي پنهنجي رضا ۽ رغبت سان "مهاجر" بڻيا. جڏهن تہ سنڌي هندن کان تہ "گن پوائنٽ" تي ڏاڏاڻو ڏيهہ ڇڏايو ويو! پناهگير ٿيڻ تي انهن جي اکين ۾ لڙڪ هئا. ڌرتيءَ جي جدائي جو درد ڪو انسان ئي ڄاڻي سگهي ٿو؛ جانورن کي ڪهڙي خبر تہ "وطن" ڇا هوندا آهن!

پاڪستان ايشيا جو واحد ملڪ آهي، جنهن جو گورنر جنرل، وزيراعظم، وفاقي وزير، دستور ساز اسيمبلي جا ميمبر ۽ انتظامي آفيسر ٻاهران آيا! انهن جو انهن علائقن يا صوبن سان ڪوبہ تعلق نہ هو، جيڪي آزاديءَ جي وقت پاڪستان جي نقشي ۾ شامل هئا. گورنر جنرل، وزيراعظم ۽ وفاقي وزيرن کي پنهنجي ووٽرن جو ڪو حلقو نہ هو. اهي پاڻ تہ آيا، پر پاڻ سان گڏ پنهنجا حامي ۽ ووٽر بہ وٺي آيا. هجرت جو سڄو بار سنڌ تي پيو. سنڌ جي سسي ڪراچي، پاڪستان جي نالي تي سنڌ کان ڌار ڪئي وئي. آزادي جون سڀ نعمتون "من صلوا" سمجهي مهاجرن تي وسڻ لڳيون! هو هر شيءِ جا مالڪ ۽ مختيار بڻجي ويا. سنڌي ثقافت جي عظيم روايتن کي سامهون رکي اسان انهن کي پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏنيون. ميزباني جا اصول نڀائيندي اسان انهن کي ڳڀي سان گڏ گهر بہ فراهم ڪيا. مهمانن ميزبانيءَ کي پنهنجو "حق" سمجهيو. محبت کي "فتح" سمجهيو. "مهمانن" مان "مها فاتح" بڻجي ويا! ميزباني ۽ محبت جي سزا جيڪا سنڌي قوم ڀوڳي آهي، سا شايد دنيا جي تاريخ جي ٻي ڪنهن بہ قوم برداشت ڪئي هوندي!

سنڌين آيلن کي هميشہ پنهنجو سمجهيو. پر هنن هميشہ پاڻ کي "برتر"

سمجهي، پاڻ کي ”اوپرو“ رکيو. اسان هنن کي هار پارايا. هنن اسان جي جسم ۾ ڪنڊا ٽنبيا. اسان هنن کي پريت جو رَسُ ڏنو، پر هنن جي نَس نَس ۾ نفرت جو زهر ڀريل هو. هنن وِڪ وِڪ تي اسان جي لاءِ آيا کاوا هنيا، جن سان اسان جو روح ۽ زخمي ٿيو ته جسم پڻ. ڪڏهن ڪڏهن سوچبو آهي ته ”مهاجر“ جي معنيٰ ڇا آهي. عام ڊڪشنرين ۾ ته لکيل آهي ته مهاجر معنيٰ هجرت ڪرڻ وارو يا پناهه وٺندڙ. پر منهنجي ذهن ۾ ته مهاجر جي هڪ ٻي معنيٰ پيدا ٿي آهي، يعني مها + جر معنيٰ ”وڏي جوُر“ جيڪا چنبڙڻ ڪان پوءِ جسم مان رت چوسي وٺندي آهي! هنن اسان جو رت سَت چوسيو آهي. هنن هر انهيءَ ڳالهه جي مخالفت ڪئي آهي، جيڪا اسان لاءِ فائديمند هجي. هنن ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جي حمايت ڪئي. ون يونٽ جي حق ۾ جلوس ڪڍيا، ڀِٽو شهيد جي سوري سينگار ٿيڻ تي هنن جهمريون پاتيون، مٺايون ورهايون ۽ ايم آر ڊي تحريڪ ۾ سنڌين جو ساٿ نه ڏنو. هو هميشه آمرن جي ڪاسه ليسي ۽ پنجاب جي بالادست طبقن جي دلالي ڪندا رهيا. سنڌين جي جمهوري حڪومتن کي ڊاهڻ ۾ اڳتي رهيا. هنن جي قائد ملت اسان کي گهوڙا ۽ گڏهه هڪلڻ واري قوم سڏيو. هن جي وارثن اسان کي ڇٽ ۽ جاهل ٺهرايو.

مهاجرن سنڌ کي تباهه ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي. اسان جي زبان کي ختم ڪرڻ ۾ هنن پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. سنڌي زبان کي هنن هميشه ڪافرن ۽ راجا ڏاهر جي زبان سمجهي ان ڪان نفرت ڪئي. هنن سنڌ جي تاريخي، ادبي ۽ ثقافتي ورثي ”سنڌ الاجي“ جي آفيس کي ساڙيو. پاڻ کي هلاڪو ۽ چنگيز خان جو وارث ثابت ڪيو!

پنجابي، پناهگير معاشي، سياسي مفادن جي پورائيءَ لاءِ هو اسلام ۽ نظريه پاڪستان لاءِ پنهنجي نام نهاد قربانين جي آڙ ۾ سنڌ کي تباهه ڪندا رهيا. حالانڪ تاريخ گواهه آهي.ته ورهاڱي وقت ڪنهن هڪ ٻه اردو ڳالهائيندڙ جي آڱر نه وڍي! جيڪي ڪلور ٿيا سي صرف پنجابي پناهگيرن تي ٿيا. پر اهو راڳ آلاپيندا رهيا آهن ته هنن قرباني ڏني، رت جو سمنڊ پار ڪيو. اهو سراسر ڪوڙ ۽ تاريخي بدديانتي آهي، سنڌ کي ياڱا ڪرڻ لاءِ هنن ڌار قوميت جو نعرو لڳايو. موجوده ”نيرو لومڙ“ آپريشن ۾ اها ڳالهه ڳجهي نه رهي آهي ته جناح پور ۽ اردو ديش هنن جي مستقل منزل آهي. هنن سنڌ کي ڪڏهن به پنهنجو وطن نه سمجهيو ۽ نه ئي سنڌين کي پنهنجو ڀاءُ، هو مهاجر آهن ۽ مهاجر ٿي رهندا.

جيڪي سياستدان، دانشور وڏا وڏا مضمون لکن ٿا ۽ ايڊيٽوريل ۾ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏين ٿا ته سنڌين ۽ مهاجرن کي هڪ ٿيڻ گهرجي. سي منهنجي راءِ ۾

خوابن جي دنيا ۾ رهن ٿا. خواهش ۽ حقيقت ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. مهاجر جي نفسيات ۽ مزاج ۾ ڌرتيءَ ۽ ڌرتي جي ماڻهن سان محبت شامل ٿي ناهي. هنن جي نصيب ۾ رڳو هجرت ٿي هجرت آهي! هو صدين کان هجرت ڪندا آيا آهن. هنن وطن کي هميشه "ٽاڪ" سمجهيو آهي. ڪجهه وقت گذاري هڪڙي وطن کان ٻئي وطن تائين سفر ڪرڻ هنن جي رت جي سرشتي ۾ شامل آهي.

سندن هڪ همزبان دانشور ڊاڪٽر جميل جالبي جيڪو ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر پڻ رهي چڪو آهي. پنهنجي ڪتاب "پاڪستاني ڪلچر" ۾ لکي ٿو ته "مهاجر آبادي تهذيبي سطح تي هڪ احساس برتريءَ جو جذبو پنهنجي اندر رکي ٿي. جذبات جي وهڪري ۾ هو اهو ڀلجي وڃي آهي ته احساس برتريءَ جو اهو عمل نئين ماحول ۾ نئين ملڪ جي قديم آبادي لاءِ هڪ منفي عمل جو درجو رکي ٿي. مهاجرن جو اهو قصور آهي ته هنن قديم آباديءَ جي ڪلچر ۾ انهن جي مسئلن کي سمجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي ۽ احساس برتريءَ جي جذبي انهن کي ابترو ته انڌو ڪيو جو هنن مان احترام جي سطح غائب ٿي وئي. اچڻ واري آباديءَ اهو ڀلجي وئي ته "هجرت" جي معنيٰ تبديلي هوندو آهي ۽ انسانن سان گڏ تهذيبي ادارا هجرت نه ڪندا آهن. هنن لاءِ ادارن کي به نئين ماحول ۾ نئين تقاضائن تحت بدلائڻ جي ضرورت آهي. هجرت ڪرڻ واري آبادي پنهنجي ڇڏيل سوسائٽي کي ٻيهر قائم ڪرڻ جو تصور به نه ٿي ڪري سگهي."

اسان ته 45 سالن کان اها ڪوشش ڪندا رهيا آهيون ته مهاجر جنهن ڌرتيءَ جو اناج کائين ٿا، جنهن درياءَ جو پاڻي پيئن ٿا، تنهن سان وفادار ٿي رهن؛ پاڻ ۾ احساس برتريءَ جي جذبي بدران "برابري جو جذبو" پيدا ڪن. پر شايد وفاداري هنن جي رت ۾ ئي شامل ناهي. جانور به جنهن جاءِ تي ڪجهه سال ٻڌبو آهي ته انهيءَ "وٿاڻ" سان هن کي محبت ٿي ويندي آهي. پر شايد مهاجر محبت جي جذبي کان ناآشنا آهن.

هنن جي اڪثريت ترقي پسند دانشور جو ڪردار به مڪاري ۽ منافقيءَ وارو آهي. ڪجهه دانشور جن ۾ زاهده حنا، جي ايم مهڪري، انتظار حسين، واجد شمس الحسن، جمال نقوي، واحد بشير شامل آهن، انهن هميشه سنڌ ۽ سنڌين جي حقن جي ڳالهه ڪئي آهي. پر باقي پناهگير پهرين پناهگير ۽ پوءِ ترقي پسند آهن. مون خود پنهنجي زندگيءَ جا قيمتي پندرنهن سال انهيءَ روشن خيالن لڏي سان گهاريا آهن. هو اسان کي ته نصيحتون ۽ فضيحتون ڪندا رهيا آهن، پر پنهنجي همزبانن ۾، پنهنجي پارٽي ۾ ڪي پنج ماڻهو به پيدا نه ڪري سگهيا آهن. جيڪي چاتيءَ تي هٿ هڻي چون ته "اسان سنڌي آهيون!" مون اردو ڳالهائيندڙ انقلابين ۾ صرف هڪ اهڙو انسان ڏٺو، جنهن کي سنڌين ۽ سنڌ ڌرتيءَ سان لازوال محبت هئي. اهو ڪامريڊ عزيز سلام بخاري هو. هو چوندو هو ته، "جيستائين ڪو

پناهگير سنڌي نٿو ڳالهائي، اهو سنڌ سان وفادار ٿي نہ ٿو سگهي!" مرڻ کان اڳ ۾ هن وصيحت ڪئي تہ هن کي سنڌين جي قبرستان ۾ دفن ڪيو وڃي! هن سنڌ جي غدارن جي قبرستان ۾ دفن ٿيڻ بہ پسند نہ ڪيو! اسان کي اهڙن انسانن لاءِ عزت بہ آهي تہ احترام بہ آهي.

منهنجي راءِ ۾ ڪو معجزو ئي مهاجرن کي سنڌي ٿيڻ تي مجبور ڪري سگهي ٿو. هنن جا جيڪي سياسي مطالبا آهن، جن ۾ بهارين کي آڻڻ، ڪوٽا سسٽم ختم ڪرڻ، شهري يونيورسٽي قائم ڪرڻ ۽ مهاجر صوبو قائم ڪرڻ شامل آهن، سي سراسر سنڌ ۽ سنڌين جي مفادن جي خلاف آهي. سنڌين ۽ مهاجرن ۾ سمجهوتو ڪيئن ۽ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ انهيءَ لاءِ في الحال ڪا واضح راهہ نظر نہ ٿي اچي. تاريخ ڏاڍي بي رحم آهي، اهو مهاجرن جي مفاد ۾ آهي تہ هو پنهنجون بدمعاشيون ۽ ٺڳيون ڇڏي پنهنجو مستقبل سنڌ سان واڳين، ورنہ سنڌ ان اڳيان سمنڊ آهي ۽ پوئيان صرف واپسي جو رستو آهي! نسلي گروهہ پنجاهہ سال هڪ هنڌ رهي بہ هجرت ڪري هليا ويندا آهن. هنن جو واپس وڃڻ تاريخ ۽ سياست جو ڪو نئون مثال نہ هوندو.

باقي اسان سنڌي تہ صدين کان آهيون ۽ هميشہ رهنداسين. اسان کي اڄ ڏينهن تائين ڪو مٽائي نہ سگهيو آهي ۽ نہ ئي ڪير مٽائي سگهندو. جيستائين سج جا سونهري ڪرڻا سون ورني ڌرتيءَ تي پوندا، تيستائين سنڌ قائم ۽ دائم رهندي. رب کان دعا آهي تہ هنن مت جي موڙهن مهاجرن کي ڪا سمجهہ ڏئي تہ سنڌي ٿي رهڻ ۾ سنڌ ان ئي ڀلائي آهي.

(عوامي آواز– 27.7.92)

# مون پڪ سڃاتا پنهنجا هئا

قاسم آباد سنڌ جي اها وستي آهي جتي "سنڌي پناهگيرن" جي اڪثريت رهي ٿي. ايم ڪيو ايم جي مهربانين ۾ هڪ مهرباني اها بہ شامل آهي جو هنن هيءَ وستي آباد ڪرائي. جيڪڏهن دهشت گرد، ڌرتيءَ ڌڻين کي نہ ڪٽين ها تہ هن علائقي کي آباد ٿيڻ ۾ سوين سال لڳن ها!

ڪن سڄڻن جي اها راءِ آهي تہ حيدرآباد ۾ سنڌي مهاجر فسادن جي سازش ۾ ٻين ايجنسين سان گڏ "ٻلڊر" بہ شامل هئا تہ جيئن سنڌ ان ناقص تعمير ٿيل گهر هٿو هٿ وڪامجن. سنڌي مهاجر فسادن مان جيترو مال "ٻلڊرن" ميڙيو آهي اهو هنن جي پونيئرن جي ويهي کائڻ لاءِ ڪافي آهي.

قاسم آباد جو نالو اسلام جي عظيم سپہ سالار ”محمد بن قاسم“ جي نالي پويان رکيو ويو آهي، جنهن لاءِ مورخ لکن ٿا ته هو صرف سترهن سالن جي ڄمار ۾ ”فل جنرل“ بڻيو هئو. ڪمانڊر ان چيف جو عهدو ماڻي پين ”فور اسٽار جنرلن“ جو رڪارڊ ٽوڙيو هئائين. جڏهن ڪڙپيل جنرل سنڌ فتح نہ ڪري سگهيا تہ حاڪمن جي نظر هن تي پيئي. هن جي قسمت زور هئي، سنڌين جي نااتفاقي جو فائدو وٺندي هو ”فاتح سنڌ“ بڻيو.

هن سنڌ تي ڪجهہ سال حڪومت ڪئي، وقت بدليو، حاڪم بدليا. نَون حاڪمن هن کي انهيءَ الزام تحت برطرف ڪري قيد جي سزا ڏني تہ هن مال ميڙيو هئو ۽ سنڌي عورتن جي بي حرمتي ڪئي هئي. جڏهن ڪو جنرل اقتدار ۾ هوندو آهي تہ ”پاڪ پوتر ۽ مومن“ هوندو آهي ۽ لهڻ کان پوءِ هن جا سڀ ”عيب ثواب“ ظاهر ٿيندا آهن.

مرحوم و مغفور محمد بن قاسم جي نالي قائم ٿيل وستيءَ جا واسي طرحين طرحين جي عذابن ۾ مبتلا آهن. ڪڏهن ڪڏهن اهي سوچيندا آهن تہ ڪاش! پٺائي جي نالي تي قائم ٿيل وستي ”لطيف آباد“ ۾ رهن ها تہ کين هر قسم جون شهري سهوليتون حاصل هجن ها، پر لطيف آباد ۾ اهو ”سائن بورڊ“ وڏن اکرن سان لڳل آهي تہ ”هن علائقي ۾ سنڌين جي داخلا بند آهي“ يعني هت صرف پٺائيءَ کان مُنهن موڙيندڙ رهي سگهن ٿا!

قاسم آباد جي آبادي هڪ لک کان مٿي آهي. هن جو ڪو والي وارث ناهي، کين نہ قومي اسيمبليءَ ۾ نمائندگي آهي ۽ نہ ئي نام نهاد صوبائي اسيمبليءَ ۾، حيدرآباد ميونسپل ڪارپوريشن لاءِ تہ قاسم آباد ”علاقہ غير“ آهي. حيدرآباد ڊويلپمينٽ اٿارٽي جي هيڊ آفيس قاسم آباد ۾ هوندي بہ ڏيڻي هيٺان اوندهہ“ وانگي آهي. ڇڻ قاسم آباد حيدرآباد شهر جو حصو ناهي.

قاسم آباد ۾ ڪيترائي ٽائون، نگر، هومز ۽ ڪالونيون آهن پر اهي بلڊرن جي رحم ڪرم تي آهن. انهن هائوسنگ اسڪيمن جا نقشا هر مهيني بدلبا رهندا آهن. ايچ ڊي اي جا آفيسر ”حساب ڪتاب“ ڪرڻ جا ماهر آهن. بلڊرن سان ”ڏنو پَٽ ڇُنو“ جي فارمولي تي عمل ڪندي ڪيترن ”ايمينٽي پلاٽن“ کي ڪمرشل پلاٽن ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. هن کي پڪ ڪنهن دشمن اها ڇاڻ ڏني آهي تہ سنڌين ۾ هاڻ ”احتجاج“ جي سگهہ نہ رهي آهي. اهي صرف پنهنجي بيوسي تي هنجون هاري سگهن ٿا. ڪنڊن ۾ ويهي ڪنڻ جون ڪچهريون ڪري سگهن ٿا. هڪ ٻئي جي گلا ڪري گڏ گڏ تي سگهن ٿا. هڪ ٻئي جي پيرن هيٺان زمين ڇڪي سگهن ٿا. ”اتحاد ۽ احتجاج“ سنڌ مان ائين غائب ٿي ويا آهن جيئن ”ڪارونجهر مان مور“.

اسان سنڌي پاڻ کي پڪو پاڪستاني ۽ مسلمان ثابت ڪرڻ لاءِ في الحال صرف "صبر ايوبي" تي عمل پيرا آهيون! بقول ڀٽائي "صبر جن جو سير تير نہ ڪسي تن جو" اسان ڪنهن معجزي جي انتظار ۾ آهيون!؟...

قاسم آباد جا رهواسي هر انساني سهوليتن کان محروم آهن. روڊ رستا اهڙا آهن، جيڪڏهن ڪنهن عورت جو "ويم" آسانيءَ سان نہ ٿئي تہ انهيءَ کي سوزڪي يا رڪشا ۾ چاڙهي قاسم آباد جي رستن جو سير ڪرايو وڃي. انشاءَ الله مشڪل آسان ٿي ويندي.

سرڪاري بس تہ قاسم آباد کان ائين شرمائي ٿي جيئن ڪا من موهڻي پنهنجي مڱيندي کان شرمائيندي هجي. انهيءَ ڪري سرڪاري بس نيشنل هاءِ وي جو رستو پار ڪري قاسم آباد ۾ اچڻ لاءِ تيار ناهي. قاسم آباد جي نصيب ۾ "گجر ٽرانسپورٽ" جون ڀڳل ٽٽل بسون آهن، جن ۾ سواري ڪرڻ سان هاضمو درست رهي ٿو!

سنڌ سرڪار کي ايجنسين اهو ٻڌايو آهي تہ قاسم آباد جا ماڻهو "بيماري پروف" آهن. ان ڪري قاسم آباد ۾ سرڪاري اسپتالون کولڻ "شجر ممنوع" آهي! پ پ جي پهرين دور ۾ ڏيڍ سئو بسترن جي اسپتال منظور ٿي. ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ اها هجرت ڪري ڪوهسار لطيف آباد هلي ويئي آهي! صحت کاتي جي مشير عرفان مروت کي "شڪار" کان فرصت ناهي. ڊاڪٽر سڄڻ ٿي ڪو سڄڻ ڏيکاري!

قاسم آباد جي تعليمي ادارن جي حالت پوري ساري آهي. جيڪي چند پرائمري اسڪول آهن، تن ۾ نہ پاڻي ملندو نہ ئي بجلي. شاگردن لاءِ تہ ڇا پر استادن جي ويهڻ لاءِ بہ فرنيچر اڻ پورو آهي. اڪثر نياڻين جي پرائمري اسڪولن ۾ باٿ روم ناپيد آهن. انهيءَ ڪري ماستريائيون گهٽي پاڻي پيئڻ کان لهرائينديون آهن ۽ نياڻين کي بہ پاڻي پيئڻ کان منع ڪنديون آهن. مجبوريءَ جي حالت ۾ پاڙي وارن جا گهر حاضر آهن.

اڳوڻي اسڪول ڊائريڪٽر کي پنهنجي بنگلي جي تعمير جي ڳڻتيءَ ۾ دل جي بيماري ٿي پيئي. اهو قاسم آباد ۾ رهندي بہ قاسم آباد جي تعليمي ادارن جي سارسنڀال کان مجبور ۽ معذور هئو. موجوده ڊائريڪٽر اسڪول في الحال جليل جي جدائي جي صدمي ۾ آهي! سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڪراچي جي فيلڊ آفيس ۾ جليل سان گهاريل گهڙيون هن جي تعليمي زندگيءَ جو "عظيم سرمايو" آهن. جليل پڇي ويو پر سنڌي آفيسرن کي ڇورو ڇنو ڪري ويو! هر وقت "يار فراق جي درد آءٌ ماري" جي وائي سندن لبن تي آهي! جليل سان نينهن نيائڻ ۾ سنڌي آفيسرن تہ پناهگيرن جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو! سنڌي قوم کي گهرجي تہ اهڙن آفيسرن کي ياد

رکي جيڪي ساڻدي جيان سئو رنگ بدلائيندا آهن.

ڪاليجن جي ڊائريڪٽر هر وقت "درود صلوات" ۾ مصروف آهي. سندس چپن تي هر وقت "يا جليل، يا جليل" جو ورد آهي. جنهن جي لنئوڻ رب سان لڳل هجي، انهي کي دنيا جي ڪهڙي خبر؟ قاسم آباد ۾ بوائز ڪاليج ڪيئن تو هلي؟ اهو تہ ڪاليج جو پرنسپال سيد سگوري کان پڇيو وڃي. ويچاري هڙان وڙان خرچ ڪري پني سني ڪاليج جو فرنيچر پورو ڪيو آهي. گرلز ڪاليج منظور ٿيو آهي پر ڊائريڪٽر صاحب کي عبادت کان فرصت ملي تہ گرلز ڪاليج جي "عيادت" ڪري! في الحال اٽڪل چار سئو نياڻيون بسن، سوزڪين ۾ ڌڪا ٿاٻا کائي پنهنجن جا ٽنڪا طعنا سهي شهر جي گرلز ڪاليجن ۾ تعليم پرائڻ وڃن ٿيون. منهنجي قاسم آباد جي نياڻين کي اها گذارش آهي تہ قاسم آباد ۾ ڪو "ميلاد" منعقد ڪن ۽ ڊائريڪٽر ڪالجز کي "خاص مهمان" ڪري گهرائين تہ گرلز ڪاليج هن سال ڪلي سگهي ٿو. آزمائش شرط آهي!

قاسم آباد ۾ "انڪروچمنٽ يا قبضو ڪرڻ" ۾ سنڌي گوءِ کٽي ويا آهن. جيڪڏهن "بارسلونا اولمپڪس" ۾ "قبضہ خورن" جو مقابلو ڪرايو وڃي تہ "وڪٽري اسٽينڊ" تي پهرئين نمبر تي پناهگير هوندا ۽ ٻئي نمبر تي پڪ سنڌي هوندا! رستا تہ نهيو هاڻ تہ گٽرن تي بہ قبضا ٿي رهيا آهن. هڪ ڏينهن شايد اهڙو وقت ايندو جو قاسم آباد جا رهواسي پنهنجي گند ۾ ترڪندا! اڪثر سنڌين جي ذهنيت مڪمل طور تي پناهگيرن جهڙي ٿي چڪي آهي! جيڪڏهن ڪو چڱائي سمجهي قبضي ڪرڻ کان منع ڪندو تہ ست سَريون ٻڌائيندا. ماءُ، پيءُ، ذات، خاندان ڪٻي وڃي پار پوندا. لٿيون آييون ٿي ويندڙيون. قاسم آباد جي رهواسين جيِّ نفسيات پناهگيرن جي نفسيات مان ٽڪو بہ گهٽ ناهي. قاسم آباد جي اڪثر رهواسين کي توهان" سنڌي پناهگير" سڏي سگهو ٿا!

واپڊا سنڌ، جو سربراهہ هڪ سنڌي آهي. اسان جون اکيون ٺڏيون تہ پنهنجو ڪو همزبان "اعليٰ عهدي" تي فائز آهي. سائين کي ڪيترا ڀيرا منٿون ميڙون ڪيون اٿئون تہ قاسم آباد ۾ بجليءَ جي لڪ لڪوٽي راند بند ڪرايو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ بجلي غائب رهي ٿي. گرميءَ جي موسم ۾ قاسم آباد جا رهواسي دوزخ ۾ رهڻ جي پريڪٽس ڪرڻ ۾ پورا آهن. چيئرمين صاحب کي اهو عرض ڪندا رهيا آهيون تہ قاسم آباد جي رهواسين تي ديا جي نظر وڌي وڃي ۽ خاص طور تي نسيم نگر جي رهواسين تي ڪو ڪرم ڪيو وڃي. نسيم نگر جي سوالين جو اهو سوال پورو ڪيو وڃي. تہ "هڪ پنج سئو ڪلوواٽ جي ٽرانسفارمر جو سوال آهي بابا! توهان جي خزاني يعني واپڊا جي اسٽور ۾ ٽرانسفارمن جي ڪا ڪمي ناهي. سخي

بابا! صرف دل وڏي ڪر. ڏٺي تعاليٰ توکي درجا ڏيندو!" پر سائين شايد ڪَن صفا نٿو ڪرائي، ان ڪري نسيم نگر جي رهواسين جي صدا هن کي ٻڌڻ ۾ نٿي اچي.

اسان سنڌي ڪيڏا نه سادا آهيون جو هميشه مطالبو ڪندا آهيون ته اهم پوسٽن تي سنڌي آفيسر رکو. اهم ڪرسين ماڻ ڪان پوءِ سنڌي آفيسرن جي ڪنڌ ۾ نه ڄاڻ ڪهڙي فيڪٽري جي نهيل "ڪلي" لڳل هوندي آهي جو سنڌ ن اکيون پنهنجي ڏي نظر ڪرڻ ڪان نابري واري بيهنديون آهن. هو سنڌين ڪان ائين پري ڀڄندا آهن "جيئن ڪانءِ ڀڃي ڪمان ڪان!" انهن کي اهو سبق ڪير سيکاري ته ڪاٺ جي ڪرسي انسانن ڪان وڏ ناهي.

واپڊا سنڌ جي چيئرمين کي به انهن سنڌي آفيسرن جي واٽ وٺڻ کپي، جن ڪڏهن به پنهنجو ضمير نه شرمايو آهي. هميشه سنڌ جي ڊوميسائيل جو حق ادا ڪيو آهي. ڪرسيءَ کي ڪڏهن به سنڌ ۽ سنڌين تي ترجيح نه ڏني آهي. اڄ به سنڌي، حيدربخش جتوئي، عبدالله ميمڻ، محمد هاشم ميمڻ، اشرف سيال، رشيد هاشمائي، پير عبدالحق جان سرهندي کي چڱن لفظن سان ياد ڪن ٿا. ڳالهه صرف سنڌ جي ڊوميسائيل جي حق ادا ڪرڻ جي آهي!

اسان ڏارين کي ڪهڙو ڏهه ڏيون؟ اسان کي پنهنجن ئي تباهه ڪيو آهي. پنهنجن جي ڏانهن ڪنهن کي ڏيون؟ سنڌ ۾ حاڪم به پنهنجا، آفيسر به پنهنجا، پر سنڌين جا مسئلا حل ٿيڻ بدران ڏينهون ڏينهن وڌي رهيا آهن. نه ڄاڻ سنڌي "صبر ايوبي" جي عمل مان ڪڏهن ٻاهر نڪرندا؟ آخر ڪيستائين معجزن جو انتظار ڪندا؟ حرڪت ۾ برڪت آهي، بيٺل پاڻي هميشه سينورجي ويندو آهي!

(عوامي آواز– 4.8.92)

# تعليم، استاد ۽ استادي

سنڌ جا تعليمي ادارا جنهن صورتحال مان گذري رهيا آهن، انهن کي ڏسي سچي سنڌي قوم جون اکيون اشڪبار آهن. پرائمري کان يونيورسٽي تائين سنڌ جي تعليم جي مڪمل پيننگ ٿي چڪي آهي. سنڌ جي تعليم کي تباهه ڪرڻ ۾ سياستدانن، ڪامورن، والدين ۽ استادن جو هٿ آهي، والدين ٻارن کي تعليمي ادارن ۾ داخل ڪرڻ کان پوءِ ائين سمجهندا آهن ته هنن جو فرض پورو ٿيو. هاڻ استاد ڄاڻن ۽ شاگرد. تعليمي ادارن ۾ ڏينهن رات جي چوويهن ڪلاڪن ۾ شاگرد صرف پنج ڪلاڪ استادن جي حوالي هوندا آهن. باقي اوڻيهه ڪلاڪ مائٽن وٽ هوندا آهن، والدين ڪڏهن به اهو نه ٿا سوچين ته ٻار جي تربيت جو پهريون مرڪز گهر هوندو آهي، جتي ٻار جو گهڻو وقت گذرندو آهي. والدين جي غفلت ۽ لاپرواهي ڪري ٻارن جي اڪثريت صحيح معنيٰ ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کان محروم آهي.

اسان وٽ استادن جي ڀرتي جو جيڪو "نظام" موجود آهي انهيءَ ۾ اهليت جو ذرو به دخل ناهي. اسان وٽ استاد اهي ٿين ٿا جيڪي "سٺيون" نوڪرين کان محروم رهن ٿا. اهي گذاري خاطر استاد ٿين ٿا. پرائمري، سيڪنڊري اسڪولن ۾ استادن جي ڀرتي جو جيڪو نظام جاري ساري آهي، ان جو سمورو بنياد سفارش ۽ سرمايو آهي. هر دور حڪومت ۾ وزيرن، مشيرن، سينيٽ، قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن ۾ استادن جون سيٽون "ريوڙين" وانگر ورهايون وينديون آهن. اهي صاحب وري پنهنجي ڪمدارن ڪارن ذريعي اهي سيٽون وڪرو ڪندا آهن ۽ اليڪشن جي خرچ جو پورائو ڪندا آهن. وهندڙ درياءَ مان پرائمري ۽ سيڪنڊري ايسوسي ايشن جا چند عهديدار به ڪجهه قطرا حاصل ڪندا آهن، آخر انهن کي به گذران ڪرڻو آهي، جيون جو ڏکيو سفر ڪٽڻو آهي. حڪمران اربين روپيا ڪمائين ٿا، جيڪڏهن ڪجهه هزار، استاد تنظيمن عهديدار ڪمايا ته ڪهڙي اربعا خطا ٿي پيئي؟!

ٻهراڙي جا اڌو اڌ اسڪول وڏيرن جون "اوطاقون" بنيل آهن ۽ استاد منشي بنيل آهن. اڪثر پرائمري اسڪولن تي تالا آهن. استاد صاحب پنهنجي ذاتي ڪاروبار ۾ مصروف آهن. "سپروائيزر" سب ڊويزنل ايجوڪيشن آفيسر ۽ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر حصي پتيءَ ۾ استادن سان ڀاڱي ڀائيوار آهن. آخر انهن کي به ته بيگمات جون فرمائشون پوريون ڪرڻيون آهن. "پ ٽ الف" ۽ "گسٽا" جا ڪجهه اڳواڻ صاحبن جي دلالي ۾ مصروف آهن. انهن تنظيمن ۾ جيڪي باضمير ۽ بااصول

اڳواڻ آهن، آهي مصلحت پسندي جو شڪار آهن. اهي ذاتي "دوستيون" نڀائي سڄي قوم سان دشمني ڪري رهيا آهن. سنڌ جي پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم کي بچائڻ لاءِ وري به انهن باضمير ۽ بااصول استادن کي اڳيان اچڻو پوندو، مجرمانه خاموشي ختم ڪرڻي پوندي. دنيا جي تاريخ جو مطالعو ڪنداسين ته "قومي آزاديءَ" جي جنگ ۾ هميشه پرائمري استاد اڳئين "محاذ" تي رهيا آهن. اسان وٽ به اهڙن پرائمري استادن جي کوٽ ناهي. ڳالهه صرف "احساس" جاڳائڻ جي آهي جيڪڏهن اڄ به پ ٿ الف يا گستا اهو عزم ڪري ته "غير حاضر" "گوسڙو" "ڪم چور" ۽ "بي ايمان" استادن جو محاسبو ڪيو ويندو، گهر ويٺي پگهار کڻندڙ استادن جي نشاندهي ڪئي ويندي، ڪامورن جي دلالي کان پاسو ڪيو ويندو، استادن جي ٻارن لاءِ مخصوص سيٽون وڪرو نه ڪيون وينديون، موقع پرست، منافق، ويڪائوءَ لباڙي قيادت کان حساب ڪتاب ورتو ويندو، ذاتي دوستين ۽ مصلحتن جا "چار" ٽوڙيا ويندا، ته سنڌي قوم تعليم جي بنيادي سفر ۾ نئين سر آغاز ڪري پنهنجو اصل ماڳ ماڻي سگهي ٿي.

"سپلا" جيڪا ڪاليج استادن جي تنظيم آهي، انهيءَ جو به بنيادي فرض آهي ته پنهنجي ميمبرن کي پابند ڪري ته هو ڪلاس باقاعدگي سان وٺن، اهڙي ڪنهن به ميمبر سان رعايت نه ڪن، جيڪو هزارين روپيا پگهار کڻڻ جي باوجود هڪ ڪلاس به نٿو وٺي. اهڙن پرنسپالن جي نشاندهي ڪن جيڪي ڪاليج جي فنڊن ۾ "گهوٻيڙن" جا ذميوار آهن. استادن جي روپ ۾ اهڙن "ڪارين رڍن" خلاف تنظيمي قدم کڻن جيڪي امتحاني ڪاروبار ۾ ملوث آهن. جيڪي چند هزار روپين تي پنهنجو ضمير وڪڻي رهيا آهن.

درياءَ جي پلن هيٺيان هاڻ ڪافي پاڻي وهي چڪو آهي. سڄي سماج ۾ هاڻ استادن کي ڌڪار جي نگاهن سان ڏٺو وڃي پيو. سمورو سماج تعليم جي تباهي جو ذميوار استادن کي سمجهي رهيو آهي. چئني طرفن سمورن استادن تي ڦٽڪار آهي. حالانڪ تعليم جي تباهي ۾ حڪمران، سياستدانن، ڪامورن جو وڏو هٿ آهي. پر جيئن ته استاد هڪ معزز فرد آهي، اهيو انهيءَ ملازمت سان وابسته آهي، جيڪو "پيغمبرانه پيشو" آهي. انهي جو سماج استادن مان اها توقع رکي ٿو ته اهي پاڪ پوتر هجن، انهن جي لباس تي ڪوبه ڪارو ٽڪو نه لڳي. ماڻ مڃان ٿو ته هن ملڪ اندر استادن کي اهي سهوليتون ۽ مراعتون مليل ناهن جن جا هو حقدار آهن. پرائمري استادن جون پگهارون ايتريون ته گهٽ آهن جو هنن لاءِ "جسم" ۽ "جان" جو رشتو برقرار رکڻ مشڪل آهي. پر انهيءَ جو اهو مطلب ناهي ته اسان پنهنجي فرض سان ڪوتاهي ڪريون، ڇاڪاڻ ته هي پيشو اسان پاڻ چونڊيو آهي، جيڪڏهن اسان پاڻ کي "روينيو"، "ايريگشن" ۽ "پوليس" کاتي جي اهلڪارن سان ڀيٽيون ٿا ته اها اسان جي ڀُل آهي.

اسان سان ناانصافين ۽ محرومين جو ذميوار هي ”سياسي نظام آهي.“ اهو نظام بدلائڻ سان ئي اسان سک ماڻي سگهون ٿا. اهو نظام تڏهن بدلبو جڏهن سنڌ ۾ تعليم عام ٿيندي، تعليم عام ٿي ته سجاڳي ايندي. انسان کي حق ۽ ناحق، ظلم ۽ مظلوم جي پروڙ حاصل ٿيندي. انهيءَ ڪري اسان پرائمري، سيڪنڊري ۽ ڪاليجي استادن جو اهو اخلاقي ۽ قومي فرض آهي ته اسان پنهنجي بگڙيل تعليمي نظام کي جهَل ڏيون ورنه ذلت ۽ ”غلامي“ اسان جو ”مقدر“ آهي.

قومن جي زندگي ۾ ”لاهيون چاڙهيون“ ايندريون رهنديون آهن. جيڪي قومون ماضيءَ جي غلطين جو ازالو نه ڪنديون آهن، اهي ڪڏهن به ترقي جي منزل نه ماڻي سگهنديون آهن. اسان استادن کي پنهنجي ضمير کي گواهه بنائي تعليمي سرشتي مان هر ان برائي کي ڪڍڻ جو عزم ڪرڻو پوندو، جيڪا هاڻ قومي زندگيءَ ۾ ”ڪينسر“ بنجڻ جي منزل تي پهتل آهي. ”ضرورتن ۽ خواهشن“ ۾ فرق ڪرڻو پوندو، ”ڪجهه“ حاصل ڪرڻ لاءِ ”ڪجهه“ وڃائڻو پوندو آهي. اهو ضروري ناهي ته اسان وٽ به پين رشوتي ڪاتن جي عملدارن وانگر ڪار، بنگلو ۽ بينڪ بيلنس هجي. جيڪي ماڻهو ”حرام“ ڪائين ٿا انهن جو حشر نه صرف هن دنيا ۾ خراب ٿئي ٿو، پر آخرت ۾ هنن کي حساب ڏيڻو پوندو. مون اڪثر ”رشوتي ڪامورن“ ۽ ”حرام خور آفيسرن“ کي سڪون جي ننڊ نه سمهندي ڏٺو آهي. ڪي دل جي بيماري ۾ مبتلا آهن ته ڪن کي ڪينسر آهي، ڪي اکين کان ”انڌا“ ٿي وڃن ٿا ته ڪي ”فالج زده“ بنجي وڃن ٿا. ڪن جا ”ٻار“ پيءُ جي گناهن جي سزا ڀوڳين ٿا.

جيڪو ماڻهو حلال جو رزق ڪائي ٿو، اهو سڪون سان سمهي ٿو. جنهن ماڻهو جا هٿ صاف آهن، اهو ڪنڌ مٿي ڪئي هلي ٿو. ڪو اگر سيٽي اها جرئت نه ڪندو ته فلاڻو شخص ”بي ايمان“ آهي. اهو انسان ڪنهن ڏاڍي اڳيان ڪڏهن به ڪنڌ نه جهڪائيندو. هٿ صاف رکندڙ انسان هن دنيا ۾ به عزت ماڻي ٿو ۽ سندس آخرت به موچاري ٿيندي. انهي ڪري منهنجو سنڌ جي مڙني استادن کي اهو نماڻو عرض آهي ته ”خدارا رزق حلال ڪمايو“، ”ٻار پڙهايو“ ۽ ”پنهنجي قوم بچايو“. پين جا محل ڏسي پنهنجون جهوپڙيون نه ڊاهيو. ”رضا تي راضي“ رهو، ڇاڪاڻ ته اهو ئي وقت جو آواز آهي، اهوئي نوڪري جو فرض آهي ۽ ڌرتيءَ جو قرض آهي.

(خادمِ وطن- 20.9.92)

# نانگ نہ هڻجي ور ۾

جڏهن مان سنڌ يونيورسٽي ۾ زير تعليم هئس تہ روزانہ ڳوٺان "آئوٽ بيڪ" ڪندو هئس. ڇاڪاڻ تہ مان وٽ ايترا پيسا نہ هئا جو هاسٽل جي في ڀري سگهان يا ڪينٽن تي هڪ ويلو کائي سگهان. انهن ڏينهن ۾ "اها بِدعت" نہ هئي. تہ شاگرد زوري هاسٽل جي رومن تي قبضو ڪن. يا ڪينٽن تي مفت ماني کائين. انهي دور ۾ اهو رواج بہ نہ هئو تہ فنڪشن جي نالي تي وائس چانسلر کان رقم وصول ڪن يا بدعنواني جي رقم مان شاگرد پنهنجو حصو پتي يا "منٿلي" وصول ڪن. سياري توڙي اونهاري جي موسم ۾ ريل گاڏي جي سفر ۾ ڏاڍو لطف ايندو هئو. ڪاري انجڻ جي ڇڪ ڇڪ ۽ "ڪو ڪو" جو جيسٽائين آواز نہ ٻڌندو هئس، مزو نہ ايندو هئو. ٽرين جي سفر ۾ گهورڙن ۽ فقيرن سان آشنائي تي وئي هئي، فقير مختلف آوازن ۽ سرن ۾ سين هٽي مسافرن کان ڪجهہ حاصل ڪندا هئا. هڪ فقير جيڪو هڪ ٽنگ کان معذور هئو، ڪاٺ جي گهروڙن کي جهلي ڪجهہ نصيحت ڀريا نڪتا ٻڌائيندو هو. هن جا ڪي ٻول مون کي اڄ بہ ياد آهن. ان وقت اهي ٻول سمجهہ ۾ نہ آيا هئا. ڇاڪاڻ تہ ذهن ايڏو پختو نہ هئو. هڪ اڻ پڙهيل فقير جي ٻولن کي پڙهيل لکيل ماڻهن جي اڳيان ڪهڙي اهميت هئي؟ پر اڄ جڏهن انهن گفتن تي سوچيان ٿو تہ واقعي اهو فقير وڏو علم جو اڪابر هئو. هو ٽرين جي سفر ۾ روزانو ملندو هئو، هن جا اهي ٻول اڄ بہ ڪنن ۾ ٻُرن ٿا.

"نانگ نہ هڻجي ور ۾، ڏارين کي نہ ڇڏجي گهر ۾."

نانگ هڪ زهريلو جيت آهي، نانگ کي جڏهن بہ ڏسجي تہ ان کي ماري ڇڏجي يا ان جي مَندي ڀڃي ڇڏجي. ڇاڪاڻ تہ ڏنگ هڻڻ نانگ جي فطرت آهي. نانگ ڏسڻ ۾ سهڻو هوندو آهي پر فطرت ۾ "ڪينہ پرور" هوندو آهي. اڪثر جوڳي نانگ کي بين وڄائي ريجهائي قابو ڪندا آهن، ۽ پٽاري ۾ بند ڪندا آهن. ۽ کيس کير پياريندا آهن، پر وقت اچڻ تي ۽ موقعي ملڻ تي نانگ کير پيارينڙ جوڳيءَ کي بہ نہ بخشيندو آهي. سنڌ جي سياست ۾ ڪيترا زهريلا نانگ آهن، جن کي سنڌي ماڻهن پنهنجو رت پياريو آهي. اهي قبڻ ڪڍيو "ڦون ڦون" ڪندا وتن ٿا. انهن هر ڀيري نظرين جي نالي تي، مقدس مٽي جي محبت جي نالي تي سنڌي ماڻهن کي ڏنگيو آهي. پر اسان سنڌي ڪيترا نہ سادا سباجهڙا آهيون جو ڏنگجڻ جي باوجود انهن کي کير پياري، ٿاڦي، سانڍي سنڀاليو اچون، انهن کي پنهنجي ورن ۾ وجهو پيا هلون. حالانڪہ هئڻ تہ هيئن گهرجي ها تہ اهڙن زهريلن نانگن جو مٿڪو ڀڃي ڇڏجي ها،

هميشه هميشه لاءِ جند ڇڏائجي ها. جيڪي ڌارين جي ”مُرلين تي نچن ٿا ۽ اسان کي پنيلائين ٿا ۽ اوچتو ڏنگ هڻن ٿا. جسم تي سوين ڏنگن جي باوجود اسان انهن کي ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيون. هو اسان جي جسم ۾ زهر اوتيندا وڃن ٿا ۽ اسان انهيءَ زهر کي امرت رس سمجهي پيئندا ويون ٿا. اهي نانگ ڪجهه وقت ٻرن ۾ لڪي وڃن ٿا. پر وقت ۽ موسم آهر وري ظاهر ٿين ٿا. پنهنجي مڪروهه ناچ تي اسان جو مَن موهين ٿا. اسان ”جيءَ ڌرم“ جا ڌرمي ٻنجي اُنهن تي رحم کائي پنهنجو سڀ ڪجهه انهن جي حوالي ڪري ٿا ڇڏيون.“

فقير جي ٻئي ٻول مطابق ”ڌارين کي نه ڇڏجي گهر ۾“ تي اسان ڪڏهن به عمل نه ڪيو آهي.

موهن جي دڙي کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسان روايتي مهمان نوازي تي عمل ڪندي هميشه ڌارين کي پنهنجي گهر ۾ اچڻ تي ”خوش آمديد“ چيو آهي. اسان اُنهن ماڻهن مان آهيون، جو پنهنجو ”گهر ڏياري ڪري“ آيلن کي آڌر ڀاءُ ڪندا آهيون. گهر ۾ جيڪڏهن ڪجهه به نه هوندو آهي ته ”وڻو وڪڻي“ به آيل جو پيٽ ڀريندا آهيون، پاڻ بکيا رهندا آهيون. پر آيلَ اڳيان پنهنجو سڀ ڪجهه پيش ڪندا آهيون. سنڌي قوم ”ميزباني“ جي سزا جي حقدار آهي. اسان ڌارين کي ڀليڪار چئي اکڻ تي ويهاريو. جيڪڏهن شروع کان وٺي آيلن کي اکيون ڏيکاريون ها ته اڄ اسان اهو چوڻ تي مجبور نه ٿيون ها ته ڌارين جي اچڻ تي اسان جي اڪثريت کي اقليت ۾ بدلجڻ جو خطرو آهي. ”پنهنجي هٿ جي وڍئي جو نڪي ويڄ نڪي طبيب.“

سنڌ ۾ ڌاريان صدين کان ايندا رهيا آهن، ڪي سياح بنجي آيا ته ڪي واپاري، ڪي مذهب جو ويس ڍڪي آيا ته ڪي مظلوميت جو. ڪي پاڪستان جي نالي تي آيا ته ڪي ون يونٽ جي نالي تي. سنڌ ۾ ڌارين جي اچڻ جو سلسلو جاري آهي ۽ تاقيامت جاري رهندو، ڇاڪاڻ ته اسان آيلن کي هميشه آڌر ڀاءُ چيو آهي ۽ ڪڏهن به انهن کي پنهنجي گهر ۾ اچڻ تي ٽوڪيو ناهي.

• اڄ ڪلهه سنڌ جي سياست جو اهو عام موضوع آهي ته ”بهاري نه اچن“ ڪڏهن قومي ڪانفرنسون ڪيون وڃن ٿيون ته ڪڏهن مظاهرا! ڪڏهن سنڌ جي سرحد تي ڌرڻو هنيو وڃي ٿو ته ڪڏهن لانگ مارچ! تازو هڪ ائير ڪنڊيشنڊ هوٽل ۾ ”صلاح و مصلحت ڪانفرنس“ ڪوٺائي ويئي، ۽ جنهن ۾ اهي پارٽيون شريڪ ٿيون جيڪي قوم پرستي جي نظرئي جون علمبردار آهن، سيني قوم پرستن جو گڏجي ويهڻ هڪ سٺو سوڻ آهي، پر انهن پارٽين کي سنڌ جي ماڻهن جي ڪابه ”مينڊيٽ“ ملَيل نه آهي. انهن پارٽين جي اڳواڻن جي عام چونڊن ۾ ضمانت رد ٿيندي بچي آهي. سنڌ جي ماڻهن پيپي کي هميشه پنهنجي ووٽن سان نوازيو آهي.

ميزبان جي منٿن ميڙين آزين نيازين کان پوءِ به پ پ جي قيادت هڻ

ڪانفرس ۾ شرڪت نہ ڪئي. سنڌ نيشنل فرنٽ، پي اين پي، اي اين پي، جمعيت العلماءِ سنڌ ۽ ٻين جماعتن بہ هن ڪانفرنس ۾ شرڪت نہ ڪئي. هن ڪانفرنس جي ڪارڪردگي مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ اسان جا سياسي اڳواڻ هڪ ٻئي تي "اعتماد" ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. هر ڪو سياسي رهنما پاڻ کي "سوا سير" سمجهي ٿو، ڪوبہ پاڻ کي "پاءُ" سمجهڻ لاءِ تيار ناهي. هن کان اڳ بہ بهاري ۽ ڪالا باغ ڊيم جي مسئلن تي نسيم نگر ۾ ڪانفرنس ٿي هئي، هن ڪانفرنس ۾ مختلف ڪميٽيون جوڙيون ويون هيون. مختلف ٺهراءَ پاس ڪيا ويا هئا. اسان جي بزرگ دانشور ابراهيم جويو صاحب وڏي محنت سان هڪ "ڊڪليئريشن" پڻ تيار ڪيو هئو، جيڪو انهيءَ ڪانفرنس ۾ پڙهيو ويو هئو، هڪ ٺهراءُ پڻ پيش ڪيو ويو، جنهن ۾ اهو چيو ويو هو تہ جن سنڌ اسيمبلي جي ميمبرن پاڻي ۽ ناٿي جي نام جي حق ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ ووٽ ڪيو آهي انهن کي سنڌ جو "غدار" قرار ڏنو وڃي ۽ انهن اسيمبلي ميمبرن جو "سياسي ۽ سماجي بائيڪاٽ" ڪيو وڃي. سائين ابراهيم جويو صاحب جي "ڊڪليئريشن" ۽ انهي ٺهراءُ تي پوري ڪانفرنس جي مندوبين تاڙيون وڄايون هيون، پر ڪانفرنس ۾ انهي ڊڪليئريشن ۽ ٺهراءُ کي سبوتاژ ڪيو ويو، اهو ڊڪليئريشن ۽ ٺهراءُ ڪميٽي جي حوالي ڪيا ويا. ڪافي عرصو گذري ويو پر ڪميٽي طرفان ڪا پيش رفت نہ ٿي آهي.

- تازو بهاري مسئلي متعلق جيڪا صلاح مصلحت ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، انهي ۾ پڻ يوسف لغاري ايڊووڪيٽ جي سربراهي ۾ ڪميٽي جوڙي وئي آهي، تہ اها پ پ ۽ ٻين سياسي پارٽين سان رابطو قائم ڪري تہ جيئن بهاري مسئلي تي ڪو گڏيل لائحہ عمل جوڙي سگهجي. اسان سنڌ واسين جي دعا آهي تہ رب سائين سنڌي سياستدانن کي راهہ راست تي آڻي تہ هو سچائي ۽ ايمانداري سان سنڌ جي قومي مسئلن تي چٽو ۽ واضح موقف اختيار ڪن. اڄائي لک بهارين جي مسئلي سان گڏوگڏ سنڌي سياستدانن کي سنڌ ۾ ٻين صوبن مان ايندڙ ماڻهن جي لوڏ تي بہ ڌيان ڏيڻ گهرجي. هڪ سروي مطابق "سنڌ ۾ هر سال جيترا ٻار ڄمن ٿا اوترا ڌاريان ماڻهو پنجاب، سرحد ۽ ٻين ملڪن مان سنڌ ۾ اچن ٿا." اسان کي اهو بہ واضح اختيار ڪرڻو پوندو تہ "سنڌ ۾ هر مهيني جيڪي "چار هزار" پنجابي، پٺاڻ، اچن ٿا انهن جي اچڻ جو سلسلو بند ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اهو سلسلو جاري رهيو تہ آبادي جو توازن بگڙجي ويندو ۽ سنڌ جي هر شئي جا مالڪ ۽ مختيار ڌاريان بنجي ويندا. اسان ڪنهن بہ سياسي اڳواڻ جي "نيت" تي شڪ نہ ٿا ظاهر ڪريون، پر ڪين اهو نماڻو عرض آهي تہ ڌارين جي زمري ۾ بهارين سان گڏوگڏ پنجابين ۽ پٺاڻن کي بہ شامل ڪيو وڃي. جيڪڏهن اسان جي انهي موقف تي "جنرل ۽ ڪرنل" ناراض ٿين ٿا تہ اسان کي انهي جي پرواهہ نہ ڪرڻ کپي. سنڌ قومي اتحاد جو اهو واضح موقف هئو تہ "آڪٽوبر ١٩٥٥ع کان پوءِ جيڪي بہ ماڻهو

سنڌ ۾ آيا آهن سي سنڌ ۾ ڏاريان آهن، انهن ڪي سنڌ مان نڪرڻ گهرجي.“ سنڌي سياستدانن جو جيڪو موجوده اتحاد جڙي رهيو آهي، انهي ڪي سنڌي قومي اتحاد جي انهي اصولي موقف جي حمايت ڪرڻ گهرجي. سياستدانن ڪان هڪ مودبانه سوال آهي ته ڇا صلاح مصلحت ڪانفرنس، لانگ مارچ، جلسا، ڌرڻا ۽ نهراءُ سنڌ جا قومي مسئلا حل ڪرائي سگهيا آهن؟ جيڪڏهن جواب ”نفي“ ۾ آهي ته پوءِ اسان ڪي ”مستقل حل“ ڳولهڻ لاءِ سنجيدگي سان سوچڻو پوندو.

(خادم وطن- 16.10.92)

# مٰادي ڪُڪڙ ٻانگ ڏني

موجوده سنڌ اسيمبلي جيڪا 1990ع جي عام چونڊن ۾ ”چونڊيل“ ميمبرن تي مشتمل آهي. ان جا اڌ ميمبر ”جهرلو“ ذريعي چونڊيل آهن. ان ڪري اڪثر سنڌ جي سياست ۾ موجوده اسيمبلي کي ”مڇي مارڪيٽ“ سڏيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته ميمبرن جي اڪثريت نابالغ آهي ۽ ڪجهه ميمبر ”آڱوٺي ڇاپ“ آهن، جيڪي ”وڏي وزير“ جي اشاري تي اٿي گوڙ ڪندا آهن ۽ جهمريون هڻندا آهن، هيرا منڊين جا هيراڪ ميمبر ڪڏهن ڪڏهن ٺمڪو به هڻندا آهن. هارس ٽريڊنگ ۽ ايم ڪيو ايمي ميمبرن جي استعفي ڪان پوءِ هيءَ اسيمبلي پنهنجي افاديت وڃائي چڪي آهي. هي لولي لنگڙي اسيمبلي مڙئي ”معذور“ فقير جيان گهيلجي رهي آهي.

موجوده اسيمبلي ۾ سنڌ جي مفادن خلاف ڪيترائي ٺهراءَ پاس ڪيا ويا آهن، جن ۾ ٺاٺي جو ٺاهه ۽ پاڻي جو ٺاهه اهم آهن. هن اسيمبليءَ ۾ هر اها ڳالهه ڪئي ويڃي ٿي، جنهن مان سنڌ کي نقصان پهچندو هجي. موجوده اسيمبليءَ مان سنڌ کي ڪنهن به چڱي خبر جي اميد نه رکڻ گهرجي. حزب اقتدار جو سرواڻ به شاهه آهي ته حزب اختلاف جو اڳواڻ به شاهه آهي. سيدن سنڌ سان جيڪي ڀال ڀلايا آهن، سي ڪڏهن به لاهي نه سگهبا، البت ڳائي ضرور سگهبا. مرشدن جي مهربانين ڪري مڙئي سنڌي قوم زنده آهي.

تازو سنڌ اسيمبلي ۾ هڪ عيسائي ميمبر جيڪو ٺهراءُ پيش ڪيو سو يا ته اسيمبلي ميمبرن کي سمجهه ۾ نه آيو، جو سڀني ميمبرن هٿ مٿي ڪئي ڪافر ميمبر طرفان پيش ڪيل ٺهراءَ جي تائيد ڪئي. هن ٺهراءَ ۾ اهو چيل آهي ته شناختي ڪارڊ جي خاني ۾ مذهب جو خانو داخل ڪرڻ سان ملڪي يڪجهتي متاثر ٿيندي ۽ قوم فرقيواريت جو شڪار ٿي ويندي. انهيءَ ٺهراءُ پاس ٿيڻ ڪان پوءِ سدا حيات ڪنوارو ”وفاقي وزير براءِ مذهبي امور“ مولانا ستار نيازي باهوڙجي پيو آهي، هن

صاحب اهي رمارڪ ڏنا آهن تہ سنڌ اسيمبلي ڪي ڪو اختيار ناهي جو هو وفاق جي معاملن ۾ مداخلت ڪري، سنڌ اسيمبليءَ پاڻيءَ ۽ ناٿي جي نالہ جي حق ۾ جڏهن ٺهراءَ پاس ڪيا هئا تہ ڪنواري مولوي جي واڇ گودو ڀڃجي وئي هئي، ڇاڪاڻ تہ اهي ٺهراءَ "عين اسلام" مطابق هئا ۽ نظريہ پاڪستان جي تشريح هئا.

اسلام جي تلوار ۽ نظريہ پاڪستان جي ڪات سان هميشه سنڌين کي ڪٺو ويو آهي. حڪمرانن جي نظر ۾ سنڌي سڀ ڪافر، ڏاريا، ملحد ۽ ملڪ دشمن آهن. اسلام جو سچ رکو اسلام آباد وارن تي ايري تو ۽ لهي تو. لفظ نظريي پاڪستان جي مٽي، جيڪا پاڪستان ۾ پليد ڪئي وئي آهي تنهن تي ڊڪشنري ۽ علم سياست جا ڇاڻو ماتم ڪندا هوندا.

اسان سنڌي تہ سڀ جاهل چٽ آهيون، گهوڙن ۽ گڏهن هڪلڻ واري قوم آهيون، پر "باباءِ قوم" وٽ تہ قانون جي اعليٰ ڊگري هئي، پاڪستان جي پهرين دستور ساز اسيمبليءَ جو اجلاس 11 آگسٽ تي سنڌ اسيمبلي بلڊنگ ڪراچيءَ ۾ ٿيو هئو، جنهن جي صدارت بنگال مان چونڊيل هڪ ڪافر ميمبر "جوگندر ناٿ منڊل" ڪئي، جيڪو اڳتي هلي مملڪت خداداد پاڪستان جو پهريون وزير قانون بنيو. هن اجلاس ۾ جناح تقرير ڪندي چيو تہ پاڪستان ۾ بغير ڪنهن رنگ نسل، ذات جنس فرقي ۽ مذهب جي تفريق جي سيني ماڻهن کي برابري جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ ثقافتي حق حاصل هوندا، سيني سان برابريءَ وارو سلوڪ ڪيو ويندو. هندن کي آزادي هوندي تہ هو مندر ۾ وڃن، عيسائين کي آزادي هوندي تہ هو گرجا گهر ۾ وڃن، مسلمانن کي آزادي هوندي تہ هو مسجد ۾ وڃن.

موجوده سنڌ اسيمبلي پهريون ڀيرو هڪ صحيح ٺهراءُ پاس ڪيو آهي تہ شناختي ڪارڊ جي خاني ۾ مذهب جو خانو نہ هئڻ گهرجي، تہ ملان ستار نيازي ڇتو ٿي پيو آهي ۽ سنڌ اسيمبليءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو آهي. ملان کي ياد رکڻ گهرجي تہ اها سنڌ اسيمبليءَ هئي، جنهن اسلام آباد جي مفادن جي پورائيءَ لاءِ ناٿي ۽ ڀاڻي جو ٺهراءُ پاس ڪيو هئو ۽ سنڌ جي مفادن سان غداري ڪئي هئي. اڄ ڪلهہ جيڪڏهن "اسلام آباد" جي مفادن جي نگهبان مظفر شاهہ جي غير موجودگيءَ ۾ اسيمبلي ميمبرن هڪ مثبت ٺهراءُ پاس ڪيو آهي ۽ سنڌ جي اصل روح کي اجاگر ڪيو آهي تہ سنڌي اڄ بہ سيڪيولر آهن، پيار جا پرچاري آهن. انهن جي من ۾ ڪا ڀيائي ناهي، تہ ملان ستار نيازي جي سڄي جسم ۾ تانڊا لڳي ويا آهن، هو ڪامي پڇري رهيو آهي، هن جون وايون بتال ٿي ويون آهن. سنڌ اسيمبلي مس مس تہ مادي ڪڪڙ جيان بانگ ڏني آهي، پر سالڪن جو چوڻ آهي تہ جيڪا مادي ڪڪڙ بانگ ڏيندي آهي تہ انهيءَ کي سير وڍي ويندي آهي. هاڻ ڏسڻو آهي تہ اسلام جي ڪات سان ڪڏهن ٿو سنڌ اسيمبليءَ کي ڪٺو وڃي؟ سائين مظفر شاهہ کي سنڌ اسيمبليءَ جي موجوده ٺهراءُ تي پڇتاءُ ڪرڻ بدران فخر ڪرڻ گهرجي. سنڌ

اسيمبليءَ ڪا تہ ڳالهہ سنڌين جي دل وچان ڪئي آهي نہ تہ سنڌ اسيمبليءَ سنڌ جي مفادن کي وڪرو ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي آهي. تاريخ مظفر شاھہ ۽ سندس ساٿارين کي ڪنهن بہ چڱن لفظن سان ياد نہ ڪندي، ڇاڪاڻ تاريخ ڏاڍي بي رحم آهي، اُها هميشہ انصاف ڪندي آهي.

(خادم وطن- 11.11.92)

# تعليم بچايو - سنڌ بچايو

سنڌ ۾ تعليم تباهي جي ڪناري تي پهتل آهي. تعليم جي پيئنگ ڪرڻ ۾ حڪومت، سماج، والدين، استاد ۽ شاگرد برابري جا ڀاڱي ڀائيوار آهن. پرائمري کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين تعليم نالي ماتر آهي. سنڌ جي ماڻهن کي اهو احساس ئي ناهي تہ سنڌن پيرن هيٺان ڌرتي ڪسڪي رهي آهي. جيڪڏهن اهي اجان بہ اياڳ ننڊ مان نہ جاڳيا تہ غلاميءَ جا زنجير سنڌن مقدر هوندا.

موجوده وقت سنڌي قوم آڏو جياپي لاءِ انيڪ قومي مسئلا موجود آهن. انهن کي وس آهر مڙسي سان منهن ڏيڻ لاءِ ڪوشش ڪبي پئي وڃي، هرڪو جيئڻ جي لاءِ وس آهر وڏا وس پيو ڪري، پر شايد صحيح دڳ ۾ ايجان ڪو مثبت قدم نہ کنيو ويو آهي.

منهنجي نظر ۾ ڪافي مسئلا سنڌي قوم جي آڏو زندگي ۽ موت جو مسئلو بنيل آهن پر انهن ۾ تعليم جو مسئلو سرِ فهرست آهي. سياستدانن، دانشورن، اديبن ۽ قومي ڪارڪن کي هن اهم مسئلي کي اهميت ڏيڻ کپي ۽ ترجيحي بنيادن تي اوليت جو درجو ڏيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ قومي جياپي لاءِ تعليم ائين آهي جيئن پياسي لاءِ پاڻي.

اسان جي سيني اعليٰ توڙي ادنيٰ تعليمي ادارن کي اڏوهي لڳي چڪي آهي. اهي بس ڀُري ڀُري پور ٿيڻ تي آهن. انهي جا ذميوار اسان سڀ آهيون، ڇو تہ اسان اڄ ڏينهن تائين تعليم کي اها اهميت نہ ڏئي سگهيا آهيون، جيڪي سڌريل قومون ڏين ٿيون.

ڪنهن بہ قوم جي سڃاڻپ ان جا اعليٰ تعليمي ادارا هوندا آهن، يونيورسٽيون قومي ترقي جي ڏس ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون. اڄ سنڌ جي سيني يونيورسٽين ۾ ڇا وهي واپري رهيو آهي؟ اها ڳالهہ ڪنهن کان ڳجهي ناهي. يونيورسٽين ۾ ڇاٽي واٽي اهڙا وائس چانسلر مقرر ڪيا ويا آهن، جن جي تعليم ۾ ڪابہ دلچسپي ناهي. يونيورسٽي جا سرواڻ يونيورسٽين جي ترقي بدران پنهنجي ذاتي ترقي لاءِ

ڏينهن رات مصروف آهن. يونيورسٽين ۾ وائس چانسلر ٿيڻ لاءِ ڪنهن به اهليت جي ضرورت ناهي. صرف انهن کي اقتدار جي ايوانن ۾ اٿڻ ويهڻ جا آداب ايندا هجن. حڪمرانن جي خوشنودي خاطر پنهنجي قوم کي اوڙاهه ۾ اڇلي ڇڏين. حڪمرانن جي حضور ۾ ٻڌا ٻانها ٿي بيهن.

يونيورسٽين کي هر مهذب معاشري ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻو هوندو آهي. تحريڪ پاڪستان جو اڳواڻ ۽ خواجه ڪميونٽي جو مذهبي پيشوا سر آغا خان مرحوم پنهنجي ڪتاب، "منهنجون يادگيريون" ۾ لکي ٿو ته تهذيب جي تاريخ ۾ هڪ يونيورسٽي اڪثر هڪ قوم جي ذهني سجاڳيءَ لاءِ سنگ ميل ثابت ٿئي ٿي. اسان جي زماني ۾ ان جو مثال هي آهي ته قسطنطنيه ۾ آمريڪي رابرٽ مشنري ڪاليج جي ڪري بلغاريه هڪ پيرو وري آزاد ۽ خودمختيار قوم جي حيثيت سان اڀريو. اهڙي طرح آمريڪن يونيورسٽي بيروت عرب قوم پرستي اڀارڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو ۽ ساڳي طرح علي ڳڙهه يونيورسٽي مسلم قوم پرستي اڀارڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. مان انهي سلسلي کي اڳتي وڌائيندي هلان ٿو ته جيڪڏهن ڍاڪا يونيورسٽي نه هجي ها ته شايد بنگالي قوم پاڪستان جي پنجوڙ مان آزاد نه ٿئي ها. اهڙي طرح ايران ۾ تهران يونيورسٽي نه هجي ها ته هن صدي جي مضبوط شهنشاهيت جو بت پڃي پور پور نه ٿئي ها. سنڌ يونيورسٽي نه هجي ها ته شايد "ون يونٽ" جو نوڙ ڳچيءَ مان نه لهي ها.

اها سنڌ يونيورسٽي جيڪا سنڌي قوم جي آسن جي اميد آهي سان نياڳ جي نراسائي ۾ ويڙهيل آهي، جنهن ڪرسي تي علامه آءِ آءِ قاضي جهڙا مفڪر ويٺل هئا، اڄ اتي بدعنوان پوتن جو واسو ڇانئيل آهي. يونيورسٽي کي تباهه ڪرڻ ۾ پنهنجي سر ڪا به ڪسر نه ڇڏي آهي. يونيورسٽي اڄ کلهه مالي خساري جي بحران ۾ مبتلا آهي. اهو سڀ ڪجهه موجوده وائس چانسلر شاهه جي شاهه خرچين ۽ فياضين ڪري آهي. اڄ جڏهن هر هنڌ احتساب جو عمل هلي رهيو آهي ته سنڌ يونيورسٽي ۾ جيڪي به مالي بدعنوانيون آهن يا سرڪاري فنڊن ۾ گهوٻيون هنيون ويون آهن، ان لاءِ هڪ "اعليٰ عدالتي ڪميشن" وهاريو وڃي. جيڪڏهن اڄ سنڌ يونيورسٽي مان "علي بابا ۽ چاليهه چورن" جو ٽولو هٽايو وڃي ته سنڌ يونيورسٽي وري به اهو ساڳيو عروج حاصل ڪري سگهي ٿي.

مهراڻ يونيورسٽي جو وائس چانسلر جيڪو پاڻ کي ايماندار ۽ اصول پرست سڏائي ٿو. سندس رسائي "ايوان صدارت تائين آهي. ڇاڪاڻ ته ايوان صدر موجوده وائس چانسلر صاحب جو ڊيزائن ڪيل آهي." وزير اعليٰ هائوس سميت ٻيا ڪيترا پراجيڪٽ "علوي ايسوسيئيٽس" وٽ آهن. اخبارن ۾ مهراڻ يونيورسٽيءَ متعلق جيڪو ڪجهه اچي رهيو آهي، ان متعلق پڻ هڪ اعليٰ عدالتي ڪميشن وهاريو وڃي ته موجوده واپاري وائس چانسلر جا اڇا ڪارا پڌرا ٿي سگهن ٿا. اسان جا دانشور

قلمڪار تعليم ۾ ٽيل بدعنوانين تي تہ آواز اٿارين ٿا. پر جنهن شخص تعليم کي واپار بنايو ۽ انجنيئرنگ جي سيٽن جو نيلام ڪيو. اُن لاءِ ڪو آڪڻ لاءِ تيار ناهي. ڏيڍ لک روپين ۾ في سيٽ جي هن خالق کي جيترو جلد ٽپڙ ويڙهايا وڃن تہ مهراڻ يونيورسٽي جي حق ۾ بهتر ٿيندو.

سنڌ زرعي يونيورسٽي ۾ وائس چانسلر جي تقرري اقربا پروري جو هڪ بدترين نمونو آهي. هڪ اهڙو شخص جنهن ڪڏهن ڪلاس نہ ورتو هجي، ڪنهن اداري جو استاد نہ رهيو هجي، ان کي وائس چانسلر مقرر ڪرڻ سڄي استاد برادريءَ جي توهين آهي. جيڪڏهن وفاقي وزير سائنس ۽ ٽيڪنالاجي کي پنهنجي ذات برادري جي فرد کي نوازڻو آهي تہ ان لاءِ ٻيون بہ ڪيتريون سٺيون آساميون آهن.

باقي هڪ "بيورو ڪريٽ" کي يونيورسٽي جو وائس چانسلر مقرر ڪرڻ تعليم سان زيادتي آهي. اهو ڪٿي جو انصاف آهي؟ تہ اڱريڪلچر ڊپارٽمينٽ جي هڪ اوڻهوين گريڊ جي آفيسر کي محض "سومرو" هجڻ جي سرٽيفڪيٽ جي بنياد تي ٻاويهين اسڪيل ۾ وائس چانسلر مقرر ڪيو وڃي. هن اَمر شخص يونيورسٽي ۾ پرسڪون ۽ تعليمي ماحول قائم ڪرڻ بدران زرعي يونيورسٽي کي "جيل" بنائي ڇڏيو آهي. استادن کي سچ ڳالهائڻ جي پادائش ۾ نوڪرين مان برخواست ڪري رهيو آهي. ڄڻ زرعي يونيورسٽي هن جي ذاتي جاگير آهي جيڪا الهہ بخش سومرو هن کي بخشش طور ڏني آهي. هن شخص جو وڌيڪ رهڻ زرعي يونيورسٽي لاءِ تباهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آڻيندو.

شاهہ لطيف خيرپور يونيورسٽي جيڪا عمر جي لحاظ کان سڀني يونيورسٽين ۾ ننڍي آهي، سا پنهنجي قيام کان وٺي ڪرپشن جو شڪار آهي. شاهہ لطيف يونيورسٽي خيرپور جي پنهي اڳوڻن سيد وائس چانسلرن يونيورسٽي کي تباهہ ڪرڻ ۾ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. "ڌوڪڙ ڪلچر" هن يونيورسٽي جي بنيادن ۾ شامل آهي. حميد سنڌي جيڪو هڪ سٺو انسان آهي ۽ بهترين اديب آهي، ان جو وائس چانسلر ٿيڻ خود حميد سنڌي سان زيادتي آهي.

حميد سنڌي جي خوش نصيبي آهي، جو هر دور ۾ هن کي سٺيون ڪرسيون مليون آهن. هن جي وائس چانسلر ٿيڻ ۾ سنڌس ادبي قد ڪاٺ ۽ سياءَ جو وڏو دخل آهي. في الحال هن جي باري ۾ دوستن جي اها راءِ آهي تہ هو خيرپور يونيورسٽي جي ترقيءَ ۾ ڏينهن رات هٿ پير هڻي رهيو آهي. پر مان سمجهان ٿو تہ وري شيخ اياز جي تاريخ ورجائبي، شيخ اياز سنڌ جو عظيم شاعر آهي، هن جو ڪوبہ ثاني ناهي. پر وائس چانسلر جي ايام ڪاري وارا ڏينهن هن جي ادبي زندگيءَ تي ڪارا داغ آهن، جي شايد ڪڏهن بہ ڌوپجي نہ سگهن.

حميد سنڌي بذات خود هڪ نفيس پيارو ماڻهو آهي، پر وائس چانسلرشپ هن جي وس کان ٻاهر آهي. جلد هڪڙو وقت اهڙو بہ ايندو جو خود حميد سنڌي

پاڻ ڪرسي چڙهي اچي حيدرآباد ڀيڙو ٿيندو. يونيورسٽين جي وائس چانسلر ٿيڻ لاءِ ضروري آهي ته اهي انهن يونيورسٽين جا استاد ٿي رهيا هجن، ڪين تعليم و تدريس جو تجربو هجي، تعليمي ماحول ۽ شاگردن جي نفسيات جي ڄاڻ هجي.

مهذب دنيا ۾ يونيورسٽيون تحقيق ۽ ايجادن جي ڏس ۾ اڳيان اڳيان هونديون آهن. پر سنڌ جون يونيورسٽيون صرف ڊگري ورهائڻ جون فيڪٽريون بنيل آهن. جنهن قوم جا اعليٰ تعليمي ادارا جمود جو شڪار هجن، ان قوم جو اڳيان وڌڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ان لاءِ بهتر ٿيندو ته سنڌ جي سيني يونيورسٽين مان موجود وائس چانسلرن کي هٽائي انهن جي جاءِ تي متعلقه يونيورسٽين جا سينئر استاد بطور وائس چانسلر مقرر ڪيا وڃن.

مان مڃان ٿو ته موجوده وائس چانسلر سياسي بنيادن تي مقرر ٿيل آهن. انهن جي رسائي "اسلام آباد" تائين آهي. انهن کي هٽائڻ هماليه جبل جي چوٽي سر ڪرڻ آهي. پر قومي وجود کي بچائڻ لاءِ، يونيورسٽين کي بهتر بڻائڻ لاءِ جيتري به جاکوڙ ڪئي وڃي، ايتري گهٽ آهي.

اڄ سنڌ يونيورسٽي يا ٻيون يونيورسٽيون جنهن صورتحال مان گذري رهيون آهن. ان کان سڄي سنڌي قوم بخوبي واقف آهي. اسان کي ذاتي دوستيون يا مائٽيون ملهائڻ بدران قومي فرض کي ترجيح ڏيڻ گهرجي.

ڪراچي ۾ سنڌ جي تعليم جي انتظام لاءِ هڪ سيڪريٽريٽ قائم ٿيل آهي. جنهن ۾ هڪ سيڪريٽري، چار ايڊيشنل سيڪريٽري، اٺ ڊپٽي سيڪريٽري ۽ سورنهن سيڪشن آفيسر ۽ ٻيو عملو موجود آهي. انتظامي لحاظ کان تعليم کاتي جي سيڪريٽريٽ وڏي ۾ وڏي سيڪريٽريٽ آهي، پر بدانتظامي، نااهلي جي لحاظ کان "نمبرون" آهي. تعليم کاتي جي سيڪريٽريٽ جي ڪارڪردگي زيرو+زيرو = زيرو آهي. توهان کي نه صحيح صورت ۾ فائيل ملندو ۽ نه ئي ڪو ڪاغذ. جيستائين ڪو استاد گهٽ ۾ گهٽ ست ڀيرا سيڪريٽريٽ جو طواف نه ڪري، ايستائين ان جي ڪم جو اڪلاءُ مشڪل آهي، استادن جا انفرادي توڙي اجتماعي مسئلا سردخاني جي زينت بنيل آهن.

فائيلن تي دز چڙهيل آهي. تعليم کاتو، فوج کان پوءِ وڏو کاتو آهي. جيئن ته هن کاتي ۾ فائيلن جي بدران استاد نوٽ نه ٿا رکن، چاڪاڻ ته ويچارا اڳ ۾ ئي سڃا آهن، ان ڪري تعليم کاتي جا آفيسر رڳو وقت گذارڻ جي لاءِ نوڪري ڪندا آهن.

اڪثر ڊپٽي سيڪريٽري اهڙا آهن، جيڪي ڊپٽي ڪمشنر ٿي رهيا آهن. ڪٿي ضلع جي صاحبي! ڪٿي سيڪريٽريٽ جي ڪلرڪي! ڪٿي مختيارڪارن جي حاضري! ڪٿي ماسترن جي سڄائي! ڪٿي ضلع ۾ ايئر ڪنڊيشنڊ پيجارو گاڏيون! ڪٿي بسن جا ڌڪا! ان ڪري ڊپٽي سيڪريٽري صاحب جيئن ته لائين حاضر ڊپٽي ڪمشنر هوندا آهن. ان ڪري سندن مزاج ۽ نفسيات ۾ چڪتاڻ هئڻ ڪري فائيل مهينن جا

مهينا ٽيل تي پيا هوندا آهن. ان ڪري اڪثر پرائمري، سيڪنڊري ۽ ڪاليج استاد مجبور ٿي احتجاج ڪندا آهن. "سست رفتاري ۽ سرخ فيتو" استادن ۾ بي چيني جا وڏا ڪارڻ آهن، جيڪي "ايجيٽيشن" کي جنم ڏيندا آهن.جيڪڏهن سيڪريٽريٽ جي ڪارڪردگي بيداري وچي ته تعليم نظام ۾ ڪافي بهتري اچي سگهي ٿي. جيڪڏهن هيڊ ڪوارٽر ۾ اوندهه هوندي ته باقي هيٺين سطح تي ڪهڙي روشني ٿي سگهي ٿي؟!

سيڪريٽريٽ ڪان پوءِ انتظامي ڏاڪو، ڊائريڪٽوريٽ آف ڪالجز ايجوڪيشن آهي، سنڌ ۾ موجوده وقت ٻه ڊائريڪٽوريٽ آهن، هڪ ڪراچي ۾ آهي ۽ ٻي حيدرآباد ۾. ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ڊائريڪٽوريٽ ۾ انتظامي سربراهه ڊائريڪٽر ڪالجز آهن، جيڪي ويهين گريڊ جا آفيسر آهن، انهن جي مدد لاءِ هر ڊائريڪٽوريٽ ۾ ٽي ڊپٽي ڊائريڪٽر، ٻه اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ پيا ڪيترائي آفيسر موجود آهن.

ڪراچي جي ڊائريڪٽوريٽ ۾ جيڪو ڊائريڪٽر ڪالجز آهي اهو نيشنلائيزڊ ڪيڊر جو سينئر پروفيسر آهي. جيئن ته هن جي تقرري سابق وزير تعليم سياسي بنياد تي ڪئي هئي، ان ڪري هن پنهنجي تقرري کي جائز قرار ڏيارڻ لاءِ نسلي بنيادن تي هٿ ٺوڪيون استادن جون تنظيمون قائم ڪيون آهن، جن جو استادن ۾ ڪو بنياد ناهي. پر انهن نام نهاد تنظيمن جو مقصد تعليم کاتي جي بدعنوان، بي ايمان، نااهل آفيسرن جي حمايت ڪرڻ آهي. استادن جي مضبوط تنظيم "سپلا" ۾ ڏڦيڙ پيڪيڙڻ آهي، جيڪا آفيسرن جي اک ۾ ڪنڊو بنيل آهي. ڪراچي ڊائريڪٽوريٽ ۾ هڪ ڊپٽي ڊائريڪٽر اهڙو مقرر ٿيل آهي، جيڪو پنهنجي نوڪري جي چمار پوري ڪري چڪو آهي.

حيدرآباد ريجن ۾ ڊائريڪٽر ڪالجز جي عهدي تي پڻ هڪ ريٽائر ٿيل آفيسر رکيل آهي. جنهن کي ريٽائر ٿيڻ کان پوءِ ٻن سالن جي "ڪنٽريڪٽ" جي بنياد تي رکيو ويو آهي. ان کان علاوه ٽي ڊپٽي ڊائريڪٽر ڪالجز موجود آهن، پر هڪ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي ڪارڪردگي کان سواءِ ٻئي ڊپٽي ڊائريڪٽر ڊائريڪٽوريٽ مان اڪثر غائب رهن ٿا.

اڪثر پرنسپال هفتي ۾ هڪ ڀيرو مس ڪاليج وڃن ٿا. ان ڪري مهين جامهينا ڪلاس نٿا ٿين. پرنسپال جيئن ته ڪاليج ٽيم جو ڪيپٽن هوندو آهي پر جيڪڏهن ٽيم جو ڪيپٽن ڪاليج مان غائب هجي ته پوءِ ٽيم جي ميمبرن جو ڪهڙو حال هوندو؟ پرنسپال استادن جي ڪارڪردگي بدران سالانه ڪانفيڊينشنل رپورٽون ذاتي پسند ۽ ناپسند جي بنيادن تي پرين ٿا. اڪثر اهڙا به استاد آهن جيڪي سڄو سال ڪلاس نٿا وٺن پر پرنسپال جي حاضري باقاعدگي سان پرين ٿا. انهن کي سٺيون رپورٽون ڏنيون وينديون آهن.

جيئن ته پرنسپال جو انتظامي عهدو آهي، ان لاءِ ضروري آهي ته ان لاءِ مقرر مدو مقرر ڪيو وڃي ۽ ٽن سالن کان وڌيڪ ڪنهن به پرنسپال کي ساڳئي ڪاليج ۾ رهڻ نه ڏنو وڃي. ڇاڪاڻ ته ان مان انتظامي بدعنوانيون پيدا ٿين ٿيون، پيو ته جيڪي پرنسپال بدعنوانين ۾ ملوث آهن يا ٻن ٽن ڪاليجن جو انتظام هلائڻ ۾ ناڪام ثابت ٿيا آهن، انهن جي پرنسپال ٿيڻ تي "بندش" وڌي وڃي. ايماندار پرنسپال صاحبان کي سرڪار طرفان سندن خدمتن جي صلي ۾ "ايوارڊ" ڏنا وڃن.

هن قدم کڻڻ لاءِ "وڏي دل گردي" جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته منهنجو ذاتي تجربو آهي ته جڏهن حميد سنڌي ڊائريڪٽر ڪالجز حيدرآباد ريجن هئو، هن هڪ پرنسپال لاءِ لکيو هو ته هن کي بدعنواني ڪري ڪڏهن به پرنسپال نه بنايو وڃي، پر ان تي ڪوبه عمل نه ڪيو ويو. هڪ ٻئي پرنسپال کي ڪاليج مان هٽائي ڊائريڪٽوريٽ ۾ رپورٽ ڪرڻ لاءِ چيو ويو پر مذڪوره پرنسپال "وزير اعليٰ سنڌ" کان سفارش ڪرائي وري بهتر ڪاليج ورتو ۽ ان جو لڳاتار ٽي سال پرنسپال رهيو. جڏهن انهيءَ ڪاليج ۾ شڪايتون وڌيون ته ان کي نئين ڪلندڙ ڪاليج جو پرنسپال بنايو ويو ته جيئن وڌيڪ فنڊ ڪائي سگهي ۽ ڪاليج جي فنڊ مان بالا آفيسرن کي حصو پتي پهچائي.

سنڌ جا اڪثر ڪاليج تباهه ٿي چڪا آهن. گرلز ڪاليجن جي حالت ڏسڻ وٽان آهي. ڊائريڪٽر ڪالجز جيئن ته سنڌ جي هڪ مذهبي اسڪالر شخصيت آهي، ان ڪري سندس اڪثر وقت مذهبي ۽ سماجي فنڪشن ۾ گذري ٿو. ان ڪري اڪثر استادن کي هفتن جا هفتا ڊائريڪٽوريٽ جا چڪر ڪاٽڻا پون ٿا.

تعليم کاتي ۾ رٽائرمينٽ کان پوءِ نوڪري جو مدو وڌائڻ جو سلسلو بند ٿيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ان سان هڪ ته سينئر استادن جو حق ماريو وڃي ٿو، ٻيو ڪارڪردگي متاثر ٿئي ٿي. ڇاڪاڻ ته رٽائر ٿيل آفيسر "چٽل ڪارتوس" هوندو آهي. ان جو صرف هڪ ئي مقصد هوندو آهي ته "ڪنٽريڪٽ يا ايڪسٽينشن" جو مدو چپ چاپ ۾ گذارجي. اعليٰ آفيسرن، وزيرن، مشيرن، قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ خاطر هن آفيسر کي هر غلط ڪم ڪرڻو پئي ٿو. ان ڪري "ڪنٽريڪٽ ۽ ايڪسٽينشن" جو سلسلو بند ٿيڻ گهرجي.

ڊائريڪٽوريٽس ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ بدانتظامي عروج تي پهتل آهي. ان کي سڌارڻ جي ضرورت آهي جيئن ته حيدرآباد ريجن ۾ ڪاليج وڌي ويا آهن ۽ استادن جو تعداد به وڌي رهيو آهي، ان لاءِ بهتر ٿيندو ته سکر ڊويزن ۽ لاڙڪاڻه ڊويزن ۾ اسڪول ايجوڪيشن وانگر ڪاليج ايجوڪيشن لاءِ جدا جدا ڊائريڪٽوريٽ کوليون وڃن ته جيئن ڪاليجن جو انتظام بهتر بنائي سگهجي.

ڪراچي ريجن ۾ 79، حيدرآباد ۾ 94 ڪاليج موجود آهن، جن ۾ سادا پنج

هزار ڪاليج استاد تعليم وتدريس جو فرض سرانجام ڏئي رهيا آهن. انتظامي سطح تي ڪاليج جو سربراه پرنسپال هوندو آهي.

ڪاليجن ۾ جيڪي صاحب پرنسپال ٿين ٿا، انهي لاءِ ڪنهن به قابليت جي گهرج ناهي. ڪاليجن ۾ جيڪي پرنسپال حضرات مقرر ٿين ٿا، اهي گول ڪرسي تي ويهڻ کان پوءِ اهو پلجي وڃن ٿا تہ اهي بنيادي طور تي استاد آهن، سندن ڪم تعليم وتدريس جو انتظام بهتر بنائڻ آهي. پرنسپالن جي اڪثريت پنهنجي فرض کان غافل ٿي چڪي آهي، انهن جي آڏو تعليم هاڻ مقصد نہ رهيو آهي. اهي صرف ”مال ميڙڻ“ ۾ پورا آهن، منهنجي هڪ تجزيہ مطابق ڊگري ڪاليج جو پرنسپال هر سال ۾ لک روپيہ ڪمائي ٿو ۽ هر انٽرميڊيٽ جي پرنسپال کي آساني سان هڪ لک رپيا ملن ٿا. صرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا پرنسپال آهن، جن کي ايمانداري ۽ اصول پرستي جو مثال بنائي پيش ڪري سگهجي ٿو.

پرنسپال صاحبان جي اڪثريت صرف انهي ڪوشش ۾ هوندي آهي تہ سندن ڪاليجن مان يونيورسٽي ۽ بورڊ جا پرائيويٽ امتحان جا فارم گهڻي ۾ گهڻا ڀرجن ۽ سندن ڪاليج امتحان جو ”سينٽر“ بنجي ۽ پوءِ سينٽر تي سٺين اميدوارن کان معاوضو وٺي ان جي بدران ٻيا اميدوار ويهاريا وڃن ٿا يا امتحان جو وقت ختم ٿيڻ کان پوءِ شام جي شفٽ ۾ في اميدوار کان پنج هزار روپيہ وٺي ٻيهر امتحان جي ڪاپي لکرائي وڃي ٿي. اتر سنڌ ۾ امتحاني سينٽر باقاعده ٺاٺن ۽ ڳاڙهن بازارن وانگر نيلام ٿيندا آهن، انهن جا نگران سپرنٽينڊنٽ لکين روپيا ڪمائين ٿا.جنهن مان حصو پتي يونيورسٽي ۽ بورڊ جي اهلڪارن کي بہ ڏنو وڃي ٿو.

اڪثر پرنسپال صاحبان کي ان سان ڪا دلچسپي ناهي تہ ڪلاس هلن ٿا يا نہ، انهن جو سمورو ڌيان ڪاليج جي فنڊن تي هوندو آهي. اهي اڪثر ڪنهن نہ ڪنهن هڪ استاد کي پاڻ سان ملائي سرڪاري فنڊ هضم ڪندا رهن ٿا. جيئن تہ انتظامي سطح تي ”آڊٽ“ لاءِ ڊائريڪٽوريٽ مان رسمي طور تي چند آڊيٽر اچن ٿا، اهي ڪاليجن جي فنڊن جي آڊٽ ڪن ٿا، ڪجهہ حصو پتي وٺي حساب ڪتاب ٺيڪ رکن ٿا. اعليٰ آفيسرن کي سڀ صحيح رپورٽ ڏين ٿا. جيڪڏهن سنڌ جي سيني ڪاليجن جي ايمانداري سان وڏي پيماني تي آڊٽ ڪرائي وڃي تہ وڏا ڦاٽ ڦاٽي سگهن ٿا. ”ڏوڪڙ ڪلچر“ جو رواج نہ صرف يونيورسٽين ۾ آهي پر ڪاليجن ۾ بہ اهو رواج عام آهي.

اڪثر ڪاليجن ۾ ڪلاس هلڻ وقت ”ٽيوشن سينٽر“ هلن ٿا. سائنس جي استادن جي اڪثريت ڪلاسن کان وڌيڪ ٽيوشن ۾ دلچسپي رکي ٿي. گهڻن ڪاليجن ۾ جيئن تہ تعليمي ادارن ۾ گهر نہ هئڻ ڪري يا هڪ جهڙي ”هائوس

رينٽ" نہ ھئڻ ڪري اندرون سنڌ جي گرلز ڪاليجن ۾ "ڪُڪڙڪو" آهي. هي هڪ وڏي ستم ظريفي آهي تہ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪم ڪندڙ استادن کي وڏيڪ هائوس رينٽ ۽ ڪنوينس الائونس ملي ٿو پر اندرون سنڌ جي استادن کي هائوس رينٽ گهٽ ملي ٿو. ٻيو تہ ڪاليجن ۾ استادن جي رهائش لاءِ هڪ ڪمري جو بہ گهر ناهي. ٻين کاتن ۾ گهر پهرين تعمير ٿيندا آهن ۽ آفيسون پوءِ ناهيون وينديون آهن. ريلوي کاتي ۾ ٿاڻڪ واري جو ڪوارٽر پهرين تعمير ڪيو ويندو آهي، ان کان پوءِ ٿي ٿاڻڪ ٺهندو آهي. واپڊا ۾ لائين مين جو ڪوارٽر پهرين تعمير ٿيندو آهي ان کان پوءِ گرڊ اسٽيشن ٺهندي آهي.

تعليم کاتي جي ڪرتا ڌرتائن کي استادن جي گهر ناهڻ لاءِ منصوبا جوڙڻ گهرجن. هڪ جهڙي هائوس رينٽ ۽ گهر نہ هئڻ ڪري اندرون سنڌ جا گرلز ڪاليج توڙي بوائز ڪاليج استادن جي شديد کوٽ جو شڪار آهن.

جوهي ڪاليج جا شاگرد ٻن سالن کان پڪاريندا وتن ٿا، پر ڪين سائنس جو ڪوبہ استاد نٿو ڏنو وڃي. خيرپور ناٿن شاهہ، شهداد ڪوٽ، ماتلي، ٽنڊو محمد خان، سجاول، ٺٽو، مورو، سڪرنڊ، ٽنڊو آدم ۽ هالا گرلز ڪاليج جي نياڻين جون دانهون ڪيڪون ڊائريڪٽوريٽ حيدرآباد ريجن جي ديوارن سان ٽڪرائجي خاموشي سان موٽي ٿيون، ڊائريڪٽوريٽ تي ان جو ڪوبہ اثر نٿو ٿئي، هنن گرلز ڪاليجن ۾ تعليم وتدريس جو سلسلو ڪيئن هلي ٿو؟ هنن گرلز ڪاليجن ۾ اٽڪل پنج هزار نياڻيون زيرتعليم آهن. هنن گرلز ڪاليجن ۾ انٽر سائنس، پري ميڊيڪل ۽ پري انجنيئرنگ جون شاگرديائيون گذريل ٽن سالن کان مٿس، انگلش، اردو، سنڌي، باٽني، زولاجي، فزڪس، ڪيمسٽري، اسلاميات ۽ پاڪستان اسٽڊيز جي مضمونن ۾ تعليم کان محروم آهن. هنن ڪاليجن جو اسٽاف تہ مقرر ٿيل آهي پر اهو "ڊيٽيلمينٽ ۽ ڊيپوٽيشن" تي ڪراچي، حيدرآباد، ميرپورخاص، نوابشاهہ، سکر ۽ ٻين شهرن ۾ ڪري رهيو آهي.

ڪاپي هڪ موذي مرض آهي ان لاءِ جيترو جلدي قوم کي نجات ڏياري وڃي اوترو بهتر آهي، پر ڪاپي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ شاگردن جون تعليمي ضرورتون پوريون ڪيون وڃن. شاگردن جا ڪلاس باقاعدگي سان هلايا وڃن، انهن کي هر مضمون ۾ استاد مهيا ڪري ڏنا وڃن. سائنسي مٽيريل ۽ فرنيچر جي کوٽ پور ڪئي وڃي. انهن جو ڪورس تعليمي سال اندر مڪمل ڪيو وڃي. انهن گهرجن جي پورائي کان پوءِ ئي ڪاپي کي بند ڪرائڻ لاءِ اپاءَ وٺي سگهجن ٿا.

سيڪريٽري تعليم ۽ ڊائريڪٽر ڪالجز حيدرآباد کي اهو نماڻو عرض آهي تہ نياڻين جي ڪاليجن ۾ استادن جي کوٽ هنگامي بنيادن تي پوري ڪئي وڃي،

ڇاڪاڻ تہ نئين سال جو تعليمي سيشن شروع ٿي چڪو آهي. جيڪو بہ نئون ٽيچنگ اسٽاف ڪاليج ۾ رکيو ويجي گهٽ ۾ گهٽ ان کي ٽي سال بدلي نہ ڪيو وڃي.

اڃان بہ وقت آهي جيڪڏهن يونيورسٽين ۽ ڪاليجن جي اعليٰ تعليم کي سڌارڻ لاءِ انقلابي قدم نہ کنيا ويا تہ پوءِ شايد اسان ڇتاپيٽي جي دور ۾ ڪنهن جو بہ مقابلو نہ ڪري سگهون.

(خادم وطن- 18,19,20.11.92)

# سيد - صاحب ۽ سزا

(ڀٽائي، جي ايم سيد، نوالهديٰ شاهہ ۽ ٻين روشن خيال سيدن کان معذرت سان)

تازو ڪراچي ۾ آل سيد ايسوسيئيشن جو سالانہ اجتماع ٿيو. جنهن ۾ پير سائين پاڳارو، سيد غلام مصطفيٰ شاهہ، سيد مظفر حسين شاهہ، سيد قمرالزمان شاهہ ۽ سنڌ جي ٻين سرندي وارن سيدن شرڪت ڪئي. اخبار ذريعي هن اجلاس جو مکيہ مقصد هي بيان ڪيو ويو تہ سنڌ ۾ رهندڙ ساداتن جي فلاح و بهبود لاءِ آئينده ڪهڙا قدم کڻڻ گهرجن؟ هن اجتماع ۾ حاڪم سيد، حڪومتي پارٽيءَ جا سيد، اپوزيشن جا سيد ۽ "جي ايچ ڪيو" جا حامي سيد سڀورا شامل ٿيا.

ظاهري طور تي هن اجتماع ۾ شامل سيدن جو "سياسي قبلو" مختلف آهي. اخبارن ۾ هڪ ٻئي کي بيانن جي حد تائين لوئيندا رهن ٿا. پر منهنجي نظر ۾ "سيدن" جي هن اجتماع جو مقصد هي هو تہ ڪيئن سيدن جو قبضو سنڌين مٿان مستقبل ۾ جاري رکي سگهجي ٿو؟ نت نون طريقن سان ڪيئن سنڌين جو استحصال ڪجي؟ سنڌين جي روحن توڙي جسمن تي سيد صدين کان قابض رهيا آهن. اڪثر سيد پاڻ کي سنڌين کان اوپرو سمجهن ٿا. هو سنڌين تي راڄ ڪرڻ کي پنهنجو ڪائناتي حق سمجهن ٿا. انهيءَ ڪري هنن هڪ منظم سازش تحت حڪومت، نوڪر شاهيءَ ۽ "جي ايچ ڪيو" ۾ پنهنجا پاڙتا پڌيا آهن.

اعليٰ تعليم يافتہ سيد دانشوريءَ ۽ ڏاهپ جي زور تي، جاگيردار سيد پالتو غنڊن جي زور تي، بزرگ سيد الهامي ڪتابن ۽ آيتن جي آڙ ۾ سنڌين جي روح ۽ جسم تي قبضو جاري رکيو اچن.

سنڌي، سيدن جي ويچايل سازشن جي ڄار مان اڃا تائين پاڻ کي آجا نہ ڪري سگهيا آهن. سيد هر دور ۾ اقتدار جي چشمي مان سيراب ٿيندا رهيا آهن. پوءِ ڀلي اهو عوامي دور هجي يا مارشل لا جو، "ڀٽو ازم" جو دور هجي يا "نواز برانڊ جمهوريت" جو.

اهي وزارت مشاورت جون شيروانيون پائي سنڌين کي لتيندا ڦريندا رهيا آهن. هنن جي ويجهو اهم مقصد سنڌين کي روحاني توڙي جسماني طور تي غلام بنائي رکڻو آهي. "سياسي" توڙي "سجاده نشين" جي ذريعي هنن جي مڪر ۽ فريب جي راند جاري ساري آهي. ڪوبہ ماڻهو هنن جي نڳيءَ جي ڏاهہ ۽ ڪوڙ جي ڪوٽ کي ڊاهي نہ سگهيو آهي.

سنڌ ۾ جيئن تہ جهالت عروج تي آهي. علم جي ديوي صحيح معنيٰ ۾ پنهنجا پر پکيڙي نہ سگهي آهي. ان ڪري سنڌين جي اڪثريت جي گهرن ۾ جهالت جي اوندهہ پکڙيل آهي. سنڌين جي اڻ سمجهائي کان فائدو وٺندي بيماري يا پريشانيءَ ۾ کين پاڻي پڙهي ڏيڻ، ڌاڳو وٺي ڏيڻ، ڦيٿا رکڻ، تعويذ لکي ڏيڻ، پٺي تي هٿ گهمائڻ، دري مان ديدار ڪرائڻ، مريدياڻين جا ڄڻ ڪيڻ سنڌن محبوب مشغلا آهن.

سنڌ ۾ سيد جي هر شيءِ مقدس هوندي آهي. مرشد جون پيون شيون تہ ٺهيو پر پڪ (ٿڪ) بہ مقدس هوندي آهي. اڪثر مريدن کي پاڻي ۾ پڪ وجهي پياريو ويندو آهي. سيدن جو پڪون پي اڪثر سنڌين جا ذهن ايجا تائين مڏا آهن. هاضمي جو نظام گهٽو ڪري خراب رهي ٿو.

گهوڙن جي ريس ڪرائڻ، سوئر جو شڪار ڪرڻ، رڇ ڪتن جي ويڙهہ ڪرائڻ، غيرتمند غريبن کي ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسائڻ، بيوس مجبور لاچار مسڪين مريدن جي عورتن جي رضا خوشيءَ يا زوريءَ لچالت ڪرڻ سندن شاهاڻا شوق آهن.

غريبن جي ملڪيت ڦٻائڻ، پنهنجي ملڪيت کي تقسيم ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ پنهنجي ڌيءَ يا ڀيڻ جو حق بخشن ڪرائڻ يا قرآن سان نڪاح وجهڻ، آمتين جون نياڻيون ڏسي شهپر وٽڻ، معصوم نياڻين سان ڪراڙپ ۾ نڪاح وجهڻ سندن "سنت" آهي.

چرس، آفيم، سائي ڀوڻي ۽ شراب سندن خانداني خوراڪ آهي. جيڪو سيد هي شيون نٿو واپرائي اهو "سچو سيد" تي نٿو سگهي. چاڪاڻ تہ سچي سيد ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ سندس اکين ۾ جلال هجي يعني سندس اک ڳاڙهي يا ڪڪڙي هجي. اکيون ڳاڙهيون صرف نشي واپرائڻ سان ئي ٿي سگهن ٿيون.

هڪ پراڻو واقعو آهي، هڪ سيد صبح نيراني پنگ جو ڪونڊو پي مريدن وٽ ويو. مرشد جي اکين ۾ لالاڻ هئي. هڪ مريدياڻي مرشد کي ڏسي چيو، "مرشد سائين تان قربان وڃان، ڪيڏو نہ منهن ۾ نور اٿس! اکين ۾ ڪيڏو نہ جلال اٿس."
مرشد مصنوعي ڏند ڪڍي مريدياڻين تان قربان وڃڻ لڳو.

هڪ ٻيو واقعو آهي تہ هڪ مرشد "ڏن" وٺڻ لاءِ هر سال پنهنجي مريدن ۾ ويندو هو. مريد ويچارا پنهنجو "سڀ ڪجهہ" مرشد جي حوالي ڪري ڇڏيندا هئا. هڪ ڀيري هڪ پڙهيل لکيل مريد هٿ ادب جا ٻڌي مرشد سائين کي عرض ڪيو تہ

”قبلا سائين! توهان جي ڪرامت ڪاڻ ڪري اسان جي ڳوٺ ۾ توهان جهڙا ڪيترا همشڪل مرشد پيدا ٿيا آهن. انهيءَ ڪري هاڻي هن ڳوٺ ۾ اچڻ جي توهان جي ڪا ضرورت ڪانهي. جڏهن گهر ۾ مرشد موجود هجن ته پوءِ ٻاهران مرشد کي گهرائڻ مان ڪهڙو فائدو؟“ مرشد ڪڇي واڇيان ڏند ڪڍي ڪلڻ لڳو.

سيد ڪڏهن به امتين سان سڱ نه ڪندا آهن. باقي امتين مان مسلمان ته ڇا پر ڪولهياڻيون؛ ميگهواڙيون به اڳهامجي ويندديون آهن. اسلام جو سلسلو به سيد سڳورا جاري رکيو اچن. اڪثر ڪولهياڻيون، ”بيبين“ سڳورين مان ”ٻيپيون“ بنجي وينديون آهن. مرشد جي حرم لاءِ هر قسم جون ذاتيون حلال آهن، پر ڪنهن امتيءَ کي سڱ ڏيڻ سان قيامت اچڻ جو خطرو پيدا ٿي پوندو آهي. انهيءَ ڪري اڪثر سيد خاندان جون بي گناهه عورتون ناڪرده گناهن جي سزا ڀوڳينديون رهن ٿيون. انهن جو جيون ڪيئن گذري ٿو؟ انهيءَ تي قابل احترام سائڻ نورالهديٰ شاهه ئي قلم کڻي سگهي ٿي!

غريبن جي عزت سان ڪيڏڻ، مرشد جو ڪاٻي هٿ جو کيل هوندو آهي. تازو سعيد پور تعلقو ٽنڊو محمد خان لڳ هڪ خانداني سيد هڪ غريب هارياڻي ”صاحبه“ جي لڄ هڪ درس گاهه ۾ زوري لٽي. هن واقعي ۾ هڪ شيدي به سيد سان هو. ڇاڪاڻ ته ”سنڌ ۾ سيد ۽ شيدي“ يا ”مير ۽ شيدي“ لازم ملزوم هوندا آهن. شيدين ڪان سواءِ مير، پير ۽ سيد اڻ پورا هوندا آهن. شيدي جيئن ته خاص متيءَ جا جڙيل هوندا آهن، سندن هڏ ۽ چم مضبوط هوندو آهي، انهيءَ ڪري وڏن ماڻهن کي ”خاص خدمت“ لاءِ اهڙا نوڪر رکڻا پوندا آهن. مسڪين مظلوم شيدي بادشاهه هر فن مولا هوندا آهن. نچڻ ڪان وٺي ڪلائڻ تائين، پيرن جي زورن ڪان وٺي جسم جي مالش وغيره وغيره جي فن ۾ کين ”خاص مهارت“ هوندي آهي.

نواز شريف به شايد سيدن ۽ شيدين جو ستايل آهي، تنهن هن ڪيس هلائڻ لاءِ خاص عدالت قائم ڪرائي ۽ اهلبيت سڳوري کي پندرنهن سال سزا ڏياري. ڪورٽ سڳوري ته صرف سيد سڳوري کي پندرنهن سال سزا ڏني، پر ڪيس ڪوڙن هٽڻ جي پٽڻ سزا ڏني. ڪورٽ سڳوري، سيد سڳوري کي ”سڳوري“ جي نالي سان هڪ اها مهرباني ڪئي جو سندس خاص خدمتگذار شيدي سڳوري کي به سزا ڏني آهي.

آل سيد سنڌ ايسوسيئيشن کي سعيد پور جي سيد جي ڪيس کي اوليت ڏيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته امتين جي لڄ لٽڻ سان سيدن جي نظر ۾ ڪو ڏوهه ناهي. هنن کي انهيءَ جو ”لائسنس“ صدين کان مليل آهي. سيدن کي هن دنيا ۾ ته ڇا پر آخرت ۾ به پڇاڻو معاف آهي.

ملن جي فرمان مطابق سيد آخرت ۾ امتين کي آڱر کان جهلي پاڻ سان گڏ بهشت ۾ وٺي ويندا. جيڪڏهن سنڌ جي سماڻن کي بهشت ماڻڻو آهي ته سيدن

جي مخالفت تہ ڪڪرٽي پوندي. سائين بهاول انڙ ڪٿي سيدن خلاف بيان نہ ڪيڻ گهرجي.

آل سنڌ سيد ايسوسيئيشن جي آڙ ۾ حڪومت توڙي اپوزيشن هڪ تي ويا آهن. پي ڊي اي ۾ شامل سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر "سيد" بہ وزارتن ۾ ويجي رهيا آهن ۽ پي ڊي اي ۾ شامل باقي سيد بہ "انڊر گرائونڊ" قبلي مظفر شاهہ سان ٺهيل آهن. باقي سائين قائم علي شاهہ وڃي بچندو، انهيءَ ڪي آئندي جو آسرو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن کي خبر آهي تہ آئنده سنڌ ۾ وري بہ سيدن جي حڪومت ٺهندي. امتين جو راڄ سنڌ ۾ نہ اچڻو آهي ۽ نہ ئي ايندو!

(خادم وطن– 9.12.92)

# فلسفين جو هندستان ۽ مذهبي پاڳلپڻو

مسجد، مندر، گرجا گهر، گردوارو عبادت جا مقدس هنڌ آهن. جن جو احترام هر باشعور انسان تي لازم آهي. ڀارت جي صوبي اتر پرديش جي شهر "اجوڌيا" ۾ "تاريخي بابري مسجد" جي جنونين هٿان شهادت انساني تاريخ جو هڪ افسوسناڪ الميو آهي. جنهن ٺنڍي ڪنڊ جي وجود کي لوڏي ڇڏيو آهي. جنون پرست هندن جي راءِ آهي تہ جنهن جاءِ تي بابري مسجد آهي اتي ڀهرين رام چندر جي "جنم ڀومي" هئي. "مسجد ۽ مندر" جو جهيڳڙو گذريل ڪيترن سالن کان عدالت ۾ هلندڙ آهي. 22 ڊسمبر 1949ع جي رات اها آخري رات هئي، جڏهن هن مسجد ۾ مسلمانن عشاءَ جي آخري نماز پڙهي هئي. گذريل 43 سالن کان هن مسجد کي تالو لڳل آهي ۽ هن ۾ ڪا بہ عبادت نہ ٿي آهي.

6 ڊسمبر 1992ع تي تنگ نظر هندوئن بابري مسجد کي ڊاهي سڄي ننڍي کنڊ ۾ نفرت جي باهہ ڀڙڪائي ڇڏي. هن باهہ کي وسائڻ لاءِ ڀارت جي ڪانگريس سرڪار هندستان جي فرقہ پرست سياسي جماعت وشوا هندو پريشد، راشٽر سيوڪ سنگهہ ۽ بجرنگ دل تي پابندي وجهي ڇڏي آهي. جماعتن جا ميمبر سالن کان مسجد شهيد ڪرڻ لاءِ آتا هئا. ڀارتي جنتا پارٽي جيڪا پڻ ڪٽر پٽي جي قائل آهي، ان جي اڳواڻن لال ڪرشن آڏواڻي ۽ ٻين رهنمائن کي گرفتار ڪيو. ڀارت جي چئن رياستن اتر پرديش، هماچل، مڌيہ پرديش ۽ راجستان جون صوبائي حڪومتون ختم ڪري، اتي گورنر راڄ قائم ڪيو.

بابري مسجد جي سانحي ڀارت جي سيڪيولرزم ۽ جمهوريت کي خطري ۾

وجهي ڇڏيو آهي: دنيا جي وڏي ۾ وڏي جمهوريت، جنهن کيَ عظيم فلسفي برٽنيند رسل خراج تحسين پيش ڪندي چيو هو تہ ”ڀارت دنيا جو اهو عظيم جمهوري ملڪ آهي، جيڪو يونان جي عظيم فلسفي ”افلاطون“ جيءِ انهيءَ قول تي عمل ڪريَ رهيو آهي تہ ”ملڪ جو حڪمران فلسفي“ هئڻ گهرجي“. ڀارت کي اهو شرف حاصل رهيو آهي تہ ڊاڪٽر راجندر پرشاد، ڊاڪٽر راڌا ڪرشن، ڊاڪٽر ذاڪر حسين جهڙا عظيم فلاسفر هن ملڪ جا حڪمران رهيا آهن. جن جون ”لڪٽيون“ اڄ بہ يورپ جي وڏن درسگاهن جي ڪورسن ۾ پڙهايون وڃن ٿيون. ڀارت ۾ ڪڏهن بہ جمهوري عمل رڪيو نہ آهي. ڪڏهن بہ ڪنهن اقتدار جي بکئي جنرل ”نظريہ ضرورت تحت، نظريہ پاڪستان“ يا اسلام خاطر پاڪستان وانگر اقتدار تي قبضو نہ ڪيو آهي.

نرسمهاراٿو جي جمهوري حڪومت اهو بہ اعلان ڪيو آهي تہ بابري مسجد جي ٻيهر تعمير ڪئي ويندي ۽ هن مسجد جي شهادت جي ذميوار ماڻهن کي ڪڏهن بہ بخشيو نہ ويندو.

پاڪستان جي سرڪار جيڪا ”نالي ماتر“ اسلامي ۽ جمهوري آهي، تنهن بابري مسجد جي سانحي تي صحيح مؤقف اختيار نہ ڪيو. وفاقي سرڪار طرفان هڙتال جو اعلان ڪيو ويو. وفاقي وزيرن جي قيادت ۾ احتجاجي جلوس ڪڍيا ويا. مندرن کي ڊاٿو ويو. گرجا گهرن کي ڦريو ويو. بيگناهہ هندن جا گهر ساڙيا ويا. عورتن جي بي حرمتي ڪئي وئي. نياڻين جا ڏاج لٽيا ويا. معصوم ٻار ساڙيا ويا. شراب جا گُتا لٽيا ويا. بوتلون ور ۾ لڪائي ”الله اڪبر“ جا نعرا هنيا ويا.

اسلام سلامتي جو مذهب آهي. اهو هر انسان جي سلامتي جي ضمانت ڏئي ٿو. اسلام جو اهو درس نہ آهي جو بيگناهہ انسان کي اهنج پهچايو وڃي ۽ قرمار ڪئي وڃي. احتجاجي جلوسن ۾ ڪيئي اهڙا واقعا ٿيا آهن، جن انسان ذات کي شرمايو آهي. اسلام جي سونهري اصولن کي نقصان پهچايو آهي.

سڄي ملڪ ۾ اٽڪل پنجاهہ مندرن کي ڦريو ويو آهي. مندرن کي ڪيرائڻ کان پوءِ پِتل ۽ سون جي مورتين جي ورهاست تي جهڳڙا ٿيا آهن. ڪيترن مندرن کي پاڙ کان ڊاٿو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪن ”مؤمن“ کي اها ڄاڻ هئي تہ مندرن جي پاڙن ۾ خزانو دفن هوندو آهي. مؤمن جي ذهن ۾ ”سومناٿ مندر“ جي تاريخ محفوظ آهي.

حڪمران ۽ مذهبي جنونين جي احتجاج ڪري سياسي، سماجي توڙي مذهبي طور تي ”بابري مسجد“ جو ڪيس ڪمزور ڪيو ويو آهي. 50 مندر ڊاهي هندستان جيَ ٽن هزار مسجدن کي ”غير محفوظ“ بنائي ڇڏيو آهي. پاڪستان جي بيگناهہ

هندن، عيسائين جا گهر ساڙي ڪروڙين مسلمانن جو مستقبل "غير محفوظ" بنائي ڇڏيو آهي.

سنڌ ۾ جنونين جيڪا ڪار ڪئي آهي انهيءَ عمل سنڌ جي "روح" کي نقصان پهچايو آهي. پيتائي، سچل ۽ سامي هميشه نفرت کي ننديو آهي. محبت کي هميشه "ماڻهپو" سڏيو آهي. ڪوبہ مذهب انسان مٿان انسان جو ظلم ڪرڻ نٿو سيکاري. هر مذهب پيار ۽ پريت جو درس ڏئي ٿو.

ننڍي ڪنڊ کي انهيءَ ڪري بہ اڌ نہ ڪيو ويو هو، تہ هتي مذهب جي آڙ ۾ انسانن کي ساڙيو وڃي. جناح صاحب مذهبي ڪٽرپڻي جي خلاف هو. پاڪستان جي قيام کان چند ڏينهن اڳ جڏهن 10 آگسٽ 1947ع تي "سنڌ اسيمبلي" کي پاڪستان جي اسيمبلي جو روپ ڏنئي، "دستور ساز اسيمبلي" جو اجلاس ٿيو هو. هن اجلاس جي صدارت جو شرف هڪ هندو "جوگندر ناٿ منڊل" کي نصيب ٿيو. جيڪو پاڪستان جي پهرين وفاقي ڪابينا جو وزير قانون بنيو هو. 11 آگسٽ 1947ع تي باني پاڪستان اسيمبلي ۾ تقرير ڪندي چيو هو تہ، "پاڪستان" ۾ هاڻي مذهبي لحاظ کان ڪنهن بہ قسم جي "مت ڀيد" نہ هوندي. سڀني پاڪستانين کي بغير ڪنهن فرق جي برابري جا حق حاصل هوندا. مسلمانن کي آزادي هوندي تہ هو مسجد ۾ وڃي "خدا" جي عبادت ڪن، هندن کي آزادي هوندي تہ هو مندر ۾ وڃي "رام" جي پوڄا ڪن. عيسائين کي آزادي هوندي تہ هو گرجا گهر ۾ وڃي "گاڊ" آڏو دعا گهرن.

باني پاڪستان اجا گورنر جنرل جي عهدي تي پوري طرح ٽِڪي نہ وينو تہ هن جي ڦڦڙن ساهہ کڻڻ ڇڏي ڏنو. جيڪڏهن ڪانگريس جي قيادت کي ڊاڪٽرن جي انهيءَ "ڳجهي رپورٽ" جي خبر هجي ها تہ جناح "ٽي بي" جي آخري اسٽيج تي آهي تہ شايد ننڍي ڪنڊ کي بہ اڌ ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ هڪ سال وڌيڪ اينگهائين ها.

جناح جي وفات کان ڇهن مهينن کان پوءِ ساڳي دستور ساز اسيمبلي ۾ مارچ 1949ع ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو، جنهن کي تحريڪ پاڪستان ۾ قراردادِ مقاصد جا (Objective Resolution) سڏيو وڃي ٿو. هن ٺهراءُ ۾ چيو ويو هو تہ هاڻي پاڪستان ۾ اسلامي نظام نافذ ڪيو ويندو. ڪانگريس ان وقت دستور ساز اسيمبلي ۾ مخالف ڌر هئي. ان جي اڳواڻ "مسٽر چٽو- ايس- پاڊيا" چيو تہ موجوده ٺهراءُ جناح جي تصور جي خلاف آهي. مذهب ۽ سياست کي پاڻ ۾ ملايو ويو آهي.

آزاد پاڪستان پارٽي جي اڳواڻ ميان افتخار الدين بہ هن قراردادِ مقاصد تي اعتراض ڪيو. هن جي خيال ۾ هن ٺهراءُ جي روشني ۾ جناح جي تصور مطابق ملڪ ۾ "سماجي انصاف" ۽ "اقتصادي مساوات" قائم ٿي نہ سگهندي. هن چيو تہ

پاڪستان ۾ آئنده لڙائي هندو ۽ مسلمانن وچ ۾ نہ پر امير ۽ غريب وچ ۾ وڙهي ويندي.

ميان افتخار الدين جاگيردار هوندي بہ ترقي پسند سوچ جو حامي هو. هن پنهنجي سوچ مطابق اهي لفظ ادا ڪيا هئا. پر اهي لفظ حقيقت جو روپ وٺي نہ سگهيا. اڄ بہ لڙائي امير ۽ غريب وچ ۾ نہ پر هندو ۽ مسلمانن وچ ۾ وڙهي پئي وڃي. نفرتن ۽ ڪدورتن جو سفر اڌ صدي کان جاري آهي نہ ڄاڻ ڪيترا بيگناهہ ڪتريءَ جي باهہ ۾ سڙن.

هن ڌرتي تي رهندڙ انسانن ڪي اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ ڊِهل عبادت گاهہ پيهر ٺهي سگهي ٿي، پر ڪٺل ڪند بيجان ڌڙ سان پيهر نہ تو جڙي سگهي.

ڪائنات جي خالق کي اهو عمل پسند ناهي تہ هن جي حسين تخليق، انسان کي ڪترپٽي ڪاڻ ڪٺو وڃي. واقعي عبادتگاهون عظيم آهن، پر انسان عظيم تر آهي.

(عوامي آواز– 24.12.92)

# مذڪر- مونث ۽ مڙسي

جڏهن مان پرائمري اسڪول ۾ پڙهندو هئس تہ شهر جي هرَ رستي ۽ گهٽي جي ديوارن تي هڪ اشتهار وڏن اکرن سان لکيل هوندو هو "طاقت، جواني ۽ مڙسي لاءِ فوري طور تي حڪيم ايم ايچ سومرو سان ملو." مون کي انهيءَ اشتهار جو مفهوم سمجهہ ۾ نہ آيو. جڏهن مان عاقل، بالغ ۽ وات وڪيل ٿيس تہ ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ شايد "طاقت جواني ۽ مڙسي" علاج سان واپس ملي سگهي ٿي.

مان ننڍي هوندي کان ڪم عقل آهيان. بس امتحان ۾ رڳو پاس ٿيندو آهيان. سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ منهنجو علم ناقص آهي، ساڳي طرح گرامر ۾ تہ بلڪل چٽ آهيان. خاص طور تي انگريزي گرامر ۾ جينڊر (Gender) يا جنس جي باري ۾ منهنجي ڄاڻ پوري سوري آهي. هڪ محترم استاد سيڪنڊري تعليم دوران ٻڌايو هو تہ جينڊر يعني "جنس" جا ٻہ قسم آهن، پر هڪ ٻئي محترم استاد ٻڌايو تہ چار قسم آهن، يعني چار "جنسون" ٿينديون آهن. هڪ "مذڪر" ٻي "مونث" ٽين "مشترڪ" يا گڏيل ۽ چوٿين "غير جانبدار". پر عام طور تي ٻہ مشهور آهن، يعني مذڪر ۽ مونث.

سنڌي گرامر ۾ استاد محترم مون کي ٻہ جنسون ٻڌايون هيون، هڪ

"مذڪر" ۽ ٻي "مونث"، استاد محترم هي مثال ڏيئي ٻڌايو ته مڙس، مذڪر هوندو آهي ۽ زال مونث، پر مون کي اجان تائين خبر نه پئجي سگهي آهي ته ڪهڙو لفظ "مردِ" آهي ۽ ڪهڙو "عورت"! سياسي چاڻ ۾ ته مان پينگ ڪري وجهندو آهيان، ان ڪري اڪثر دوست ٽوڪيندا آهن ۽ چڙندا به آهن.

هاڻ مونکان ڪير پڇندو ته "سنڌ نيشنل فرنٽ" مذڪر آهي يا مونث؟ مان ٿورو سمجهي اهو جواب ڏيندس ته "مذڪر" آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌ نيشنل فرنٽ جو سربراهه مڙس ماڻهو آهي ۽ سنڌ جا ماڻهو ڪيس "ڏهيسر" سڏيندا آهن، انهي لاڳاپي سان سنڌ نيشنل فرنٽ جي جنس لاءِ ٻڌائڻ آسان آهي.

ساڳي طرح جيڪڏهن مون کان ڪير پڇندو ته پيپلز پارٽي ڇا آهي؟ مذڪر يا مونث! مان فوري طور تي اهو جواب ڏيندس ته اها "مونث" آهي. ڇاڪاڻ ته هن جماعت جي سربراه هڪ معزز عورت آهي انهيءَ لاڳاپي سان وثوق سان اهو چوڻ ۾ حق بجانب ٿيندس ته پ پ گرامر جي لحاظ کان "مونث" آهي.

پر جيڪڏهن مون کان اهو ڪير پڇندو ته "عوامي تحريڪ" مذڪر آهي يا مونث؟ ته منهنجي لاءِ جواب ڏيڻ ڏاڍو مشڪل ٿيندو. ڇاڪاڻ ته گرامر جي لحاظ کان عوامي تحريڪ "مونث" آهي. پر سندس سربراهه مڙس ماڻهو آهي. انهيءَ ڪري عوامي تحريڪ جي متعلق شايد درست جواب نه ڏئي سگهان، ساڳي طرح "پي ڊي اي متعلق به جواب ڏيڻ مون لاءِ ڏکيو آهي.

تازو دادو ۾ ڊي سي محترم گل محمد عمراڻي جي تعاون سان "سپلا" جي زير اهتمام هڪ "تعليمي سيمينار" منعقد ٿيو هو، هن سيمينار جي صدارت به گل محمد عمراڻي ڪئي هئي، خاص مهمانن ۾ محترم رسول بخش پليجو، يوسف لغاري، جام ساقي، آصف قاضي شامل هئا. هن سيمينار جي ڪارروائي هلائيندڙ هڪ ساٿي تڙ تڪڙ ۾ جڏهن تقرير ڪرڻ لاءِ قابل احترام سائين رسول بخش پليجو کي گهرايو تڏهن هن چيو ته "خواتين و حضرات هاڻ توهان سان سنڌياڻي تحريڪ جو سربراه محترم رسول بخش پليجو مخاطب ٿيندو." اسٽيج سيڪريٽري ڀُل مان "عوامي تحريڪ" بدران "سنڌياڻي تحريڪ" چئي ويو.

سائين رسول بخش پليجو هن سيمينار جو آخري مقرر هئو، هن کان پوءِ صدارتي تقرير لاءِ بالحاظ ڪرسي، گل محمد عمراڻي کي سڏيو ويو ته هن صاحب فرمايو ته "محترم پليجي صاحب کان پوءِ تقرير ڪرڻ ائين آهي جيئن ميڊم نورجهان کان پوءِ ڪو سيڪڙات ڳائڻو راڳ ڳائي."

دراصل سائين پيلجو صاحب هڪ فاضل شعلہ بيان مقرر آهي، عمراڻي صاحب پليجي صاحب جي شخصيت ۽ علم کان مرعوب ٿي خواهش ڏيکاري ته هو پليجي صاحب کان اڳ ۾ تقرير ڪرڻ چاهي ٿو، پر محفل جي آداب ڪري هن کي آخر ۾ صدارتي تقرير ڪرڻي پيئي.

سنڌ ۾ ٻيون بہ ڪيتريون سياسي پارٽيون آهن. مثلن ترقي پسند پارٽي، مسلم ليگ، جماعت اسلامي، جميت العلماءِ پاڪستان، جمعيت العلماءِ اسلام، مهاجر قومي موومينٽ، (الطافي)، مهاجر قومي موومينٽ (حقيقي) انهن سڀني کي اسان "مونث" سڏي سگهون ٿا. ساڳي طرح جيئي سنڌ محاذ، سنڌ ڊيموڪريٽڪ گروپ، سنڌ پيپلز يوٿ کي اسان "مذڪر" چئي سگهون ٿا.

پر جيڪڏهن مون کان ڪير پڇندو تہ موجوده سنڌ حڪومت جي "جنس" ڪهڙي آهي تہ مُنجهي پوندس، ڇاڪاڻ تہ موجوده سنڌ حڪومت "مخلوط" حڪومت آهي، جنهن ۾ سڀئي "جنسون" شامل آهن. موجوده سنڌ حڪومت "نام نهاد قومپرستن، ويڪائو وڏيرن، پي ڊي اي جي ياگيلن" ۽ ايم ڪيو ايم (حقيقي) تي مشتمل آهي. گرامر جي لحاظ کان هن حڪومت کي "گڏيل يا مشترڪ جنس" چئي سگهون ٿا. هن ۾ سڀ جنسون آهن. "مذڪر" بہ آهن تہ "مونث" بہ آهن تہ "مخنث" بہ آهن.

سنڌي ٻولي ۾ لفظ "طاقت، جواني مڙسي" جي معنيٰ لڳ ڀڳ ساڳي آهي، ٻين لفظن ۾ ائين ڪئي چونداسين تہ ٽنهي لفظن جو مفهوم "مڙسي" آهي. مڙسي جي معنيٰ دليري يا بهادري آهي. هر دلير فرد يا قوم کي "مڙس" سڏيو ويندو آهي.

گرامر جي لحاظ کان مڙس "مذڪر" آهي ۽ عورت "مونث" آهي، پر جيڪڏهن ڪا عورت بہ دليري ڏيکاري ٿي تہ اسان ان دلير عورت کي "مڙس ماڻهو" سڏي سگهون ٿا. سنڌ جي تاريخ اهڙين دلير عورتن سان ڀري پيئي آهي، سسئي، مارئي، ٻاگهي، بختاور، اختر بلوچ، بينظير ڀٽو، کي "مٿير مردن" جي صف ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو.

"سنڌي قوم" جي باري ۾ مون کان ڪير پڇندو تہ گرامر جي لحاظ کان اهو جواب ڏيندس تہ اها "مونث" آهي"، پر جيڪڏهن تاريخي لحاظ کان ڪو سنڌي قوم جي بهادري متعلق پڇندو تہ هي چوندس تہ "هي قوم" "مذڪر" آهي." يعني هن قوم هر دور ۾ حاڪمن جي پيڙهجڻ، ڦورن جي ڦرجڻ، ويڪائو وڏيرن جي ڏنگڻ جي باوجود پنهنجو وجود برقرار رکيو آهي ۽ هر دور ۾ طاقت ۽ ڏاڍ اڳيان "مڙسي" ڏيکاري آهي.

موجود وقت سنڌي قوم ڇا آهي؟ گرامر يا سياست جي لحاظ کان! تہ شايد مان ڪو جواب نہ ڏيئي سگهان. شايد "نا اتفاقي ۽ ويساهہ گهاتي" کان بہ وڏيڪ ڪا خطرناڪ بيماري اسان جي وجود کي ول ويڙهي جيان وڪوڙي ويئي آهي. جنهن جي ڪري اسان جي "طاقت، جواني ۽ مڙسي" ختم ٿي ويئي آهي، ان ڪري شايد حڪيم، ايم ايچ سومرو جا اشتهار هر واهڻ وستي ۾ نظر اچن ٿا "طاقت، جواني ۽ مڙسي" جي واپسيءَ لاءِ حڪيم ايم ايچ سومرو سان مشورو ڪيو.

(خادم وطن –5.1.93)

# پاڪ پوتر حوض

1983 ۽ 1986 جي جمهوري تحريڪن کانپوءِ هن ملڪ جي اصل مالڪن طرفان شهرن ۾ "دهشت گرد" ۽ ٻهراڙين ۾ "ڌاڙيل" پيدا ڪيا. ٻنهي قوتن جي سرگرمين ڪري سنڌ اندر لاقانونيت وڌي وئي. سنڌ ۾ "رياست ۽ حڪومت" جا اختيارات محدود ٿي ويا. سنڌ حڪومت "چيف منسٽر هائوس"تائين محدود ٿي وئي. دهشت گردن ۽ ڌاڙيلن جي نڪ مان سرڪاري ناڪيلي نڪري چڪي هئي، اهي عوام کي چيري ڦاڙي رهيا هئا. سنڌ حڪومت جو ڍانچو مڪمل طور تي ڍهڻ تي هئو، اختياري وارن رياست ۽ حڪومت جي اقتدار اعليٰ جي بحاليءَ لاءِ سنڌ ۾ فوجي آپريشن جو آغاز ڪيو. ايم ڪيو ايم کي عملي طور تي ٻه اڌ ڪيو ويو، هڪ ڌڙو ايم ڪيو ايم حقيقي جي نالي سان سرڪار جي سهڪار سان نڪري نروار ٿيو ۽ ٻيو ڌڙو ايجنسين جي آڌار تي"انڊرگرائونڊ" ٿي ويو. ڌاڙيلن ڪارروايون بند ڪري ڇڏيون ، ڪي "ڌاڙيل " عمره تي هليا ويا ته ڪي سمنڊ پار، ڪي وڏيرن جي بنگلن ۾ ڇپ هڻي ويهي رهيا. ڪن کي ڏيکاءَ خاطر ڪٺو ويو.

فوجي آپريشن کان اڳ هڪ سروي مطابق ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ ۴ لک ڪلاشنڪوفون دهشت گردن وٽ هيون، جن مان مشڪل سان چار هزار هٿ ڪيون ويون آهن. پنجاهه هزار تربيت يافته دهشت گرد موجود هئا. جن مان پنج سو کن مس گرفتار ڪيا ويا آهن.

ساڳي طرح ٻهراڙي ۾ پنج هزار کان مٿي ڌاڙيل سرگرم عمل ۾ هئا. جن مان مشڪل سان سو کن گرفتار ڪيا ويا آهن. ڪي نامي گرامي ڌاڙيل پڪڙيا ويا آهن ته ڪن جا سينا پرورٽ ڪيا ويا آهن. فوجي آپريشن کي تقريباً اٺ مهينا گذري چڪا آهن. آخبارن ۾ اها روزانه خبر اچي ٿي ته فوج سنڌ مان جلد ٻاهر ويندي، اسان جا ماڻهون ڪيڏا نه سادا آهن. اهي سمجهن ٿا ته شايد سنڌ ۾ اها فوج اسلام آباد يا لاهور مان آئي آهي، پر اهڙي ڳالهه ناهي، قيام پاڪستان کان وٺي فوج سنڌ ۾ موجود آهي. ڪراچي ، حيدرآباد ۾ فوجي ڇانوڻيون سالن کان موجود آهن. پنو عاقل ۾ تازو فوجي ڇانوڻي قائم ٿي آهي ۽ هڪ رپورٽ مطابق سنڌ ۾ وڌيڪ فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون وينديون. فوج شروع کان وٺي سنڌ ۾ رهي آهي ۽ هميشه رهندي.

حيدرآباد جي جنرل آفيسر ڪمانڊنگ جنرل لهراسپ خان ٽاڙو لاهور جي اخباري نمائندن سان ملاقات ۾ ڪجهه "اعتراف" ڪيا آهن ته "سنڌ ۾ ايم ڪيو ايم سرڪار ٺهرائي هئي ۽ ان کي حڪومت جي مڪمل سرپرستي حاصل هئي، سنڌ ۾ امن امان جو مسئلو خود حڪومت طرفان پيدا ڪيل هئو".

سياست جي ماهرين جو اهو تجزيو آهي ته حڪومت ايم ڪيو ايم کي مڪمل ختم ڪرڻ نه ٿي چاهي پر صرف ان جي نڪ ۾ ناڪيلي وجهڻ گهري ٿي ۽ پنهنجي اشارن تي هلائڻ چاهي ٿي، ڇاڪاڻ ته ايم ڪيو ايم جي ڇڙواڳي ڪري سنڌ ۾ "رياست اندر رياست" جو تصور قائم ٿي چڪو هئو، حڪومت جو اختيار "عزيز آباد" تان ختم ٿي چڪو هئو. ايم ڪيو ايم پنهنجي الڳ سلطنت "جناح پور" جي نالي سان ٺاهڻ واري هئي. هڪ طرف ايم ڪيو ايم حقيقي جي مڪمل سرپرستي ڪئي وڃي پئي. انهن جي ڇهن ئي اسيمبلي ميمبرن کي ڇهه وزارتون ڏنيون ويون آهن، انهن کي اهي ساڳيون وزارتون ڏنيون ويون آهن، جيڪي فوجي آپريشن کان اڳ ايم ڪيو ايم کي مليل هيون.

الطاف جي سياست مان ٻاچ کان پوءِ، اصل مالڪن جي مرضيءَ سان عظيم طارق کي ظاهر ڪيو ويو. همراه کان پريس ڪانفرنس ڪرائي وئي؛ همراه اوڇنگارون ڏيندي، حال احوال ڏنو ته جيڪڏهن هو ظاهر نه ٿئي ها ته هن کي به اغوا ڪرائي ايم ڪيو ايم حقيقي ۾ شامل ٿيڻ تي مجبور ڪيو وڃي ها. هن پريس ڪانفرنس ۾ ويٺي ويٺي عظيم طارق کي ڏندڻ پئجي ويا ۽ همراه بيهوش ٿي ويو. مولانا احتشام الحق ٿانوي مرحوم جي فرزند ارجمند احترام الحق ٿانوي هن کي پاڻي جا ڇنڊا هڻي هوش ۾ آندو.

ايم ڪيو ايم جي هيبت سڄي ملڪ تي ڇانيل هئي، جنهن پاڻ کي آءِ جي آءِ ۽ پ پ کان پوءِ ملڪ جي "ٽين وڏي طاقت" سڏيو ٿي، جنهن جي قائد کي "سپرمين" سڏيو ويو ٿي، جنهن جا ليڊر ڏيڏر وانگر ٽوڪجي هلندا هئا. سرڪار جي سرپرستي جي ڇٽي لهڻ کانپوءِ اهڙا ته "ياڙي" ثابت ٿيا آهن، جو سندن قائد ته سياست کان "توبه تائب" ٿيو ۽ "انڊر گرائونڊ ليڊر" جڏهن به ٻاهر اچن ٿا ته ڪين ڏندڻ پئجي وڃن ٿا. سندن چيئرمين جي اها حالت آهي، جو رنن وانگر اوڇنگارون ڏئي روئي ٿو.

سنڌي ليڊر عيدار آهن، گناهگار آهن، انهن سان اختلاف رکي سگهجي ٿو، پر آهي ايم ڪيو ايم جي ليڊرن جيان ياڙي ناهن، جيل هجي يا فوجي ٽارچر سيل، اڄ ڏينهن تائين اسان جي ڪنهن به رهنما يا ڪارڪن کي ايم ڪيو ايم جي ليڊرن جيان ڏندڻ ڪونه پيا هوندا ۽ نه ئي اوڇنگارون ڏئي رنن وانگر رنا هوندا. پرائي

ڪلهن تي چڙهي سياست ڪندڙ جو اهڙوئي حشر ٿيندو آهي، جهڙو اڄڪلهه ايم ڪيو ايم جي ليڊرن جو ٿي رهيو آهي.

هڪ اخباري خبر مطابق سرڪار هڪ ”بورڊ“ قائم ڪيو آهي، جنهن ۾ ايجنسين جا آفيسر شامل آهن. ايم ڪيو ايم جي سيني ليڊرن ۽ ڪارڪنن کي هن ”بورڊ“ آڏو پيش ٿي ”ڪليئرنس سرٽيفڪيٽ“ وٺڻو آهي ته آهي آئينده سياست ڪري سگهن ٿا يا نه!

ايستائين جيڪي به ليڊر پرن مان ٻاهر نڪتا آهن، آهي انهيءَ ”بورڊ“ جي اجازت سان ٻاهر آيا آهن. هڪ اندازي مطابق ايم ڪيو ايم جي ست هزار دهشتگردن کي هن ”بورڊ“ آڏو پيش ٿيڻو آهي.

سرڪار وٽ معيار صرف هي آهي ته جيڪي دهشت گرد ”ايم ڪيو ايم حقيقي“ ۾ شامل ٿيندا ۽ سرڪار جي حمايت ڪندا، انهن کي ”ڪليئرنس سرٽيفڪيٽ“ ڏنو ويندو، باقي دهشتگردن تي قتل، ڌاڙن، ڦرن جا ڪيس هلايا ويندا.

هن ملڪ ۾ ”انصاف“ جو ماپو هي آهي ته جيڪو به ڌاڙيل يا دهشت گرد سرڪار جي حمايت ڪندو ان جا سڀ ڏوهه گناهه معاف، باقي جيڪو مخالفت ڪندو اهو ڪاٽ ۾ پوندو. سرڪار هڪ اهڙو ”حوض“ نهرايو آهي، جنهن ۾ ايم ڪيو ايم جا دهشت گرد ”آشنان“ ڪن ٿا ته اهي پاڪ پوتر بنجي وڃن ٿا، پوءِ ڀلي اهي سوين بيگناهه انسان جا قاتل ۽ معصوم نياڻين جون لڄون لٽيندڙ ڇو نه هجن!؟

(خادم وطن- 12.1.93)

# پوليس جو فرض خدمت عوام جي!

ڳالهہ ڪن ٿا تہ ڪجھہ غير ملڪي آثار قديم جا ماهر تاريخي ماڳ ڏسڻ لاءِ مصر پهتا. ٻين تاريخي جاين ڏسڻ کان پوءِ هو "فرعونن" جا مقبرا ڏسڻ ويا. هڪ فرعون جي "ممي" يعني صنوط شده لاش ڏسي بيهي رهيا. هنن مصر جي ماهرين کان پڇيو تہ، "هن فرعون جي ممي جي ڄمار ڪيتري هوندي؟"

مصري ماهر ڪين اهو نہ ٻڌائي سگهيا تہ اها فرعون جي ممي ڪيترا سال پراڻي آهي.

ان وقت مصر ۾ پاڪستاني سفارتخاني جو ڪو آفيسر بہ اتي تاريخي جايون ڏسڻ آيو هئو. جڏهن هن غير ملڪي ماهرن جون ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن ڪين چيائين تہ، "ڪا ڳالهہ ناهي توهان کي اها معلومات پاڪستاني سفارتخانو فراهم ڪندو."

جلدئي پاڪستان مان هڪ آفيسر گهرايو ويو. هن آفيسر جو قد وڏو، پيٽ وڏيل ۽ شهپر وٽيل هئا، اکڙيون ڪڪڙيون هيون ۽ شڪل ٻوائتي هئي. هن آفيسر اڪيلائي ۾ فرعون جي ممي سان ملڻ جي خواهش ڏيکاري ۽ چند ڪلاڪن جي مهلت گهري.

چئن ڪلاڪن کان پوءِ هن پاڪستاني آفيسر غير ملڪي ماهرن کي ٻڌايو تہ، "فرعون جي اها ممي پنج هزار سال قبل مسيح آهي."

غير ملڪي ماهر خوش بہ ٿيا ۽ حيران پڻ! هنن انهيءَ پاڪستاني آفيسر کان پڇيو تہ، "ڇا توهان آثار قديمہ جا ماهر آهيو؟"

آفيسر وراڻيو، "نہ"

پلا! پوءِ توهان تاريخ دان آهيو؟"

"بلڪل نہ"

"پلا! پوءِ توهان ڪير آهيو؟"

"مان پاڪستاني ٿاڻي جو صوبيدار آهيان" پاڪستاني آفيسر سينو تاڻي ۽ مڇون وٽيندي جواب ڏنو.

غير ملڪي ماهر ڏاڍو حيران ٿيا. هنن مذڪوره صوبيدار کان پڇيو تہ توهان کي ڪيئن خبر پئي تہ، "هي ممي ڪيترا سال پراڻي آهي؟"

صوبيدار وراڻيو تہ، "ممي کي جڏهن اڪيون ڏيکاريم تہ پاڻ ٻولڻ لڳي تہ، "خدارا! پنهنجي پوليس واري ڪارروائي نہ ڪجان، مان هيترا سال پراڻي آهيان"

صوبيدار وراڻيو ته، ”سائين ماڻهو جي لاش ته معمولي ڳالهه آهي، اسان سان ته پٿر ۽ وڻ به ڳالهائيندا آهن.“

پوليس جي باري ۾ چوڻي آهي ته، ”پوليس مائي باپ آهي“ نوڙي مان نانگ بنائي سگهي ٿي. چور کي ساڌ ۽ ساڌ کي چور بڻائي سگهي ٿي، ڪنهن بيگناهه کي ”خوني“ قرار ڏئي سگهي ٿي. پوليس هر اهو ڪمال ڏيکاري سگهي ٿي، جيڪو صدر پاڪستان به نٿو ڏيکاري سگهي.

جيڪڏهن خان صاحب ۽ ميان صاحب به پوليس جي ور چڙهي وڃن ته پوليس ڪائڻ هر ڏوهه جو اعتراف ڪرائي سگهي ٿي. صرف ڪين هڪ رات ”پوليس ڪسٽڊي“ ۾ سرڪاري مهمان بنايو وڃي ۽ خاطر تواضع ڪئي وڃي ته هو چوري ڪان وٺي ”الذوالفقار“ جي ڪارڪن هئڻ يا ”انڊيا جو ايجنٽ“ هئڻ جو اقرار ڪري سگهن ٿا.

اسان جي ملڪ ۾ جاگيرداري، سرمائيداري ۽ وڏيرا شاهي جو نظام پوليس ۽ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن تي بيٺل آهي، جيڪڏهن اڄ به قانون جا رکوالا هٿ ڪڍي وڃن ته مسڪين مظلوم ماڻهو پنهنجا صدي جا پراڻا پلاند پاري سگهن ٿا ۽ ڦرلٽ جو هي استحصالي نظام پرزا پرزا ٿي سگهي ٿو.

هَٿ سان چوريون ڪرائڻ، ڌاڙا هڻائڻ پوليس جي فرض ۾ شامل آهي. ”مال غنيمت“ مان ئي ماڻهو بنگلا ڪارون وٺي سگهي ٿو، ”بينڪ بيلنس“ جوڙي سگهي ٿو. پوليس ڪاتي ۾ توهان کي مشڪل سان ڪو صوبيدار بغير ڪار يا بنگلي جي ملندو. بااصول ۽ فرض شناس پوليس آفيسر ڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن، پر انهن کي ڪاٻه ”سٽيپي پوسٽنگ“ نه ڏني ويندي آهي. اهي گهڻو ڪري“ لائين حاضر“ هوندا آهن. پوليس ڪاتي جو نظام اهڙو ته ”بدبودار“ آهي جو ”ايماندار آفيسر“ جو جيئڻ جنجال هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته ڪين مٿي ويٺل آفيسرن کي ”منٿلي“ ڏيڻي پوندي آهي ”رسائي“ ڪرڻي پوندي آهي.

پاڪستان ۾ ”ايس ايچ او“ کي ايڏا ته اختيار مليل آهن، جيترا صدر پاڪستان کي به حاصل ناهن. پوليس طرفان ڪٽيل ”ايف آء آر“ تي مظلوم مسڪين ماڻهن کان وٺي وڏي ۾ وڏو سياستدان به ڦاسي تي ٽنگجي سگهي ٿو. ان ڪري پوليس طرفان ”ايف آء آر“ ڪٽڻ ۾ دير ڪئي ويندي آهي.

گهڻو ڪري ”ڏنو پٽ ڇنو“ جي اصول تي عمل ڪيو ويندو آهي. اصل جوابدار بدران بيگناهن کي واڙيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ”فرضي مقابلا“ ڏيکاري ”انعام اڪرام“ ورتا ويندا آهن ۽ ”تڪڙيون ترقيون“ حاصل ڪيون وينديون آهن. مسڪين ماڻهن کي ڌوهاري يا ڌاڙيل بنائڻ ۾ پوليس جو وڏو هٿ آهي.

سنڌ ۾ فوجي آپريشن جي آڙ ۾ پوليس ”جنسي رڻ“ پاري ڏنو آهي. ڀهراڙين جا ڳاٺا ۽ خاص طور تي ڪچي جا ڳاٺا بيگناهه مردن، عورتن ۽ ٻارن سان پرپل

آهن. جتي ”في ڪَن“ جي حساب سان ”حساب ڪتاب“ ڪيو ويندو آهي. ڌاڙيلن جو ساٿي هئڻ يا ڌاڙيلن کي ماني کارائڻ جي الزام ۾ روز ماڻهن کي تشدد جو نشانو بنايو ويجي ٿو. عورتن جون لچون لٽيون وڃن ٿيون. مردن کي اگهاڙو ڪري سندن ”عزت نفس“ کي مجروح ڪيو ويجي ٿو.

موجوده آپريشن ۾ جيڪي ٻه ڌاڙيل مئا آهن. انهن کي گهٽو ڪري غيرتمند بهادر ڳوٺاڻن ماريو آهي، پر اهي مقابلا پوليس جي کاتي ۾ لکيا رهن ٿا.

جيڪڏهن ڪو ڳوٺاڻو مڙسي ڏيکاري ڌاڙيلن سان مقابلو ڪري ٿو يا ماري ٿو، جيڪڏهن انهيءَ مقابلي جي خبر اخبار ۾ شايع ٿئي ٿي ته ان ڳوٺاڻي کي انعام ڏيڻ بدران ڪاٺ ۾ وڌو ويجي ٿو.

اڄ ڪلهه اهڙو حشر هڪ بهادر سنڌي نوجوان ”ادريس رند“ سان ٿي رهيو آهي. هن بهادر نوجوان ڪنڊياري لڳ ڳوٺ نور محمد رند ۾ پنج مهينا اڳ پنهنجي ڳوٺ جو دفاع ڪندي ست بدنام ڌاڙيل ماريا هئا.

هن نوجوان جي بهادري جي تعريف سنڌ جي وڏي وزير ۽ اعليٰ پوليس عملدارن پڻ ڪئي هئي. سنڌ سرڪار اهو به اعلان ڪيو هئو ته هن کي سندس بهادري جي صلي ۾ ”انعام“ ڏنو ويندو ۽ سندس زندگي جي حفاظت ڪئي ويندي.

پر هن سنڌي سپوت کي نه ”انعام“ مليو ۽ نه ئي هن جي زندگي جي حفاظت ڪئي پئي وڃي. الٽو خود سرڪار انعام طور تي هن جي زندگي ڪسڻ لاءِ ”سي. آءِ. اي سينٽر“ ۽ قانون لاڳو ڪندڙن ادارن جي حوالي ڪيو آهي. جتي بکيا بگهڙ ڪيس چيري ڦاڙي رهيا آهن ۽ ڪانئس اهو پڇي رهيا آهن ته ”هن ڌاڙيلن سان مقابلي جي تربيت ڪٿان حاصل ڪئي؟ ۽ هو بهادر ڇو آهي؟“

پوليس جي نظر ۾ پنهنجي ڳوٺ جو دفاع ڪرڻ ۽ پاليل ڌاڙيلن سان مقابلو ڪرڻ ”وڏو ڏوهه“ آهي. واقعي هن مجبوري ۽ بي وسيءَ جي دور ۾ بهادري ڏيکارڻ وڏو ڏوهه آهي! جيڪو نوجوان پاليل ڌاڙيلن خلاف ڪَر ڪڻي سگهي ٿو. هن جي بهادري ڏسي سياڻي هزارين نوجوان پنهنجي جان، مال، عزت ۽ وجود خلاف ويرين سان وڙهي سگهن ٿا. جنهن سان ”نقص امن“ جو انديشو پيدا ٿي سگهي ٿو. اهوئي سبب آهي جو سرڪار ادريس رند کي تشدد جو نشانو بڻائي ٻين سنڌي نوجوانن کي اهو سبق سيکارڻ گهري ٿي ته ”چپ رهڻ ۾ ئي سندن ڀلائي آهي“ هر بهادر ۽ غيرتمند نوجوان کي بهادري جو اهوئي ”صلو“ ملي سگهي ٿو. جيڪو ادريس رند کي ملي رهيو آهي.

(عوامي آواز– 15.1.93)

# بهارين جو مامرو ۽ ميان صاحب جي جوڙي

ملڪ جا موجوده حڪمران هر اهو عمل ڪن ٿا، جنهن جي سنڌي مخالفت ڪن ٿا. موجوده حاڪمن کي سنڌين جي خواهشن، جذبن ۽ احساسن جو ڪوبہ احساس ناهي. انهن کي سنڌين کي گهاءُ ڏيڻ ۾ لذت اچي ٿي.

سنڌي سالن کان پاڪستان ۽ سنڌ ۾ بهارين جي اچڻ جي مخالفت ڪندا رهيا آهن. پنهنجي "منتشر طاقت" ذريعي احتجاج ڪندا رهيا آهن تہ "بهاري نہ کپن" پر "آءِ جي آءِ" جي سرڪار سنڌين جي زخمن تي وڏيڪ لوڻ ٻرڪڻ لاءِ نيٺ 10 جنوري 1993ع تي بهارين کي پاڪستان آندو.

في الحال سنڌين جي رد عمل کي پرکڻ لاءِ 63 خاندانن کي آندو ويو آهي. هن جٿي ۾ ڪل 325 بهارين کي پنجاب ۾ آباد ڪيو ويو آهي. بنگلاديش ۾ ڪل 2 لک 40 هزار بهاري آهن، جن کي رفتہ رفتہ پاڪستان آندو ويندو.

"آءِ جي آءِ" سرڪار جو اهو موقف آهي تہ "بهاري پاڪستاني آهن" ۽ انهن جو پاڪستان اچڻ "قانوني حق" آهي. سرڪار جي هن موقف کي مسلم ليگ، جماعت اسلامي، جمعيت العلماءِ پاڪستان، جمعيت العلماءِ السلام، ايم ڪيو ايم ۽ ٻين ننڍن مذهبي گروهن جي حمايت حاصل آهي.

ننڍي کنڊ جي ورهاڱي متعلق جيڪي بہ "قانوني ۽ سياسي دستاويز" موجود آهن، انهن ۾ آبادي جي لڏپلاڻ يا مسلمانن جو ٻين علائقن مان پاڪستان اچڻ جو ڪٿي بہ ذڪر نٿو ملي!

23 مارچ 1940ع جو پاڪستان وارو نعراءُ، ڪرپس مشن پلان، ڪيبينيٽ مشن پلان 1946ع، 3 جون 1947ع جي ورهاڱي جو منصوبو، گورنمينٽ آف انڊيا انڊيپينڊنس ايڪٽ 1947ع يا مسلم ليگ جي منشور يا نعراءُ جيڪي ورهاڱي جا قانوني ۽ سياسي دستاويز آهن، انهن جي ڪنهن بہ "شق" يا "سٽ" ۾ لڏپلاڻ جو ذڪر ڪونهي.

اردو ڳالهائيندڙ مسلمانن جو سنڌ ۾ اچڻ، اوير پنجاب مان پنجابين جو پاڪستاني پنجاب ۾ اچڻ، يا بهارين جو اوير بنگال يا اوير پاڪستان وڃڻ بلڪل "غير قانوني" هو. پاڪستان جي جوڙجڪ صرف انهن مسلمان اڪثريتي صوبن تي مشتمل هئي، جن ۾ پنجاب، سرحد، سنڌ، بلوچستان ۽ بنگال شامل هئا. اهوئي سبب هو جو گورنمينٽ آف انڊيا انڊيپينڊنس ايڪٽ 1947ع جي تحت انهن صوبن جي اسيمبلين کان راءِ ورتي ويئي هئي تہ آهي پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ گهرن ٿا يا هندوستان ۾!؟

پناهگيرن جو پاڪستان اچڻ سراسر "غيرقانوني" آهي. ان جو ڪوبہ مذهبي، قانوني يا اخلاقي جواز ناهي. اها تہ سنڌين، پنجابين ۽ بنگالين جي "وسيع القلبي" هئي، جو فسادن جو ڪارڻ ۽ جان بچائڻ جي خوف کان جيڪي مسلمان پاڻ هت پهتا، انهن کي پنهنجو ڀاءُ سمجهي جيءَ ۾ جايون ڏنيون.

جيڪر آيل مسلمان پاڻ اها دعويٰ ڪن ٿا تہ اهي قربانيون ڏئي پاڪستان آيا آهن. سي سراسر ڪوڙا آهن. قرباني "رب جي راهہ" ۾ خوشيءَ سان ڏني ويندي آهي. جانَ جي خوف کان يا مال غنيمت حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ پنهنجي زمين کي ڇڏڻ وارن کي "سُنت نبوي" جي پيروي ڪندڙ نٿو سڏي سگهجي. جيڪي مسلمان پاڻ "حضور صلعم" جي نسبت سان پاڻ کي "مهاجر" سڏائين ٿا، اهي مهرباني ڪري تاريخ اسلام جو مطالعو ڪن تہ حضور جن مڪي مان مديني ڏي جو هجرت ڪئي؟ ۽ پاڻ سڳورن مهاجرن ۽ انصارن جا ڪهڙا حق ۽ فرض بيان ڪيا آهن؟ آيلن کي مهاجر ڪنهن بہ صورت ۾ نٿو سڏي سگهجي. سياسي لحاظ کان صرف انهن کي "پناهگير" سڏي سگهجي ٿو.

لڏپلاڻ يا نندي ڪنڊ جو ورهاڱو تاريخ جو هڪ حادثو هو. پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ صوبن جي عوام انهيءَ کي رب جي رضا سمجهي قبول ڪيو. جيڪي ماڻهو اها دعويٰ ڪن ٿا تہ پاڪستان سڄي دنيا جي مسلمانن لاءِ جوڙيو ويو آهي اهي "احمقن جي جنت" ۾ رهن ٿا.

پاڪستان تي صرف ۽ صرف صوبن ۾ مستقل طور تي رهندڙ آباديءَ جو سياسي ۽ قانوني حق آهي. اهوئي سبب آهي جو پاڪستان ۾ مستقل رهائش لاءِ "سٽيزن شپ ايڪٽ آف پاڪستان 1951ع" رائج ڪيو ويو.

بهاري جيڪڏهن حادثي طور تي اوير پاڪستان يا بنگال پهتا تہ بنگالين انهن کي بنگال ۾ آباد ٿيڻ جي اجازت ڏني ۽ کين هر قسم جون سهوليتون فراهم ڪيون. بنگالين جي ميزباني جي حق طور ۽ احسانن جي عيوض کين بنگال جي زبان، سياست، ثقافت ۽ مزاج کي تسليم ڪرڻ گهربو هئو.

بهاري جيڪي قيام پاڪستان کان وٺي بنگالاديش جي قيام تائين پاڻ کي "بنگالي سماج" ۾ ضم نہ ڪري سگهيا، پر پاڻ کي پنهنجي زبان، ثقافت ۽ مزاج کي بنگالين جي مقابلي ۾ فاتح بالاتر ثابت ڪرڻ ۾ مصروف رهيا.

بهارين طرفان بنگالين جي پٺي ۾ ڇرو هڻڻ، انهن مٿان پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت مڙهڻ، 1971ع ۾ مرد توڙي معصوم ٻارن جو قتلِ عام ڪرڻ، بنگالي نارين جون لڄون لٽڻ سراسر ڪم ظرفي ۽ احساس فراموشي هئي.

1971ع ۾ پاڪستان جي ٻہ اڌ ٿيڻ کان پوءِ "پٽنو شهيد" بهارين کي پاڪستان آندو، جيڪو هڪ غير قانوني قدم هو. پر "انسانيت" جي ٽالي کين سنڌ ۾ آباد ڪيو ويو. بهارين جي "روين ۽ عمل" پاڻ کي انسان ثابت نہ ڪيو. انهن

سياست کي "بي رحمانہ تشدد" جو رنگ ڏنو. ايم ڪيو ايم جي وحشياڻي سياست ۽ دهشتگردي جو محور بهاري هئا.

بهارين کي پاڪستان ۾ آڻي پلي پنجاب ۾ آباد ڪيو وڃي يا سرحد ۾، پر انهن کي اڳ يا پوءِ سنڌ ۾ اچڻو آهي ۽ خاص طور تي ڪراچي ۾ آباد ٿيڻو آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ ڪراچي ۾ سندن همزبان ۽ مٽ مائٽ رهن ٿا. ٻيو "بين الاقوامي بندرگاهہ" هئڻ ڪري روزگار جا وسيلا ڪراچي ۾ گهڻي تعداد ۾ موجود آهن.

جڏهن تہ هر مهيني خود پنجاب ۽ سرحد مان ڇهن هزارن کان پنجن هزارن تائين ماڻهو روزگار سانگي ڪراچي اچي رهيا آهن. انهن کي روڪڻ لاءِ ڪو قانون موجود ناهي؟ پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل 15 ۾ واضح طور تي لکيل آهي تہ پاڪستان ۾ رهندڙ ڪنهن بہ شخص کي پاڪستان ۾ شامل هر علائقي ۾ وڃڻ ۽ ڇُرپر تي ڪنهن بہ قسم جي پابندي نہ هوندي، اهي انهن علائقن ۾ گهمڻ ڦرڻ يا ڪاروبار ڪرڻ ۾ بلڪل آزاد هوندا. اهڙي ڪهڙي "گارنٽي" موجود آهي تہ بهاري صرف پنجاب ۾ رهندا؟ ڇا ڪو اهڙو قانون موجود آهي جيڪو بهارين کي ڪراچي اچڻ کان روڪي سگهي ٿو؟

حڪمرانن طرفان بهارين کي پنجاب ۾ آباد ڪرڻ جو نعرو هڪ "سياسي اسسٽنٽ" آهي تہ جيئن سنڌ ۾ "ڌارين جي آبادڪاري" کي منصفاڻو قرار ڏيئي سگهجي! بهارين کي پاڪستان ۾ آڻڻ لاءِ جيڪي بہ "دليل" ڏنا وڃن ٿا، انهن ۾ ڪوبہ "وزن" ناهي. اهو چيو وڃي ٿو تہ بهاري "پاڪستاني" آهن ۽ اڄ بہ آهي پنهنجي هٿن ۾ پاڪستاني جهنڊو جهلي پاڪستان جا ترانہ ڳائيندا رهن ٿا. بهاري ڪيئن پاڪستاني آهن؟ صوبي بهار مان ۽ پاڪستان جي جنهن علائقي مان هو هجرت ڪري ويا هئا، اهو هاڻ "بنگلاديش" بڻجي چڪو آهي. انهي ڪري اولهہ پاڪستان يا موجوده پاڪستان تي بهارين جو "استحقاق" ناقابل فهم آهي.

جيڪڏهن انهيءَ حق کي انهيءَ بنياد تي تسليم ڪيو وڃي تہ بهارين اجا تائين "بنگلاديش" کي تسليم نہ ڪيو آهي تہ توهان کي ڪجهہ نہ ڪجهہ بنگالي ضرور اهڙا ملندا، جن جو تعلق جماعت اسلامي ۽ ٻين مذهبي جماعتن سان هئو، اهي بہ چئي سگهن ٿا تہ هو بنگلاديش کي مڃڻ لاءِ تيار ناهن، انهيءَ ڪري هو بہ پاڪستان وڃڻ چاهين ٿا. ڇا بنگالين کي پاڪستان اچڻ جي اجازت ڏني ويندي؟ يا جيڪي بنگالي غير قانوني طور تي لکن جي تعداد ۾ ڪراچيءَ ۾ رهيل آهن، ڇا انهن کي پاڪستاني شهريت ڏني ويندي؟

سڀاڻي جيڪڏهن "بنگلاديش" پنهنجو نالو تبديل ڪري "پاڪستان" رکي ٿو تہ سنڌ ۾ اردو ڳالهائيندڙ مسلمان پيائر جيڪي پاڻ کي "پاڪستاني" سڏائين ٿا ڇا اهي بنگلاديش وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندا؟

بهارين کي پاڪستان آڻڻ لاءِ اهو دليل ڏنو وڃي ٿو تہ اهي "مسلمان" آهن ۽

”رابطہ عالم اسلامي“ انھن کي پاڪستان ۾ آڻي آباد ڪرڻ جو خرچ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهي. جيڪي مسلمان پائڻ بهارين کي مسلمان هئڻ جي ناتي سان ڪين پاڪستان آڻڻ جي تڪليف گوارا ڪري رهيا آهن. اُهي بهاري مسلمانن کي پنھنجي ملڪن ۾ آباد ڪري وڏيڪ ثواب ڪمائي سگهن ٿا. خاص طور تي بهارين کي مسلمانن جي مقدس ملڪ ”سعودي عرب“ ۾ ورسائڻ جي ڪوشش ڪن ته بهارين جو ”دين ۽ دنيا“ ٻئي موچارا ٿي سگهن ٿا. بنگالين سان ظلم جو ڪفارو به ادا ٿي سگهي ٿو!

ڇا صرف پاڪستان ئي دنيا جو واحد مسلمان ملڪ آهي؟ ڇا بنگلاديش اسلامي ملڪ ناهي؟ ڇا بنگالي مسلمان ناهن؟ جيڪڏهن مسلمان هئڻ جي ناتي سان ڪين پاڪستان ۾ آباد ڪرڻ جي ”نيڪ ڪوشش“ ڪئي وڃي پيئي ته پاڪستان ۾ 40 لکن کان مٿي افغاني، برمي، ايراني، بنگالي، مسلمان موجود آهن. انھن کي پاڪستان مان تڙي ڪيڏڻ جو ڪھڙو جواز آهي؟ ڇا صرف بهاري ئي ”پڪا پاڪستاني“ ۽ ”سچا مسلمان“ آهن؟!

بهارين کي پاڪستان آڻڻ سان نه اسلام جي خدمت ٿيندي، نه ئي پاڪستان جي. پاڪستان ۾ اڳ ۾ لکين بي روزگار موجود آهن، انھن کي روزگار ڏيڻ لاءِ موجوده سرڪار ڪهڙا اپاءَ ورتا آهن. پاڪستان ۾ شديد ”معاشي بدحالي“ آهي، ”موتمار مهانگائي“ آهي. جيڪي ڪروڙين مسلمان پهرين پاڪستان ۾ موجود آهن، انهن جي فلاح وبهبود لاءِ ۽ معاشي ڀلائي لاءِ سوچيو وڃي، نه ته پاڪستان ”گهرو ويڙهہ“ جو شڪار ٿي سگهي ٿو.

بهارين جي غم ۾ ڳرندڙ ميان نواز شريف ۽ ميان غلام حيدر وائين کي پهرين پاڪستان ۾ موجود لکين بي روزگار انسانن جي مستقبل لاءِ ڪجهہ سوچڻ گهرجي ته سندن ”سياست ۽ عاقبت“ موچاري ٿي سگهي ٿي.

ڪن خلقن جي راءِ آهي ته جيئن ته ميان نواز شريف ۽ ميان غلام حيدر وائين جا خاندان پڻ ”پناهگير“ لڏي سان تعلق رکن ٿا، ان ڪري انھن کي پاڪستان جي سرزمين سان ڪابہ محبت ناهي، اُهي ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ وارن جا درد ڪيئن سمجهي سگهن ٿا! ۽ انهن ۾ ”پناهگير نفسيات“ موجود آهي.

بهارين جي اچڻ سان پاڪستان تباهہ ٿئي ٿو يا برباد. شايد اهي ٻئي وري هجرت ڪري ٻئي پار هليا ويندا، ڇاڪاڻ ته پاڪستان ۾ آيل پناهگيرن جي نصيب ۾ ربو ”هجرت“ لکيل آهي. اُهي صدين کان هجرت ڪندا رهيا آهن. انھن ڪي صرف ڌرتي جي سطح تي موجود فائدا نظر ايندا آهن. ڌرتيءَ جي گهرائي ۾ گهڙي انهيءَ ۾ ضم ٿيڻ هنن سکيو ئي ناهي.

(خادم وطن– 25.1.93)

# آهي ڪو مقابلو ڪرڻ وارو!

رشوت ۽ سفارش اسان جي تعليمي نظام کي سر ۽ ڪلر جيان وڪوڙي ويون آهن. سڄو تعليمي نظام پُرڻ تي آهي. يونيورسٽيون، ڪاليج، اسڪول ۽ آفيسون ”ڪرپشن“ جو گهر بنيل آهن.

تعليمي نظام سان لاڳاپيل آفيسرن مان ڪو ورلي ايماندار آفيسر نظر ايندو ته ته سيئي جاوا ڪري رهيا آهن. ڪو پڇڻ وارو ناهي. موجوده ڪن سالن ۾ تعليمي نظام ۾ بدعنوانيون چوٽ چڙهي ويون آهن. ڪنهن به سطح تي ڪو احتساب ناهي.

ڊائريڪٽوريس اسڪول ايجوڪيشن حيدرآباد، سکر ۽ لاڙڪاڻو پوليس ڪاتي جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو آهي، ڳاڙهن ساون نوٽن کان سواءِ فائيل جو چرڻ ناممڪن آهي.

ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن ۽ سب ڊويزنل ايجوڪيشن آفيسون ”ٽاٽا“ بنيل آهن، هر ڪم جو ”اگهه“ مقرر ٿيل آهي، تقرري هجي، بدلي هجي يا انڪريمنٽ فڪس ڪرائڻي هجي، نذرانو ڏيڻو پئي ٿو. جنهن مان ڪلارڪ کان وٺي وڏي صاحب کي ”حصو پتي“ ملي ٿو.

استادن جي ڀرتيءَ جي نظام جو بنياد ”بي ايماني“ تي رکيل آهي، وزير اعليٰ هائوس کان وٺي ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر تائين استادن جي پوسٽن جو اگهه مقرر ٿيل آهي، ڏهن هزارن کان پندرنهن هزارن ۾ پرائمري ماستري ۽ ويهن هزارن تائين سيڪنڊري ٽيچر جي ”پوسٽ“ وڪامي ٿي.

قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبلي جملي ميمبرن کي ”حق استحقاق“ طور هر سال ڀرتي وقت ڏهه سيٽون پرائمري ۽ پنج سيٽون سيڪنڊري استادن جون ملن ٿيون، جن جو باقاعدي ”نيلام“ ٿئي ٿو. ڪين اها ڪوٽا وزير اعليٰ جي منظوري سان ڏني وڃي ٿي. وزير تعليم به پنهنجي وسان ڪين گهٽائي ٿو. بچيل پوسٽن تي هٿ پير هلائي ٿو.

اسيمبلي ميمبرن جي ڪوٽا جي آڙ ۾ تعليم کاتي جا آفيسر به پوسٽون وڪرو ڪن ٿا. ماشاءالله اسان جا استاد اڳواڻ به گهٽ ناهن. گسٽا ۽ پ-ٽ الف جا چند عهديدار ”استادن جي اولاد جي ڪوٽا“ جي آڙ ۾ پنهنجي قيامت ڪاري ڪن ٿا، سندن انهن ڪرتوتن جي ڪري سڄي استاد برادري بدنام ٿي رهي آهي. استاد تنظيمن جو وقار عوام جي نظر ۾ ڪري رهيو آهي.

ڀرتين جي علاوه بدليون به سفارش ۽ رشوت جي بنياد تي ڪيون وڃن ٿيون.

ميرن، پيرن، وڏيرن، رئيسن جي سفارشي ابستادن کي پنهنجي پسند جا اسڪول ملي ويجن ٿا. گهڻا استاد ته گهر ويٺي پگهار کڻن ٿا. ڪين صرف صاحبن کي "منٿلي" ڏيڻي پئي ٿي.

الله جا ماڻهو سدائين سورن ۾ هوندا آهن. جنهن استاد جي سفارش نه هوندي آهي، آهو هڪ ٿي هنڌ تي ڳري ويندو آهي. خاص طور تي آهي پيٽون ۾ نياڻيون جيڪي پنهنجي شهرن ۾ ڳوٺن کان پري مقرر ٿيل آهن، انهن جو روز اسڪول اچڻ ۽ وڃڻ ڏاڍو مشڪل آهي. سرڪار طرفان بدلي جي نظام متعلق ڪو قانون مقرر ٿيل ناهي. جيڪڏهن خواتين استادن جي لاءِ اهو اصول واضع ڪيو وڃي ته انهن کي ٻن سالن بعد سندن ڳوٺ يا شهر جي اسڪول ۾ بدلي ڪيو ويندو ته اسان جي ڀهراڙي جي نياڻين جي تعليم ڪافي سڌري سگهي ٿي.

حيدرآباد ضلعي جي ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيس ۾ سيني سب ڊويزنل ايڊيوڪيشن آفيسن ۾ خواتين آفيسرن ته مردن جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو آهي. نوڪرين توڙي بدلين ۾ سندن "اڳهه" مرد آفيسرن کان مٿي آهن. انهن جي "واردات" جا طريقا ئي نرالا آهن. مرد آفيسر ته مروت ۾ ڪجهه رعايت ڪندا آهن. پر خواتين آفيسرن ته اهو قسم ڪنيو آهي ته اهي "مفت" ۾ ڪنهن به استاد جو ڪم نه ڪنديون. ڇاڪاڻ ته هنن جا خرچ تمام گهڻا آهن. ڪين هر سال "عمري" تي وڃڻو پئي ٿو. زڪوات باقاعدي ڪڍڻي پوي ٿي. مذهبي تقريبات منعقد ڪرڻيون پون ٿيون. جاپاني ڪپڙا پائڻا پون ٿا. غير ملڪي "ميڪ اپ" استعمال ڪرڻو پوي ٿو. هر سال نئين ڊزائين جا زيور تيار ڪرائڻا پون ٿا. نياڻين جي شادين جو ڏاج تيار ڪرڻو آهي.

هي معزز خواتين آفيسر نذراني طور تي روڪڙ کان علاوه "سونا سيٽ"، "صوفا سيٽ"، "ڊنر سيٽ"، "ساڙهيون" ۽ "ڪمبل" پڻ وٺن ٿيون. هنن جو ڪوبه احتساب ڪرڻ وارو ناهي، ڇاڪاڻ ته اهي خواتين بااثر ۽ رسوخ واريون آهن. انهن جي رسائي "وزير اعليٰ هائوس" تائين آهي. ڊائريڪٽر صاحب کي ڪهڙي مجال آهي، جو هنن کان "باز پرس" ڪري سگهي.

منهنجي هڪڙي عزيز استاد آهي سا هڪ ڏينهن بازار مان نئون ڪمبل وٺي آئي، مان ڪانئس پڇيو ته هي ڪمبل ڪنهن لاءِ آندو اٿئي؟

هن وراڻيو ته "ڊي اي او گرلس صاحبه کي ڏيڻو آهي." هيڊ مسٽريس صاحبه اسان پندرنهن ئي اسڪول جي ٽيچرن کي حڪم ڏنو آهي ته اهي ڊي اي او صاحبه لاءِ تحفا گڏ ڪن ۽ اسڪول جي "انسپيڪشن" کان هڪ ڏينهن اڳ هي تحفا محترمه جي گهر پهچائڻا آهن.

هڪڙي اسڪول جي "انسپيڪشن" مان گهٽ ۾ گهٽ خواتين آفيسر کي پنجن هزارن جا تحفا ملن ٿا. هاڻي عوام ئي اندازو لڳائي سگهي ٿو ته سڄي ضلعي

مان ڪيتري ڪمائي ٿيندي هوندي!
منهنجي اندازي مطابق ڊي اي او جي ماهوار ڪمائي مختيارڪار ۽ صوبيدار کان سرس آهي. گرلز اسڪولن جون هيڊ مسٽريس صاحبہ جيڪي رسائي ڪن ٿيون، ٽپيدارن ڪي ڪهڙي مجال آهي جو انهن جو مقابلو ڪري سگهن.
ٽپيدار تہ روينيو کاتي جي عملدارن کي خوش ڪرڻ لاءِ زميندارن کي ڦرين ٿا، پر گرلز اسڪولن جون هيڊ مسٽريس صاحبہ ڊي اي او صاحبہ جون فرمائشون پوريون ڪرڻ لاءِ ويچارين نياڻين کي ڦرين ٿيون. ڪڏهن "ريڊ ڪراس" جي نالي تي تہ ڪڏهن "مينا بازار" جي نالي تي. نياڻين کان ڪڏهن "سوشل ويلفيئر فنڊ" ورتو ويندو آهي تہ ڪڏهن ڪو ٻيو فنڊ. اهڙي طرح "فنڊ" گڏ ڪرڻ جو سلسلو سڄو سال جاري رهي ٿو.
اهڙي طرح گرلز اسڪولن ۾ اها ڦرمار جاري آهي. جيڪڏهن ڪا نياڻي هيڊ مسٽريس صاحبہ جو حڪم بجا نٿي آڻي تہ ان کي سزا جو نشانو بنايو ويجي ٿو. ان کي امتحان ۾ فيل ڪرڻ جي لاءِ ڌمڪي ڏني ويجي ٿي.
حيدرآباد شهر جي هڪ نالي واري اسڪول جي هيڊ مسٽريس صاحبہ تہ داخلا جي نالي تي نياڻين کان سيمنٽ جون ٻوريون، لوهہ ۽ سرون پڻ ورتي رهي آهي، شايد ڪنهن اعليٰ تعليمي عملدار جو بنگلو زير تعمير آهي.
تعليم کاتي جو نئون سيڪريٽري جيڪو پاڻ کي بااصول ۽ ايماندار سڏائي ٿو، ڪجهہ ڏينهن ايئرڪنڊيشنڊ آفيس ڇڏي ڊائريڪٽوريٽس، ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيس ۽ سب ڊويزنل ايجوڪيشن آفيس جي ڪارڪردگي جو معائنو ڪري تہ ڪجهہ بهتري ٿي سگهي ٿي. ورنہ تعليم کاتي جا عملدارن تہ پوليس ۽ روينيو کاتي جي عملدارن کي پوئتي ڇڏي ويا آهن. اسان جا ڊي اي او ۽ ايس ڊي اي او ڪنهن بہ ايس پي ۽ ڊي ايس پي کان گهٽ ناهن، آزمائش شرط آهي.
(خامر وطن– 4.2.93)

# زرعي يونيورسٽي، ذاتي جاگير

اڄ ڪلهہ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڄامشورو، زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خير پور متعلق اخبارن ۾ مختلف خبرون شايع ٿي رهيون آهن. شاگرد توڙي استادن طرفان اهو مطالبو ڪيو ويجي پيو تہ مذڪوره يونيورسٽين جي سربراهن کي فوري طور تي هٽائي يونيورسٽين ۾ ٿيل مالي بدعنوانين ۽ بي ضابطگين جي هاءِ ڪورٽن جي ججن تي مشتمل

ڪميشن ڪان "عدالتي تحقيقات" ڪرائي وچي، انهن يونيورسٽين ۾ ڪم ڪندڙ سينئر پروفيسرن کي سربراهه طور مقرر ڪيو وڃي.

مذڪوره يونيورسٽين ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو جي سربراهن مٿان، سنڌ جي علمي ۽ سماجي حلقن طرفان الزام لڳندا رهيا آهن ته هنن سربراهن اعليٰ تعليمي ادارن کي تباهي جي ڪناري تي پهچائي ڇڏيو آهي، ترقياتي فنڊن ۾ خرد برد ٿي رهي آهي، اڪيڊمڪ ماحول ختم ٿي چڪو آهي. استادن کي انتقام جو نشانو بڻايو پيو وڃي. شاگردن جو "تعليمي ڪيريئر" تباهه ڪيو پيو وڃي، فوجي آپريشن جي آڙ ۾ شاگردن کي تشدد جو نشانو بڻايو پيو وڃي.

تازو سڄي پاڪستان جي يونيورسٽين جي استادن جي تنظيمن جو هڪ اجلاس حيدرآباد ۾ ٿي گذريو، جنهن ۾ سنڌ جي سيني يونيورسٽين جي تعليمي ماحول تي تشويش جو اظهار ڪيو ويو. يونيورسٽين جي سربراهن کي فوري طور تي هٽائڻ جو مطالبو ڪيو ويو.

"فيڊريشن آف آل پاڪستان يونيورسٽيز اڪيڊمڪ اسٽاف ايسوسيئيشن جي صدر پروفيسر عبدالحميد نيئر هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام جي وائس چانسلر ڊاڪٽر ارشاد سومرو متعلق "ڪچو چٺو" پڻ ظاهر ڪيو، هن ۾ لکيل آهي ته "ارشاد سومرو "ايم ايس سي" ڪرڻ ڪان پوءِ ڄڏهن قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد ۾ "ايم فل" ڪرڻ لاءِ ويو ته يونيورسٽي کيس "ايم فل" جي لائق نه سمجهندي داخلا نه ڏني. بعد ۾ هن سفارش جي زور تي داخلا ورتي. سفارش جي باوجود هن کي ليڪچرر جي پوسٽ جو اهل نه سمجهيو ويو. بعد ۾ هن کي "سيڊ ڪارپوريشن" ۾ سفارش جي زور تي "ڊائريڪٽر مارڪيٽنگ" جي پوسٽ تي مقرر ڪيو ويو. جتان هن کي وائس چانسلر جي پوسٽ تي موڪليو ويو آهي."

پروفيسر عبدالمجيد نيئر چيو ته مذڪوره وائس چانسلر احساس ڪمتري جو مريض آهي، منتقم مزاج آهي، بدعنوان ۽ بداخلاق آهي. نااهل هئڻ ڪري، هن باصلاحيت ۽ اعليٰ تعليم يافته استادن خلاف انتقامي رويو برقرار رکيو آهي. زرعي يونيورسٽي ٽيچرس ايسوسيئيشن جي صدر پروفيسر امير علي قادري کي انهي ڪري برطرف ڪيو ويو ته هن وائس چانسلر صاحب ڪان بغير اجازت جي وفاقي وزير تعليم جناب فخر امام طرفان ڪوٺايل تعليمي ڪانفرنس ۾ ڇو شرڪت ڪئي!

ساڳي طرح ايسوسيئيشن جي نائب صدر ڊاڪٽر حاجي خان ابڙو کي "شوڪاز نوٽيس" ڏنو ويو. ڊاڪٽر حاجي خان ابڙو هڪ اعليٰ تعليم يافته استاد آهي، جنهن بيلجيم مان ڊاڪٽريٽ (پي ايڇ ڊي) جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. ايسوسيئيشن جي جنرل سيڪريٽري الله بخش چنو کي پڻ برطرف ڪيو ويو آهي.

ايسوسيئيشن جي عهديدارن جو ڏوهه اهو آهي ته هنن هڪ نااهل شخص کي

زرعي يونيورسٽي جو وائس چانسلر ٽيڻ تي احتجاج ڪيو. سندس ڪڌن ڪرتوتن کي نظر ۾ رکندي، بدعماليءَ کي وائڪو ڪيو.

سنڌي ۾ چوڻي آهي ته "ڏٺو يا نہ واٽيو جهلي سگهندو آهي يا ٻٽاري ميٺهن" ارشاد سومرو جيڪو زرعي کاتي ۾ 18 گريڊ جو آفيسر هئو، تنهن کي اوچتو جو 22 گريڊ جي پوسٽ ملي، تہ همراهہ ذهني توازن وڃائي ويٺو. پاڻ کي زرعي يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر سمجهڻ بدران والي وارث سمجهڻ لڳو ۽ "يونيورسٽي کي ذاتي جاگير" سمجهي من مستيون شروع ڪيون ۽ "استادن" کي پنهنجو "ڪڙمي ڪاسبي" سمجهيو.

هڪ اهڙو ماڻهو جنهن کي هڪ ڏينهن جو بہ تدريسي تجربو نہ هجي، پرائمري، سيڪنڊري اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽي ۾ ڪڏهن بہ استاد نہ رهيو هجي. انهيءَ کي هڪ اعليٰ تعليمي اداري جو سربراهہ مقرر ڪرڻ سراسر تعليم سان "مذاق" آهي.

جيڪڏهن وفاقي وزير محترم الاهي بخش سومرو کي ارشاد سومرو کي نوازڻو هئو تہ کيس اسلام آباد مان ڪا "ٻاويهين گريڊ" جي پوسٽ ڏياري ها تہ انهيءَ ۾ ارشاد سومرو جو بہ ڀلو ٿئي ها ۽ سنڌ جو بہ ڀلو ٿئي ها.

اڄ ڪلهہ زرعي يونيورسٽي جي ماحول ۾ ڪشيدگي آهي. استاد ذهني اذيت ۾ مبتلا آهن. شاگردن ۾ سخت بي چيني آهي. يونيورسٽي جو گهوٽالو 3 ڪروڙ 50 لک روپين مان ٻيٽو ٿي ويو آهي. داخلا فيون، ٽرم فين ۽ امتحاني فين ۾ ٻيڻو اضافو ڪيو ويو آهي. صوبي سنڌ جي واحد زرعي يونيورسٽي، جنهن وٽ پنهنجا فارم ۽ زرعي زمينون آهن، موجوده وائس چانسلر جي بدعنوانين ۽ عياشين ڪري شديد "مالي بحران" ۾ مبتلا آهي. ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو تہ حڪمران طبقا سنڌين جي احتجاج تي ڪن ڏيڻ لاءِ تيار ناهن.

اڄ ڪلهہ جيڪو ڪجهہ سنڌ يونيورسٽي، مهراڻ يونيورسٽي، ايل-ايم سي ڄامشورو، زرعي يونيورسٽي ۽ شاهہ لطيف يونيورسٽي ۽ سنڌ جي ڊگري ڪاليجن ۾ وهي واپري پيو، انهيءَ سڄي قوم کي تشويش ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. ائين محسوس ٿي رهيو آهي تہ ملڪ جا حڪمران چاهين ٿا تہ سنڌ جو سڄو "تعليمي نظام" مڪمل طرح سان "مفلوج" ڪيو وڃي.

اهو ئي سبب آهي جو تعليمي، علمي ۽ سماجي حلقن طرفان آواز اٿارڻ کان پوءِ بہ انهن اعليٰ تعليمي ادارن جي "اصلاح" لاءِ ڪو قدم نہ کنيو ويو آهي. اسان جا وفاقي ۽ صوبائي وزير، قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر، نوڪر شاهي جا بااثر ڪارندا، انهن اعليٰ تعليمي ادارن جي بدعنوان ۽ نااهل سربراهن جي مڪمل "پشت پناهي" ڪري رهيا آهن.

سياستدانن ۽ بااثر ماڻهن جي اها غفلت سراسر "سنڌ دشمني" آهي. جيڪڏهن

ڪنهن قوم جا تعليمي ادارا تباهه ٿي ويا، ته اها قوم هڪ ڏينهن خود بخود ختم ٿي ويندي.

سنڌ جي قومي درد رکندڙ ماڻهن کي پنهنجي ادارن کي بچائڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ گهرجي. سنڌ جي سيني استادن، اديبن ۽ دانشورن جو اهو قومي فرض آهي ته اهي بدعنوانين جي موذي مرض ۾ ورتل اعليٰ تعليمي ادارن ۽ سنڌ جي ”تعليمي سرشتي“ کي بچائڻ لاءِ ”خود غرضي، مصلحت پسندي ۽ خاموشي“ جو چار ٽوڙي عملي جدوجهد ڪن.

(خادم وطن- 9.2.93)

# غير اعلانيہ مارشل لا

رياست جي آغاز متعلق جيڪي بہ ”سياسي نظريا“ پيش ڪيا ويا آهن، انهن سيني نظرين ۾ جيڪا ”گڏيل ڳالهہ“ نظر اچي ٿي اها هي آهي تہ انسان کي ”انتشارن“ کان هر حال ۾ بچايو وڃي، قانون جي حاڪميت قائم ڪئي وڃي، قانون کان بالاتر ڪوبہ شخص ناهي، رياست جي بنيادي فرضن ۾ هر شهري جي جان، مال ۽ عزت جي حفاظت ڪرڻ آهي، شهرين کي هرحال ۾ بنيادي ضرورتون فراهم ڪرڻ آهي، جيڪڏهن ڪا رياست انهي مکيہ ”مول متن“ کي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهي ٿي تہ اها خود بخود ”فنا“ ٿي وڃي ٿي.

ڪميونزم جي باني ”ڪارل مارڪس“ رياست جي مٿئين تصور کان هٽي رياست متعلق اهو چيو آهي تہ ”رياست حڪمران طبقي جو سياسي ادارو آهي، جنهن جي ذريعي حڪمران طبقو هيٺين طبقن کي پيڙهڻ لاءِ پنهنجي طاقت استعمال ڪري ٿو.“

”فريڊرڪ اينگلز“ بہ ڪارل مارڪس جي خيالن جي پٺڀرائي ڪئي آهي، هن مطابق ”رياست استحصال ڪندڙ طبقن جو هڪ خاص هٿيار آهي.“ ”رياست بورجوا طبقي جي انتظامي ڪميٽي آهي، جيڪا انهيءَ طبقي جي مفادن جو تحفظ ڪري ٿي.“

پاڪستان جو قيام ڇو عمل ۾ آيو؟ اهو هڪ ڏکو بحث آهي، اسان رڳو اهو چئي سگهون ٿا تہ هندستان جي ڪک مان هڪ ڌار رياست جو قيام ڪرڻ جو مقصد مسلمانن جي اقتصادي بهتري هئو ۽ ”سماجي ڀلائي“ هئو.

پاڪستان جي قيام کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اهو ”نصب العين“ هر حڪومت جو زباني نعرو تہ رهيو آهي پر ”عملي طرح“ سان ان تي ڪوبہ عمل نہ ٿيو آهي. اڄ ڪلهہ اتفاق فائونڊري جو مالڪ ميان نواز شريف انهيءَ ”سماجي انصاف“ جي ڳالهہ

ڪري رهيو آهي.

ميان نواز شريف کي وزير اعظم جي ڪرسي تي ويهندي ٻن سالن کان مٿي عرصو گذري چڪو آهي، جتي ٻه ڪا لڄالت ٿئي تي يا ڪو بيگناهه ماريو ويچي ٿو، ميان نواز شريف اتي پهچي ٿو، لڄالت جي عيوض هڪ لک روپين جو چيڪ يا چند ايڪڙ زمين ڏني ويچي ٿي يا بيگناهه مارجي ويل فرد جي وارثن کي هڪ لک روپين جو چيڪ ڏنو ويچي ٿو.

پنجاب ۽ سرحد ۾ راهه هلندي بيروزگارن کي "پيلي ٽيڪسي" فراهم ڪري ٿو، سنڌ ۾ ڪچي جون زمينون الاٽ ڪري ٿو، جيڪي شايد ڪڏهن ٻه آباد نه ٿي سگهن!

ڇا جيڪو ڪجهه ميان نواز شريف ڪري رهيو آهي، انهيءَ سان عام ماڻهو جي حالت بدلجي سگهندي!؟ ٻارنهن ڪروڙ عوام مان چند سئو ماڻهن کي نوازڻ سان پاڪستان ۾ خوشحالي ايندي. چند ماڻهن جي داد رسي ڪرڻ سان "سماجي انصاف" قائم ٿي سگهندو!

هڪ طرف ٽي وي، ريڊيو ۽ اخبارن ۾ ميان صاحب جي سخاوت ۽ انصاف جا چرچا عام آهن ته ٻئي طرف ملڪ جو عام ماڻهو مهنگائي، بيروزگاري، ڌاڙي، جبر ۽ تشدد جي اڳيان بيوس لاچار آهي.

روزمره زندگيءَ جي هر شيءِ جي قيمت چڙهي رهي آهي، اٽو، گيهه، کنڊ ۽ ٻين شين جي قيمتن ۾ هر مهيني واڌ اچي رهي آهي، دوائن جون قيمتون چوٽ چڙهي ويون آهن، عام ماڻهوءَ جو جسم ۽ جان درميان رشتو برقرار رکڻ مشڪل ٿي پيو آهي.

سرڪاري آفيس ۾ رشوت کان سواءِ ڪوبه ڪم نٿو ٿئي، جيڪڏهن ڪنهن آفيس ۾ ميان نواز شريف عام شهري جو حيثيت سان هليو وڃي ته ڪيس خبر پوندي ته سندس دور ۾ رشوت جو "ريٽ" ڪيترو وڌي ويو آهي. امن امان جي حالت اها آهي جو سنڌ جي شهرن ۾ فوج جي موجودگيءَ ۾ بمن جا ڌماڪا ٿين ٿا، سخت چوڪسي هوندي به اجنبي هٿ بمن جا ڌماڪا ڪري آرام سان هليا وڃن ٿا، ڏينهن ڏني ڌاڙا لڳن ٿا، بئنڪون ڦريون وڃن ٿيون.

سنڌ ۾ فوجي آپريشن جي آڙ ۾ ڪيئن انساني عزت ۽ وقار مجروح ڪيو پيو وڃي، عام شهريءَ سان قانون نافذ ڪندڙ ادارا ڪهڙو بي رحمانه سلوڪ ڪن ٿا.

موجوده حڪومت جي دور ۾ جتي ڪارخانا، بئنڪون ۽ ٻيا ادارا "نيلام" ٿي رهيا آهن اتي "انساني عزت" به نيلام ٿي رهي آهي، عام ماڻهو جو ملڪ ۽ ان جي ادارن مان ويساهه کڄي ويو آهي.

فوج کي آئين جي آرٽيڪل 147 تحت سول حڪومت جي مدد لاءِ سنڌ ۾ گهرايو ويو آهي ته جيئن سنڌ اندر رياست جو "اقتدار اعليٰ يا حاڪميت" بحال

ٿئي. قانون جي حڪمراني قائم ٿئي، پر عملي طرح ان جي برعڪس ٿي رهيو آهي.

ڪنهن بہ شهري جون چار ديواريون محفوظ نہ رهيون آهن، ڪابہ چادر سلامت ناهي، انسانن کي ڪيڙو مڪوڙو سمجهي چيپاٽيو پيو وڃي، ائين محسوس ٿئي ٿو تہ سنڌ هڪ "مفتوح علائقو" آهي ۽ سنڌي غلام آهن.

سنڌي سياستدان جن ۾ عبدالواحد آريسر، ڊاڪٽر دودو مهيري، ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش ۽ ٻين تي عام عدالتن بدران "فيلڊ جنرل ڪورٽ مارشل" ۾ ڪيس هلائڻ جون تياريون ٿي رهيون آهن، بيگناهہ ماڻهو آڌي رات جو گهرن مان کنيا وڃن ٿا، انهنکي نامعلوم هنڌن تي ظلم ۽ تشدد جو نشانو بنايو وڃي ٿو.

فوجي آپريشن جي آڙ ۾ روز نت نوان "حڪم نامہ" جاري ڪيا وڃن ٿا، تازو حيدرآباد ۾ "برگيڊ 55" جي آفيسرن طرفان اهو "حڪم نامو" جاري ڪيو ويو آهي تہ سڀ شهري پنهنجا "لائسنس يافتہ" هٿيار پنهنجي متعلقہ ٿاڻن تي اچي فوجي حڪام کان "تصديق" ڪرائين.

اهو حڪم نامو صرف انهن لائسنس يافتہ هٿيارن لاءِ جاري ڪيو ويو آهي، جيڪي پ پ جي پئي دور ۾ جاري ڪيا ويا هئا، جن لاءِ صوبائي وزيرن، مشيرن، قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن سفارش ڪئي هئي. خاص طور تي جيڪي بہ لائسنس پ پ دور جي صوبائي وزير داخلا مخدوم رفيق الزمان جاري ڪيا هئا، اهي ڪينسل ڪيا وڃن پيا.

هڪ شهري جنهن باقاعده في ادا ڪري لائسنس ٺهرايو هجي ۽ اهو لائسنس "ڊسٽرڪٽ ميجسٽريٽ" حيدرآباد متعلقہ ٿاڻي جي تصديق کان پوءِ جاري ڪيو هجي ۽ شهري پنهنجي بچاءَ جي لاءِ بندوق يا پستول ورتو هجي، اهو لائسنس رد ڪرڻ يا هٿيار ضبط ڪرڻ سراسر زيادتي آهي، ۽ انساني حقن جي ڀڃڪڙي آهي.

ڇا سنڌ ۾ فوج دهشتگرد ۽ ڌاڙيلن کان سڀ هٿيار حاصل ڪيا آهن؟ جو هاڻ شريف شهرين کي ٿاڻن تي گهرائي انهن جي "عزت نفس" مجروح ڪئي پئي وڃي. هي ڪهڙو قانون آهي؟ هي ڪهڙو انصاف آهي؟

ڇا سنڌ جي شهرين جو اهو ڏوهہ قابل دست اندازي آهي؟ جو هن پ پ دور ۾ پنهنجي بچاءَ لاءِ قانوني طور تي لائسنس حاصل ڪري هٿيار ورتا، فوج کي ڪهڙي قانون ۽ آئين تحت اهو حق حاصل آهي جو انهن لائسنس ۽ هٿيارن جي "تصديق" ڪري يا رد ڪري؟

ڇا سنڌي اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب آهن تہ سنڌ ۾ "غير اعلانيہ مارشل لا" آهي! اهو سياستدانن کان وٺي عام شهري سان غير انساني ۽ غير قانوني سلوڪ روا رکيو وڃي پيو! ڇا ائين ڪرڻ سان "پاڪستاني رياست" مضبوط ٿيندي؟ سنڌين جي دلين ۾ پاڪستان لاءِ محبت وڌندي؟

(خادم وطن- 16.2.93)

# سياست، قومي ۽ عوامي مفاد

سياست تي تبصرو ڪندي هڪ سياسي فلسفي "مارڪ ٽوئن" هي لفظ چيا آهن تہ "هرهڪ ماڻهو سياست متعلق ڄاڻ رکي ٿو پر هرهڪ سياست کي سمجهي نٿو سگهي."

اڄ ڪلهہ اسان جي ملڪي سياست جو سٽ منجهيل آهي، ڪوبہ سياستدان انهيءَ کي سلجهائڻ لاءِ تيار ناهي، عوام حيران ۽ پريشان آهي تہ ملڪ ۾ ڇا ٿي رهيو آهي؟ لانگ مارچ، ٽرين مارچ ۽ ٽرڪ مارچ کان پوءِ محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ جو قومي اسيمبلي جي هڪ بيڪار ڪميٽي جي چيئرمين شپ قبول ڪرڻ، اوچتو ملڪ مان ٻاهر وڃڻ، آصف زرداري جي ضمانت جي رهائي، متعلق بينظير ڀٽو صاحبہ سميت ڪوبہ پ پ جو ليڊر، پ پ جو ورڪر عوام کي مطمئن نہ ڪري سگهيو آهي. هرهڪ حيران ۽ پريشان آهي تہ ڌانڌلي جي پيداوار حڪومت سان آخر ڪهڙي مجبوري تحت بينظير ڀٽو صاحبہ ناهہ ڪيو آهي؟ جنهن اسيمبلي کي محترمہ ٻن سالن کان "بوگس" سڏي رهي هئي، انهيءَ اسيمبلي جي "فارين اسٽينڊنگ ڪميٽي" جي چيئرمين شپ ڇو قبول ڪئي؟

هڪ اخباري رپورٽ مطابق لنڊن ۾ زير علاج محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ جي علاج لاءِ پاڪستاني سرڪار پندرهن هزار پائونڊ منظور ڪيا آهن، جيڪي پاڪستاني سڪي مطابق ڇهہ لک روپيہ ٿين ٿا، اها حڪومت جيڪا پ پ جي قيادت کي "دهشت گرد" سڏي رهي هئي، اها آخر ايڏي مهربان ڇو آهي؟

ٻئي طرف انهيءَ صدر غلام اسحاق سان پي ڊي اي جا ليڊر ملاقاتون ڪري رهيا آهن، جنهن آئين جي اٺين ترميم جي تلوار سان پ پ جي جمهوري حڪومت کي ڪُٺو، جنهن لاءِ موجوده قومي اسيمبلي ۾ گذريل سال صدارتي خطاب دوران بي نظير ڀٽو صاحبہ سخت موقف اختيار ڪيو هئو. "باباگو، باباگو" جهڙا لفظ استعمال ڪيا. اڄ پ پ جي ليڊرن لاءِ "بابا" ڇپر ڇانئڻ بڻيل آهي.

سياست ۾ ڪابہ ڳالهہ حرف آخر نہ هوندي آهي. "اڄ جو دشمن سڀاڻي جو دوست ٿي سگهي ٿو ۽ اڄ جو دوست سڀاڻي جو دشمن بڻجي سگهي ٿو." سياست ۾ سمجهوتا ٿيندا رهندا آهن.

جڏهن بہ ڪو پ پ جو اسيمبلي ميمبر پنهنجون وفاداريون بدلائي حڪومت جو ساٿ ڏيندو آهي يا وزارت يا مشاورت قبول ڪندو آهي تہ اهوئي راڳ آلاپيندو آهي تہ هن اهو سڀ ڪجهہ "عوام جي مفاد" ۾ قبول ڪيو آهي، يا ملڪ جي مفاد

۾ قبول ڪيو آهي.

اڄ محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ جو بہ اهوئي موقف آهي تہ هن حڪومت سان "ورڪنگ رليشنشپ" ان ڪري ناهي آهي تہ ملڪ جو جمهوري نظام مضبوط ٿئي. هن "اسٽينڊنگ" ڪميٽي جي چيئرمين شپ "ملڪ جي مفاد" ۾ قبول ڪئي آهي.

عوام جي ۽ ملڪ جي مفاد ۾ ڇا صحيح آهي؟ ڇا غلط آهي؟ اهو تہ اعليٰ تعليم يافتہ ۽ سياسي ذهن رکندڙ محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ ئي ڄاڻي سگهي ٿي. بهرحال اسان ڪيس محترم آصف زرداري جي جيل مان رهائي ۽ نياڻي آصفہ جي ڄمڻ تي دل جي گهراين سان دلي مبارڪباد پيش ڪريون ٿا.

بلاول ۽ بختاور کان پوءِ آصفہ جي ڄمڻ تي پ پ جي ليڊرن ۽ ڪارڪنن پڻ خوشي جو اظهار ڪيو آهي، آصفہ جي ڄمڻ تي هڪ ڌرتي جي ڌيءَ هڪ خط ۾ جن اندر جي اڌمن ۽ احساسن جو اظهار ڪيو آهي، اهو قابل غور آهي ۽ ارباب اقتدار طرفان انهيءَ خط تي غور ۽ فڪر ڪرڻ تمام ضروري آهي. هن پيڻ حڪومت ۽ عوام جو ڌيان هڪ اهڙي مسئلي ڏانهن ڇڪايو آهي جيڪو اسان جي ملڪ جي ڪيترن عورتن لاءِ زندگي ۽ موت جي حيثيت رکي ٿو. اهو خط هيٺين طرح آهي:-

"هن خط کان اڳ مان انساني حقن جي ڪميشن جي جسٽس دوراب پٽيل، عاصمہ جهانگير، ايس ايم ظفر، شريعت ڪورٽ، وزير اعظم ۽ بيگم ڪلثوم نواز شريف کي ڪيترا خط لکي چڪي آهيان. مان هڪ اهڙي حق جي ڳالهہ ڪري رهي آهيان جنهن جي ذڪر جي اجازت هي سماج نٿو ڏي، انهيءَ حق جي حقيقت جي ڄاڻ رکندي بہ ڪو ان حق جو ذڪر نٿو ڪري.

"مان هڪ اهڙي عورت آهيان، جنهن جو ور ورهين کان جيل ۾ قيد آهي، ڪيس عمر قيد جي سزا ملي آهي. جيڪو ڏوهہ منهنجي مڙس ڪيو هئو، ان ۾ مان شريڪ نہ هئس، پر پوءِ بہ مان انهيءَ ناڪرده ڏوهہ جي سزا ڪاٽي رهي آهيان.

"مان ڪيترن سالن کان پنهنجي "ازدواجي حق" کان محروم آهيان، جنهن جي اجازت اسان کي اسان جو رب، مذهب ۽ معاشرو بہ ڏيئي ٿو، پر اسان جو ملڪي قانون ان جي راه ۾ رڪاوٽ آهي.

"قانون اها راهہ تہ ڏسي ٿو تہ توهان طلاق وٺي سگهو ٿيون. پر ڇا اسان پنهنجي مڙس سان وفاداري جي صلي ۾ انهيءَ سزا جا قصور وار آهيون؟ اسان کي زماني جي هوس ڇي بک سان ڀريل نگاهن جو مقابلو ڪرڻو پئي ٿو. اسان کي ايڏي وڏي امتحان ۾ ڇو وڌو ويو آهي؟

"اسان پنهنجي مڙس جي اولاد کان ڇو محروم آهيون؟ اسان ان جو وارث ڇو نٿيون پيدا ڪري سگهون؟ صرف انهيءَ لاءِ تہ اسان بينظير ڀٽو نہ آهيون؟ آخر هو ڪهڙي قانون تحت هڪ نياڻيءَ جي ماءُ بني آهي؟

"اهڙي مضبوط اعصاب جي مالڪ عورت پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول ڇو نہ ڪري

سگهي؟ خدا جي نالي تي اسان جو هي فرياد اعليٰ حڪام تائين پهچايو وڃي.

"هي هڪ اهڙي ڳالهہ آهي جو جيڪڏهن اسان پنهنجي پيءُ يا ڀاءُ سان ڪريون تہ هو اسان کي قتل ڪري ڇڏين. مان انهيءَ لاءِ ڪنهن کي نٿي چوان ۽ نہ ئي پنهنجو نالو لکي رهي آهيان.

"اوهان اسان جي گونگي سچائي کي آواز جو روپ ڏيو ۽ اسان کي پنهنجو اهو جائز حق ڏياريو. انهيءَ حق ملڻ سان ڪيترين عورتون برائي کان بچي سگهن ٿيون، سوين عورتون بيگناهہ قتل ٿيڻ کان بچي سگهن ٿيون. ڪيترا گهر اجڙڻ کان بچي سگهن ٿا ۽ ڪيترن لاوارثن کي وارث ملي سگهن ٿا."

هن مظلوم ڀيڻ پنهنجي جن سچائي جي جذبن جو اظهار ڪيو آهي، انهيءَ کان ڪوبہ ذي شعور انسان انڪار نٿو ڪري سگهي.

دنيا جي سيني جمهوري ۽ مهذب ملڪن ۾ قيدين کي اهو حق حاصل آهي تہ هو هفتي ۾ هڪ ڀيرو پنهنجي گهر واري سان ملي سگهن ٿا. پاڪستان ۾ بہ سرندي وارن کي اهو حق حاصل آهي.

جيڪڏهن انهيءَ حق کي قانون جو روپ ڏنو وڃي تہ اسان جي سماج مان ڪيترين برايون ختم ٿي سگهن ٿيون. ڪيترين نياڻيون بيگناهہ قتل ٿيڻ کان بچي سگهن ٿيون.

اميد تہ پ پ ۽ آءِ جي آءِ جي قيادتون سماج جي انهيءَ مظلوم عورتن کي حق ڏيارڻ لاءِ ترت ئي ڪو مثبت قدم کڻنديون.

انساني حقن جي ڪميشن ۽ سنڌ ڊيموڪريٽڪ گروپ کي هن ڏس ۾ عملي تحريڪ جو آغاز ڪرڻ کپي.

(خادم وطن- 23.2.93)

# حڪمران ۽ انساني حق

اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي 10 ڊسمبر 1945ع تي انساني حقن جو عالمي منشور منظور ڪري، ان جو عام اعلان ڪيو. هن تاريخي ڪارنامي کان پوءِ اسيمبلي پنهنجي ميمبر ملڪن تي زور ڏنو تہ اهي بہ پنهنجي ملڪن ۾ ان جو عام اعلان ڪن ۽ هن جي ڇپائڻ جو بندوبست ڪن، ان کي ملڪ جي هر هنڌ، ڪنڊ ڪڙڇ، گهٽي گهٽي ۾ مشتهر ڪن ۽ هر هنڌ ان کي ڀتين تي لڳائين، خاص طور تي تعليمي ادارن ۾ ان کي پڙهي ٻڌائين.

انساني حقن جي عالمي منشور جي "مهاڳ" ۾ لکيل آهي: جيئن تہ هر انسان

جي ذاتي عزت، حرمت ۽ انسانن جي مساوي ۽ ناقابل انتقال حقن کي تسليم ڪرڻ دنيا ۾ آزادي، انصاف ۽ امن جو بنياد آهي.

جيئن تہ انساني حقن کان لاپرواهي ۽ انهن جي بي حرمتي اڪثر اهڙن وحشيانہ فعلن جي شڪل ۾ ظاهر ٿي آهي، جنهن سان انسانيت جي ضمير کي سخت صدمو پهتو آهي. عام انسانن جي اها بلند ترين آرزو رهي آهي، تہ اهڙي دنيا وجود ۾ اچي، جنهن ۾ سڀني انسانن کي پنهنجي ڳالهہ ڪرڻ ۽ پنهنجي نظريي ۽ عقيدي تي قائم رهڻ جي آزادي حاصل هجي ۽ اهي هر خوف کان محفوظ هجن.

انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ انساني حقن کي قانون جي عملداري ذريعي محفوظ رکيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اها انسان جي فطرت آهي تہ جڏهن ظلم ۽ جبر وڌي ويندو آهي تہ انسان مجبور ۽ عاجز ٿي "بغاوت" ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي.

انساني حقن جي تحفظ لاءِ اقوام متحده طرفان هر ميمبر ملڪ کي پابند ڪيو ويو آهي تہ اهي انساني حقن جي منشور کي پنهنجي آئين جو لازمي حصو بنائين. ڇاڪاڻ تہ آئين ملڪ جو "برتر قانون" هوندو آهي. ملڪ جو سڄو ڪاروبار انهيءَ آئين تحت هلايو ويندو آهي.

پاڪستان جي موجوده آئين ۾ بہ انهيءَ انساني حقن جي منشور کي شامل ڪيو ويو آهي. پر عملي طرح سان نہ صرف آئين پر انساني حقن جي خلاف ورزي ڪئي وڃي پيئي. جڏهن کان وٺي سنڌ ۾ فوجي آپريشن شروع ٿيو آهي. انساني حقن جي لتاڙ ۾ اضافو ٿيو آهي. تازو ڪراچي ۾ ٿيل "سارڪ لا ڪانفرنس" ۾ سنڌ جي چيف جسٽس اسلم ناصر زاهد انهيءَ ڳالهہ جو اعتراف ڪيو آهي تہ سنڌ ۾ انساني حقن جي خلاف ورزي چوٽ تي چڙهيل آهي ۽ روزانہ هن کي پنجاهہ ٽيليگرام ملن ٿا، جن ۾ اهو ڇاڻايل هوندو آهي تہ فوج ۽ پوليس ڪهڙي طرح سان شهرين سان غير انساني سلوڪ ڪري رهي آهي.

انساني حقن جي منشور ۾ اهو واضع لکيل آهي تہ هر انسان کي فڪر جي آزادي، ضمير جي آزادي ۽ مذهب جي آزاديءَ جو پورو حق آهي، هر شخص کي اظهار راءِ جي آزاديءَ جو حق حاصل آهي. ڪنهن بہ شخص کي محض حاڪم جي مرضيءَ سان گرفتار، نظر بند يا جلاوطن نہ ڪيو ويندو.

اهڙي هر شخص کي جنهن تي "فوجداري ڏوهہ" جو الزام لڳايو وڃي، جيستائين کليل عدالت ۾ ڏوهہ ثابت نہ ٿئي ۽ ان کي پنهنجي باري ۾ صفائي جو موقعو نہ ڏنو وڃي، تيستائين هن کي "بي ڏوهي" سمجهيو ويندو. ڪنهن شخص کي ڪنهن اهڙي عمل يا ڏوهہ جي بنياد تي جنهن جي ڪرڻ وقت قومي يا بين الاقوامي قانون تحت اهو قابل سزا نہ هجي، سزا نہ ڏني ويندي.

هر هڪ شخص کي يڪسان طور تي حق حاصل آهي تہ هن کي مليل حقن ۽ فرضن جو تعين يا هن جي خلاف عائد ڪيل ڏوهہ جي باري ۾ ڪيس جي

ڪارروائي آزاد ۽ غير جانبدار عدالت جي "کليل اجلاس" ۾ منصفاڻي طريقي سان ٿئي.

سنڌ ۾ فوجي آپريشن جي آڙ ۾ سنڌ جي عوامي سياسي ليڊرن ۽ ورڪرن سان جيڪو سلوڪ ڪيو پيو وڃي اهو عمل سراسر انساني حقن جي ڀڃڪڙي آهي، هڪ رپورٽ مطابق 23 سنڌي فوج جي تحويل ۾ تشدد ڪرڻ ڪري شهيد ٿي چڪا آهن. ڪيترا سنڌي نوجوان فوج جي اذيت خانن ۾ باندي بڻيل آهن. انهن کي ڏينهن رات تشدد جو نشانو بڻايو وڃي پيو.

جيڪڏهن ڪنهن سنڌي نوجوان جي وارث طرفان سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ نظربنديءَ خلاف پٽيشن داخل ڪئي وڃي ٿي ته ڪورٽ جي حڪم جي باوجود ان نوجوان کي هاءِ ڪورٽ ۾ پيش نٿو ڪيو وڃي. فوجي حڪام اهو سبب ڄاڻائين ٿا ته اهو نوجوان ملڪ دشمن ڪارروائين ۾ رڌل هئا. انهيءَ ڪري انهن تي فوجي عدالت ۾ ڪيس هلايو ويندو. هن ملڪ جي قيام کان وٺي هر انهي شخص کي "اسلام دشمن" ۽ "ملڪ دشمن" سڏيو ويو آهي، جيڪو حڪومت سان "سياسي اختلاف" رکندو هجي يا پنهنجي ڌرتيءَ جي قومي حقن جي ڳالهه ڪندو هجي.

ولي خان جڏهن حزب اختلاف ۾ هئو ته هن کي غدار ۽ "ملڪ دشمن" سمجهي جيلن ۾ وڌو ويو. بغاوت جو ڪيس هلايو ويو. عوامي نيشنل پارٽي جي موجوده سربراهه اجمل خٽڪ کي حڪومت سان اختلاف رکڻ ڪري "جلاوطن" ٿيڻو پيو، هن کي به هميشه "غدار" سڏيو ويو. اڄ ولي خان ۽ اجمل خٽڪ، ميان نواز شريف سان ڀائرن ڀيلي آهن. سندن پارٽي حڪومت ۾ شامل آهي. ولي خان جو سالو اعظم هوتي ۽ يار غار غلام محمد بلور وفاقي وزير آهن. ڇا ولي خان ۽ اجمل خٽڪ محب وطن ۽ سچا مسلمان بڻجي ويا آهن. انهن تان غداري جو لڳل "ليبل" لاٿو ويو آهي. هن ملڪ ۾ وفاداري جو پيمانو رڳو حڪمرانن سان "پيالي ياري" ٿيڻ آهي.

سنڌ جا سياسي اڳواڻ عبدالواحد آريسر، ڊاڪٽر دودو مهيري، ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش، غلام مصطفيٰ ڪورائي ۽ ٻيا جيڪڏهن واقعي ملڪ دشمن آهن! ته پوءِ انهن تي کليل عدالت ۾ ڪيس هلايو وڃي ۽ سنڌ جي عوام کي ٻڌايو وڃي ته هنن ڪهڙي "غداري" ڪئي آهي؟ باقي سياسي ڪارڪنن کي اذيت جو نشانو بڻائڻ، انهن کي قيدِ تنهائي ۾ رکڻ ۽ هاءِ ڪورٽ ۾ پيش نه ڪرڻ سراسر انساني حقن جي ڀڃڪڙي آهي.

تازو آمريڪي سرڪار طرفان پاڪستان ۾ انساني حقن جي خلاف ورزي متعلق جيڪا رپورٽ شايع ٿي آهي انهيءَ پاڪستان کي عالمي سطح تي بدنام ڪيو آهي. سياسي ليڊرن تي تشدد ڪرڻ يا انهن تي فيلڊ جنرل "ڪورٽ مارشل" ۾ ڪيس هلائڻ سان پاڪستان جي ويتر رسوائي ٿيندي.

عالمي سطح تي پاڪستان اڳ ۾ بدنام تي چڪو آهي. انساني حقن جي خلاف ورزي، اعليٰ شخصيتن جو منشيات ۾ ملوث هئڻ، ٻين ملڪن جي معاملي ۾ مداخلت ڪرڻ ڪري آمريڪي سرڪار وٽ اڳ ۾ اها تجويز زير غور آهي ته پاڪستان کي "دهشتگرد" ملڪ قرار ڏنو وڃي.

جيڪڏهن سچي ملڪ کي "دهشتگرد" قرار ڏنو ويو ته پوءِ سنڌ ۾ فوجي آپريشن ڪرڻ جو ڪهڙو "قانوني ۽ اخلاقي" جواز رهندو؟ حاڪمن کي پنهنجي مفاد بدران ملڪي مفاد کي ترجيح ڏيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته حڪومت اچڻيون ويڇيون آهن ۽ ڪاٺ جي ڪرسي ناپائيدار آهي، جيڪا ڪنهن وقت به ڪري سگهي ٿي.
(خادم وطن- 2.3.93)

# قومي سجاڳي ۽ قومي سورما

دنيا ۾ آزادي ڪان وڌيڪ ڪا نعمت ناهي. غلاميءَ ڪان وڌيڪ ڪا گار ناهي. آزادي هر فرد ۽ قوم جو ڪائناتي حق آهي. آزاديءَ جي اهميت متعلق هڪ سياسي مفڪر "مانٽيسيڪو" چيو آهي ته "آزادي ڪانسواءِ ڪوبه اهڙو لفظ ڪونهي، جنهن جون مختلف معنيٰ ڪيون ويون هجن ۽ جنهن انساني عقل ۽ ذهن تي وڌيڪ مختلف اثرات وڌا هجن."

آزادي انفرادي هجي يا قومي، ان لاءِ جدوجهد ڪرڻ عين عبادت آهي. انساني تاريخ ۾ جيترو رت آزادي لاءِ وهيو آهي، ان جو ڪاٿو نه ٿو لڳائي سگهجي. انسان ايڪويهين صديءَ ۾ داخل تي رهيو آهي. پر اڃا تائين غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙي نه سگهيو آهي. ڌرتيءَ جي گولي تي اڃا به سوين محڪوم قومون موجود آهن. جن تي سامراج جي غلاميءَ جو غلبو آهي. غلام قومون آڇپي لاءِ جدوجهد جي واٽ اختيار ڪن ٿيون. جدوجهد لاءِ مختلف رستا ۽ طريقا اختيار ڪرڻا پون ٿا. اڄ کان ڪئين سال اڳ مون جڳ مشهور ناول نگار "هيرالڊ رابنسن" جو هڪ ناول پڙهيو هو. هن ناول ۾ هڪ غلام قوم جي مجبورين ۽ جدوجهد جي عڪاسي ڪيل هئي. هن ناول جو نالو "ايڊوينچر" هو.

ناول جو مکيه ڪردار چار دوست آهن، جيڪي اعليٰ تعليم يافته آهن ۽ سياسي شعور رکندڙ آهن. هو جڏهن ڏسن ٿا ته هن جي قوم مٿان زبردستي راڄ ڪيو پيو وڃي. هن جي قوم جا مرد توڙي عورتون مجبور ۽ محڪومي جي زنجيرن ۾ مضبوط جڪڙيل آهن. گهر گهر ۾ گهاٽو آهي. وک وک تي آيا ڪاوا آهن. هو طاقتور قوم

هٿان نجات چاهين ٿا. آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ”تنظيم“ جوڙين ٿا. پر هنن وٽ وسيلا ناهن. ڇاڪاڻ تہ سندن مٿان راج ڪندڙن وٽ ”جديد هٿيار“ آهن. هو پنهنجو ديس ڇڏي ”لنڊن“ اچن ٿا. هو امير پوڙهين عورتن سان دوستي رکن ٿا. انهن وٽ ڏينهن رات گذارين ٿا. امير عورتون سندن خدمت جي صلي ۾ کين وڏي رقم ڏين ٿيون.

پوڙهين عورتن کان حاصل ڪيل رقم مان هو هٿيار خريد ڪري پنهنجي ديس ۾ وڙهندڙ ساٿين کي موڪلين ٿا. آخرڪار مسلسل ويڙهہ جي نتيجي ۾ هو ”قومي آزادي“ حاصل ڪن ٿا.

هنن آزادي ماڻڻ لاءِ غير اخلاقي راهہ اختيار ڪئي، گناهہ ڪيائون. پر سندن گناهہ ۾ پاڪيزگي هئي. ڇاڪاڻ تہ هنن اهو مقدس گناهہ پنهنجي قوم کي غلامي کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو هو.

دنيا جي انقلابن جي تاريخ جو جڏهن اسان مطالعو ڪنداسون تہ اسان کي معلوم ٿيندو تہ غلام قومن جا اڳواڻ ۽ قومي ڪارڪن آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ غير قانوني ۽ غير اخلاقي رستا بہ اختيار ڪندا آهن. ڇاڪاڻ تہ اهي ”غلط ڪم“ نيڪ مقصد لاءِ ڪندا آهن. سندن نگاهہ جو مرڪز صرف ۽ صرف ”قومي آزادي“ هوندو آهي.

غلامي کان نجات پائڻ لاءِ اهي ڌاڙا هڻندا آهن. بئنڪون ڦريندا آهن. ڌاڙن ۽ ڦرن مان حاصل ڪيل مال هو پنهنجي تنظيم وٽ جمع ڪرائيندا آهن. انهي رقم کي خرچ ڪرڻ جو اختيار صرف ۽ صرف تنظيم کي هوندو آهي. تنظيم اها رقم صرف ۽ صرف غلامي کي ختم ڪرڻ ۽ آزاديءَ کي ماڻڻ لاءِ خرچ ڪندي آهي.

پنهنجي قوم جي سرندي وارن کان حاصل ڪيل ”چندو“ بہ قومي امانت هوندو آهي. جيڪو صرف قومي مقصد لاءِ ئي خرچ ڪيو ويندو آهي. دنيا ۾ جيڪڏهن اڄ بہ اسان ”آفريڪن نيشنل ڪانگريس،“ ”فلسطين لبريشن آرگنائيزيشن“ ، ”پي ايل او“ ۽ ”آئرش ريپبلڪ آرمي“ ۽ آزادي لاءِ ويڙهہ وڙهندڙ ٻين قومي تنظيمن جي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺنداسين تہ اِهي تنظيمون صرف پنهنجي ”قومي آجپي“ کي نظر ۾ رکي جدوجهد ڪري رهيون آهن. انهن جي اڳواڻن ۽ ورڪرن جو مقصد صرف ”قومي نجات“ آهي، نہ ڪي ليڊرن جي ذاتي ملڪيت ۾ واڌارو آڻڻ!

اسان جي قوم ۾ بہ قومي ڪارڪنن جي کوٽ ناهي. جن پنهنجي سڄي حياتي قومي مقصد کي ارپي ڇڏي آهي. انهن هميشہ قومي منزل کي ذاتي مقصد مٿان ترجيح ڏني آهي. انهن وٽ پنهنجو نہ گهر آهي ۽ نہ ڪي سواريءَ لاءِ ڪا آرام ده ڪار. اهي اڄ بہ سورن جي صليب تي مصلوب آهن.

اسان وٽ اڪثريت اهڙن ”قومي سورمن“ جي آهي، جن جي آڏو قومي آزادي محض هڪ ”نعرو“ آهي. اهي ڳالهيون تہ قومي ڏکن جون ڪن ٿا. ”آزادي جي

ويڙهم" جو اعلان ڪن ٿا، پر عملي طرح قومي آزادي جي وک ۾ انهن ڪوبہ قدم نہ کنيو آهي. ويساهہ گهاتي جي ورن وڪڙن ۾ گم ٿي ويا آهن. ڪيترن قومي ڪارڪنن بئنڪن کي ڌاڙا هنيا، چندا ورتا، لکين رپيا حاصل ڪيا، پر اها رقم قومي مقصد تي خرچ ڪرڻ بدران پنهنجي غريبي دور ڪرڻ تي خرچ ڪيا. انهن اهي پيسا پنهنجي تنظيمن وٽ جمع ڪرائڻ بدران پنهنجي ذاتي اڪائونٽ ۾ جمع ڪرايا. ڪن پنهنجي مائٽن کي ڪاروبار کولي ڏنو، ڪن پنهنجي عزيزن کي سوين ايڪڙ زمين وٺي ڏني. ڪن ائيرڪنڊيشنڊ وڏيون ڪارون ورتيون ڪن پنهنجا محل جوڙايا.

ڪي قومي سورما وزير ۽ مشير ۽ ارڙهين گريڊ جا "آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي" بنجي ويا آهن. تہ ڪن پرمٽون ۽ پلاٽ وٺي سرڪاري بولي ٻولڻ شروع ڪئي آهي. انهن قومي سورمن جي پرڪارن کي ڏسي عوام جو ويساهہ گهائل ٿيو آهي. قومي ڊڪشنري مان "اعتماد ۽ اتفاق" جا لفظ غائب ٿي ويا آهن.

قوم ڏينهون ڏينهن مايوسيءَ جي ڏٻڻ ۾ ڦاسندي وڃي پيئي. آزاديءَ تان ارواح کڄي ويو آهي. غلامي کي مستقل مقدر سمجهي سنڌي عوام حيران ۽ پريشان آهي تہ ڇا اسان ڪڏهن بہ قومي آزادي نہ ماڻي سگهنداسين؟!

پر مايوسي گناهہ آهي. اميد جا ڪرڻا اڃا بہ روشن آهن. شرط صرف اهو آهي تہ اسان سجاڳ هجون، اسان پاڻ کي مرڻ نہ ڏيون، نهايت اهم محافظ "مستقل سجاڳي" يا "عوامي شعور" آهي. جيڪڏهن عوام سجاڳ يا باشعور آهي تہ ڪو ڪوڙو قومي سورمو قوم سان ويساهہ گهاتي نہ ٿو ڪري سگهي. ڪو جابر سندن آزادي نہ ٿو کسي سگهي.

"آزاديءَ جي قيمت ابدي سجاڳي آهي" آزاديءَ جو راز همت ۽ جرئت ۾ لڪل آهي. ڪاهلي، غفلت، عدم دلچسپي وارا انسان ڪڏهن بہ آزادي نہ ٿا ماڻي سگهن.

(خادم وطن– 9.3.93)

# ميان صاحب، غريب ۽ غريبي

اڄ ڪلهہ پاڪستان سرڪار جا ڪامورا ايندڙ سال جي بجيٽ ٺاهڻ ۾ رڌل آهن. اها بجيٽ ميان نواز شريف جي رهنمائي ۾ تيار ٿي رهي آهي. ميان صاحب جي خواهش آهي تہ پاڪستان کي هڪ فلاحي رياست بنايو وڃي ۽ غريبن جي قسمت بدلائي وڃي.

ميان صاحب قسمت سان ارب پتي آهي، اتفاق سان اتفاق انڊسٽريز جو مالڪ آهي، ۽ جنرل صاحبن جي قربت ڪري وزير اعظم جي منصب تي فائز آهي. ڪيس هر وقت غريبن جو اونو آهي، غريبن جي غريبي دور ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات وٽ وٺان ۾

آهي. جيڪڏهن ميان صاحب جون ساڳيون پاليسيون رهيون ته انشاء الله هن ملڪ ۾ هڪ غريب به نه رهندو.

ميان صاحب جي حڪومت ڏڪا ڪائي به سال پورا ڪيا آهن، ٽين سال ۾ پير پاتو اٿس. ميان صاحب ملڪ جي ترقيءَ لاءِ جيڪي قدم کنيا آهن، اهي في الحال ريڊيو ۽ ٽي وي تائين محدود آهن. پر رستن تي "پيلين ٽيڪسين" جو وڌندڙ تعداد ڏسي معلوم ٿئي ٿو ته واقعي اسان جو ملڪ ترقيءَ جي شاهراهه تي گامزن آهي.

گذريل سال جيڪا وفاقي بجيٽ پيش ڪئي ويئي ان ۾ 47 سيڪڙو دفاع لاءِ، 33 سيڪڙو ملڪ لاءِ ورتل قرضن جي وياج جي ادائيگي لاءِ، 15 سيڪڙو پگهارن لاءِ ۽ باقي 5 سيڪڙو ملڪ جي ترقياتي اسڪيمن لاءِ رکيو ويو. يعني تعليم، صحت، سماجي سيڪٽر، روڊن رستن ۽ ٻين شعبن جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ صرف 5 سيڪڙو رقم رکي ويئي. اها ميان صاحب کي شاباس آهي ته گهٽ ۾ گهٽ پاڪستان کي فلاحي مملڪت بنائڻ لاءِ بجيٽ ۾ 5 سيڪڙو رقم رکي، جيڪڏهن نه رکي ها ته هن کان ڪير پڇي ها! 5 سيڪڙو رقم مان جيڪا سماجي ترقي ٿي رهي آهي، انهيءَ واقعي پاڪستان کي هڪ ترقي يافتا ملڪ بنائي ڇڏيو آهي. هن ملڪ ۾ تعليم جي شرح وڌي رهي آهي. مريضن کي سرڪاري اسپتالن ۾ دوائون عام جام ملي رهيون آهن. جتي ڪنهن نياڻي جي ڄالت ٿئي ٿي، ان کي معاوضو ملي ٿو. بيروزگارن کي "پيلي ٽيڪسي" ملي ٿي. ٻي زمين هارين کي زمين ملي رهي آهي. غريبن جا ڏک درد ٻڌڻ لاءِ ميان صاحب در در وڃي رهيو آهي.

ميان صاحب جي حڪومت ڪرڻ جو انداز ڏسي ائين معلوم ٿئي ٿو ته ملڪ ۾ ڪنهن مغل بادشاهه جي حڪومت آهي. سڄو زور تاريخ ٺاهڻ تي آهي. ميان صاحب جتي به وڃي ٿو ته ٽي وي ۾ اهو ٻڌايو وڃي ٿو ته "ملڪ جي تاريخ ۾ پهريون وزيراعظم آهي، جيڪو انهيءَ هنڌ تي پهتو آهي" ميان صاحب اهو به تاريخي رڪارڊ قائم ڪيو آهي ته مٺياري جي ويجهو ڪچي ۾ مرحوم مغفور محب شيدي جي تاڪ ۾ رات گذاري، البته اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪچي ۾ هڪ رات گذارڻ تي انتظام لاءِ لکين روپيا خرچ ڪيا ويا.

ملڪ جي موجوده معيشت متعلق ميان صاحب کي ڪا به ڄاڻ ناهي. غير ملڪي اخبارون ۽ بي بي سي جا تبصرا انهي ڳالهه جي نشاندهي ڪري رهيا آهن ته هي ملڪ شاهه خرچين ڪري ڊيوالپڻي جو شڪار ٿيڻ وارو آهي. هڪ مبصر ته اهو ٻڌايو ته سرڪاري ڪامورن جون پگهارون به هاڻ زڪوات جي پيسن مان ادا ٿي رهيون آهن. يعني سڄو ملڪ خيرات، زڪواة ۽ ڍن تي هلي رهيو آهي. وفاقي توڙي صوبائي حڪومتن ۾ وزيرن، مشيرن، خصوصي معاونن جي لوڊ ۾ اضافو ٿي رهيو آهي. نوڪر شاهي به حڪمرانن جي پرڪارن کي ڏسي هٿ پير وڏيڪ هلائڻ شروع ڪيا آهن. هر آفيسر مال ميڙڻ ۾ پورو آهي. هر ڪاتي جي شاهه خرچين ۾ واڌارو ٿي رهيو آهي.

هڪ خبر مطابق وزيراعظم جي انسپيڪشن ٽيم جيڪا 20 آفيسرن سميت 140 ماڻهن تي مشتمل آهي، انهيءَ پنهنجي لاءِ 7 مستوبشي پجيرو (پنجن دروازن واري)، 7- ٽيوٽا لينڊ ڪروزر (پنجن دروازن واري)، 5- مستوبشي پجيرو (ٽن دروازن واري)، 5- ٽيوٽا لينڊ ڪروزر ( ٽن دروازن واري)، 5- ٽيوٽا هائي لڪس، ڊبل ڪيبن (ڇهن دروازن واري) گاڏين خريد ڪرڻ جو آرڊر ڏنو آهي.

پنجن دروازن واري هڪ پجيرو جي قيمت 16 لک، پنجن دروازن واري هڪ لينڊ ڪروزر جي قيمت 14 لک، ٽن دروازن واري هڪ پجيرو جي قيمت 13 لک ۽ ٽن دروازن واري هڪ لينڊ ڪروزر جي قيمت 11 لک روپيا آهي. جنهن گهٽ قيمت واري گاڏي جو آرڊر ڏنو ويو آهي، اها ٽويوٽا هائي لڪس آهي جنهن جي قيمت 6 لک 75 هزار روپيه آهي، اهڙي طرح صرف 20 آفيسرن جي سوارين تي قوم جي رت ۽ پگهر جي ڪمايل ڪمائي مان 4 ڪروڙ روپيا خرچ ڪرڻا پوندا. ياد رهي ته وزيراعظم جي انسپيڪشن ٽيم جو سربراهه ليفٽيننٽ جنرل شفيق احمد آهي.

هڪ ٻئي خبر مطابق وزيراعظم سيڪريٽريٽ جي ٻن ”وي آءِ پي“ شخصيتن لاءِ ٻه هيلي ڪاپٽر ورتا پيا وڃن. جنهن لاءِ قوم کي 24 ڪروڙ روپيا ادا ڪرڻا پوندا. خود ميان صاحب جي سواري لاءِ جديد سهوليتن سان آراسته هڪ بوئنگ جهاز ورتو ويو آهي، جنهن جي قيمت 200 ڪروڙ روپيا آهي.

موجوده حڪومت جي شاهه خرچين کي ڏسي ائين محسوس ٿئي ٿو ته هن ملڪ ۾ جمهوريت بدران ڪا بادشاهت آهي. هن ملڪ ۾ جيڪو به حڪمران ڪرسي تي ويهندو آهي، اهو ڳالهيون ته غريبن جون ڪندو آهي، غريبن جي دل رکڻ لاءِ انهن سان گڏ جهوپڙين ۾ ڪٽ تي ويهندو آهي. غريبن کي ڀاڪر پائيندو آهي، پر عملي طرح اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به حڪمران غريبن جي قسمت بدلائڻ لاءِ ڪوبه عملي قدم نه کنيو آهي.

حڪومت ۾ شامل ۽ حڪومت کان ٻاهر سياستدانن صرف ووٽ وٺڻ لاءِ ۽ پنهنجي حڪمراني کي قائم رکڻ لاءِ غريبن جون ڳالهيون ڪندا آهن. پر ذهني طرح سان اهي غريبن کان شديد نفرت ڪندا آهن. پنهنجي مقبوليت کي قائم ڪرڻ لاءِ غريبن سان هٿ ته ملائيندا آهن پر پنهنجي محل ۾ وڃي انهيءَ هٿ کي ست ڀيرا صابڻ سان ڌوئيندا آهن.

ووٽ وٺڻ مهل تڏي تي به ويهندا آهن. پراٺيون فاتحون به ڪندا آهن، پر ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ غريبن کي منهن به نه ڏيکاريندا آهن. ويچارا غريب سدائين ڌڪن ۾ هوندا آهن.

پاڪستان جي قيام کان وٺي جيڪي به حڪومتون قائم ٿيون آهن. ڪنهن به حڪومت موجوده استحصالي نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به ڪو صحيح قدم نه کنيو آهي. غربت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوبه عملي قدم نه کنيو ويو آهي. سنڌ ۾

اسيمبلين منجهہ اهي ئي خاندان موجود آهن، جيڪي 1937ع کان وٺي هلندا اچن ٿا. هرڪو وڏيرو اهو فخر سان چوندو آهي تہ "مان پنهنجي ابائي سيٽ تان ڪٿي آيو آهيان" جڻ جاگيرن ۾ بنگلن سان گڏ غريب بہ ڪين ورثي ۾ مليا هجن.

هر وڏو ماڻهو جيڪو ايئرڪنڊيشنڊ محلن ۾ رهي ٿو، ايئرڪنڊيشنڊ گاڏين ۾ گهمي ٿو، انهيءَ کي غريبن کان شديد نفرت آهي، جيڪڏهن انهيءَ جو وس پڄي تہ غريبن کي جيئري پورائي ڇڏي. ايڏي ذلت جي باوجود بہ غريب انهن ليڊرن يا پارٽين کي ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن، ۽ هر ڀيري پنهنجو قيمتي ووٽ انهن منافقن کي ڏيئي ڪامياب ڪن ٿا، جيڪي ڪڏهن بہ سندن قسمت نٿا بدلائي سگهن.

جاگيردارن، سرمائيدارن، وڏيرن جي دلچسپي غريبن سان صرف ووٽ وٺڻ جي حد تائين آهي. باقي غريبي کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ پارٽيءَ يا ليڊر وٽ پروگرام ناهي. البتہ اهڙيون حالتون پيدا ڪيون وڃن پيون، جو غريب مهنگائي، بيروزگاري ۽ فاقن وگهي هڪ ڏينهن خود بخود مري ويندا. واقعي ميان نواز شريف جو اهو خواب پورو ٿيندو تہ هڪ ڏينهن هن ملڪ ۾ هڪ غريب بہ نہ رهندو.

(خادم وطن- 16.3.93)

# ضمير جو قيدي/ حبيب جالب

ضمير جو قيدي
سنڌ جي عوامي شاعر ابراهيم منشي بلڪل سچ چيو آهي تہ:-

جهڙو ماڻهو، تهڙو ناڻو،
هرڪو پنهنجي اگهہ اگهاڻو،
جيڪو ماڻهو ڪين وڪاڻو،
سوئي ماڻهو موتي داڻو.

هن سماج ۾ هر ماڻهو جو اگهہ آهي، هر ماڻهو وڪامي ٿو. هن سماج ۾ صرف چند ماڻهو آهن، جيڪي موتي داڻا آهن. جن کي ڪير بہ نٿو خريد ڪري سگهي.

گذريل ڏينهن ۾ هڪڙو اهڙو ماڻهو مري ويو، جنهن کي ڪير بہ خريد نہ ڪري سگهيو. حالانڪہ هو بہ مجبورين ۽ خواهشن جي ڪوهہ ۾ قاتل گوشت پوشت جو انسان هو: هر حاڪم هن جي قيمت لڳائي پر ڪوبہ حڪمران هن کي خريد نہ ڪري سگهيو. ڇاڪاڻ تہ هن کي پنهنجي اصل ملهہ جي خبر هئي، هن جو ملهہ صرف ۽ صرف ماڻهن جي محبت هئي. اڄ هن جي مرتيئي تي هر اک آلي آهي.

سياسي ماڻهن جي نظر اقتدار تي هوندي آهي پر هن هميشہ اقتدار کي ذڪار

جي نظر-شان ڏنو، رياست ۾ ڪيترا سياسي ادارا هوندا آهن ۽ ماڻهو انهن ادارن جي اردگرد طواف ڪندو آهي، هن جي ويجهو صرف ٻه ادارا هئا. "هڪ دربار" ۽ ٻيو "عوام." دربار ۽ عوام جي ويڙهه ازل کان رهي آهي ۽ عوام جي آخري فتح تائين جاري رهندي.

هن هميشه دربار کان نفرت ڪئي ۽ عوام سان محبت ڪئي، ڇاڪاڻ ته هن جي نظر ۾ رياست جا اصل مالڪ عوام هيا. هن ڪنهن به حاڪم جي حق ۾ حمد و ثنا پيش نه ڪئي پر عوام جي حق ۾ انمول گيت ڳايا.

هن جي شاعري جو مرڪز ماڻهن جا ڏک سور هئا. جيڪي اڄ به وک وک تي وکريل آهن. ماڻهن جي ڏکن سورن جي ڳالهه ڪرڻ سان هو صرف شاعري جي حد تائين "ڪميٽيڊ" نه هو پر عملي طرح عوام جي خاطر هن قيد و بند جون صعوبتون پڻ برداشت ڪيون. هن جي قول و فعل ۾ يڪسانيت هئي. هن جي ڇهري تي منافقي جو ماسڪ چڙهيل نه هئو.

هن هر حڪمران کي چيلنج ڪيو، جنهن عوام کي چيپاڻ جي ڳالهه ڪئي. هن انهن عوامي طاقت جي سهاري آيل حڪمرانن کي به تنقيد جو نشانو بنايو. جن ڌرتي تي خدا بنجڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪي هميشه غريبن جي ڳالهه ڪندا رهيا، پر عملي طرح انهن غريبن لاءِ ڪجهه به نه ڪيو.

هن پنهنجي انقلابي شاعري جي عيوض سرڪاري کان ڪا به سٺي ڪرسي نه ورتي ۽ نه ئي پنهنجي فن و فڪر جو ڪو معاوضو ورتو. هن جو قلم قومي امانت هئو. هن ڌرتي تي اهڙا ٿورا ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي نظريي ۽ مقصد سان جنون جي حد تائين پيار ڪندا آهن.

هن سموري حياتي عوام سان نيهن نڀايو، اهڙا ماڻهو مرنا ناهن، رهندڙ دنيا تائين هو عوام جي دلين تي راڄ ڪندا آهن. هو سراپا سچ هئو، سچ سان ياري نڀائيندي هن پوري حياتيءَ سورن ۾ گذاري، هن جو به خاندان هو، اڻ پورييون خواهشون هيون، هو جيڪڏهن چاهي ها ته حڪمرانن سان "ڪمپروමائزڊ" ڪري پنهنجي باقي حياتي سک سان گذاري ها. سندس ٻچا عاليشان بنگلي ۾ رهن ها. پر هن جي رهڻ جو مرڪز عوام جي "دل" هو، جتي هو تاقيامت رهندو.

جيڪي ماڻهو عوام جي ڳالهه ڪن ٿا، سي سدائين امر رهن ٿا. تاريخ هميشه اهڙن ماڻهن کي ياد رکندي آهي. اسان جي سامهون ماضي جي سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙو جو مثال سامهون آهي، هو وقت جو حاڪم هئو. هن وٽ ڪنهن به شيءِ جي ڪمي ڪانه هئي. پر هن جي عوام دشمن پاليسين ڪري تاريخ ۾ هن کي چڱن لفظن سان ياد نٿو ڪيو وڃي.

انهيءَ دور ۾ اسان جو لاڪيٽو لال به هئو، جنهن عوام جي سورن کي ابدي شاعري جو روپ ڏنو، يعني پنهنجي دور جو هڪ فقير هئو. هن فقير سموري حياتي عوام جي ڏکن سورن جي ڳالهه ڪئي. پنهنجي انهيءَ عمل ڪري هو سداحيات بنجي ويو، اڄ به روزانو سوين انساني سر عقيدت ۽ محبت سان هن جي مرقد تي

جهڪن ٿا. هن کي جهر جهنگ جبل ياد ڪيو ويجي ٿو. پر حاڪم وقت ميان نور محمد ڪلهوڙي جي مزار تي ڪو سڪل گل چاڙهڻ وارو به ڪونهي، ماڻهن کي اها چاڻ به ناهي ته هن جي مزار ڪٿي آهي؟

حبيب جالب به انهن ماڻهن مان هئو، جن سدائين عوام جي سورن ڏکن جي ڳالهه ڪئي. هو سڄي ملڪ جي مظلوم مسڪين ۽ محنت ڪش ماڻهن جي ڳڏيل ميراث هئو.

هو گوشت پوشت جو انسان هئو، هن جو گهر هئو، خاندان هئو پر هن سڄي ملڪ کي پنهنجو گهر سمجهيو، سڄي ملڪ جي مظلوم ماڻهن کي پنهنجو خاندان سمجهيو، مظلوم ماڻهن جي ڳالهه ڪرڻ ڪري هن کان نه ايوب خان خوش رهيو ۽ نه ٿي عوامي رهنما ٿيو. ضياءَ جي ڪاري دور ۾ هو عوام جي حقن لاءِ وڙهندي وڙهندي ڪيترا ڀيرا جيلن ۾ ويو. هن کي ڪيترين لالچون ڏنيون ويون پر هن پنهنجي نظريي ۽ مقصد کان منهن نه موڙيو.

منهنجي نظر ۾ هر انسان پنهنجي ضمير جي عدالت جو قيدي آهي. جيڪڏهن پنهنجي ضمير کي منصف بنائي پنهنجو هر عمل ان تابع بنائي ڇڏي ته ڪڏهن به ڀٽڪي نٿو سگهي. ڪنهن به آمر اڳيان نٿو جهڪي سگهي.

حبيب جالب به ضمير جو قيدي هئو. پنهنجي ضمير آڏو جوابده محسوس ڪندي هن ڪنهن به حڪمران کي گاهه نه وڌو، هن کي خبر هئي ته حڪمرانن هن کان حياتي ته کسي سگهن ٿا پر عوام کان هن کي هميشه لاءِ جدا نٿا ڪري سگهن.

هن کي اها چاڻ هئي ته انساني زندگي تمام مختصر آهي. هڪ ڏينهن مٽيءَ کي مٽيءَ ۾ ملڻو آهي. ان ڪري اهو ڪم ڪري وڃجي جيڪو هن کي هميشه لاءِ عوام جي دلين ۾ عوام جي محبت جو يادگار تاج محل بنائي ڇڏي.

حبيب جالب سموري حياتي عوام جي پيار جي پيچري تي هلندو رهيو. ڪنهن به وک تي عوام کان پري نه ٿيو، سندس ياد، رهندڙ دنيا تائين مظلوم ماڻهن جي دلين ۾ حق ۽ سچ جي مشعل بنجي ٻرندي رهندي.

(خادم وطن- 24.3.93)

# ادب - اديب ۽ ادبي بورڊ

هڪ پراڻي چوڻي آهي ته يا ربا! تون حفظ امان ۾ رکجانءِ. "ظالم جي ظلم کان ۽ حاڪم جي حڪم کان." گذريل ڏينهن ۾ سنڌ جي حاڪم اعليٰ طرفان حڪم صادر ٿيو ته هو سنڌي اديبن سان ملڻ گهري ٿو خاص طور تي سنڌي ادبي بورڊ جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ، ادبي بورڊ بچايو ڪميٽي جي ميمبرن سان صلاح و مشورو ڪرڻ گهري ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ جي مسئلي تي جڏهن ڪميٽي جوڙي وئي، قابل احترام

سائڻ نورالهدي شاهه هن ڪميٽي ۾ منهنجو نالو شامل ڪرايو، حالانڪه مونکي ادب جي "الف" جي به خبر ناهي، في الحال مڪمل طور تي بي ادب آهيان. وڏي وزير سيد مظفر حسين شاهه سان پهرين ملاقات سرڪٽ هائوس حيدرآباد ۾ ٿي. مرشد سڳوري خيريت سائين ابراهيم جويو صاحب کان پڇي ۽ روايتي سيدپٽي جو مظاهرو ڪندي، سائڻ نورالهدي شاهه کان حال احوال پڇيو. ڪميٽي پاران جيڪو ميمورينڊم ڏنو ويو، اهو سيڪريٽري تعليم رسول بخش بلوچ کي ڏنو، شنوائي ملي ۽ تاريخ مقرر نه ٿي. هن ملاقات جي خاص ڳالهه اها هئي ته سنڌي ادبي بورڊ جي قائم مقام سيڪريٽري طرفان هڪ "محبت نامو" طارق عالم ابڙو کي ڏنو ويو هئو.
هن محبت نامي ۾ مرشد سائين طارق عالم ابڙو کان اهو پڇيو هو ته "توهان ٿلتي ضلع دادو ۾ وزير اعظم پاڪستان طرفان 16 ايڪڙ ڪچي جي زمين ورهائڻ جي تقريب ۾ ڇو ويا هئا؟ ڇا توهان سڳهڙ آهيو، جو وزير اعظم کي ڪوهياري ڀڏائڻ ويا هئو؟ يا هاري آهيو جو 16 ايڪڙ زمين وٺڻ ويا هئو؟"
وزير اعليٰ سنڌ اهو "محبت نامو" پڙهڻ کان پوءِ مرڪي اهو جواب ڏنو ته "هن کي به اهڙو ليٽر مليو آهي ته هو وزير اعظم جي ڪچهري ۾ ڇو ويو هئو؟" شايد ڪيس اهڙو خط ايوان صدر اسلام آباد مان مليو هئو. ڇاڪاڻ ته اڄ ڪلهه آهڙا "پريم پتر" محترم صدر طرفان وزير اعظم جي حمايتن کي موڪليا وڃن پيا. ايوان صدر طرفان سياستدانن، ڪامورن ڪڙن کي خط يا فورن رستي اها هدايت ڪئي وڃي ٿي ته وزير اعظم جي مجلسن ۾ شريڪ ٿيڻ کان پاسو ڪيو.
وزير اعليٰ هائوس ڪراچي جي ڪڏجاڻي ۾ شاه صاحب بلڪل موڊ ۾ هئو. پنهنجي اندر جو احوال بغير ڪنهن حجاب جي کولي ٻڌايو. وفد کي يقين ڏياريو ته ترت ئي ادبي بورڊ جو مسئلو حل ڪيو ويندو.
مرشد سڳوري جي ملاقات کي ڪافي ڏينهن گذري ويا آهن. اڃا تائين ادبي بورڊ ۾ نه چيئرمين مقرر ڪيو ويو ۽ نه ئي سيڪريٽري کي مقرر ڪرڻ جا ڪي حڪم صادر ڪيا ويا آهن. ائين محسوس ٿي رهيو آهي ته ادبي بورڊ جو مسئلو شايد ڪشمير ۽ بوسينا کان به وڌيڪ سنگين آهي!
سائين مظفر شاه في الحال سنڌ ۾ ٿيندڙ ضمني چونڊن ۾ مصروف ٿي ويو آهي، جيڪي سنڌ هاءِ ڪورٽ جي حڪم تي مئي 1993ع ۾ ٿي رهيون آهن، سنڌ هاءِ ڪورٽ جي حڪم سنڌ سرڪار کي ڏچي ۾ وجهي ڇڏيو آهي.
شاهه صاحب جو پير پٽ تي ناهي، ڇاڪاڻ ته سندس نوڪريءَ جو دارومدار انهن ضمني چونڊن تي آهي. سائين جي "ايڊهاڪ" نوڪري تڏهن مستقل ٿي سگهي ٿي، جڏهن سائين هنن چونڊن ۾ ڪو ڪرشمو ڏيکاريندو.
سائين کي هن ڏس ۾ به مشورا ڏيئي سگهجن ٿا. هڪ ته سنڌ جي سابق وزير اعليٰ سنڌ جي قبر تي وڃي "چلو" ڪڍڻو پوندو، هن کي انهن ڳرن جي بشارت وٺڻي پوندي جيڪي مرحوم مغفور گذريل عام چونڊن ۽ ضمني چونڊن ۾ ڏيکاريا هئا، يا ايوان صدر کان مفيد مشورا وٺڻا پوندا. شاه صاحب کي جيڪڏهن

جنرل ڪرامت حسين جيِ رفاقت نصيب ٿي وڃي تہ ٻيڙا پار ٿي سگهن ٿا.

مرحوم جنرل ضياءَ ۽ سندس جانشين پاڪستاني سياست ۾ جيڪي ٻہ شيون متعارف ڪرايون آهن، سي ساراهہ جوڳيون آهن. هڪ ”ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي“ ۽ ٻيو ”ڪمپيوٽرائزڊ اليڪشن“. جيڪڏهن ڪابہ چونڊ ڪنٽي آهي تہ ايوان صدر جون خدمتون هر حال ۾ ورتيون وڃن تہ شاهہ صاحب لاءِ بهتر ٿيندو. تجربو آخر تجربو آهي. ”پوڙهو آٺ ٻہ ڪنواٺ لهي“

سنڌي ادبي بورڊ جو مسئلو ڪڏهن حل ٿيندو؟ في الحال چوندن تائين صبر ڪرڻو پوندو. هونئن بہ سرڪار کي سنڌ جي علمي ادبي ادارن جي سڌاري سان ڪابہ دلچسپي ناهي. سنڌ جي يونيورسٽين، ادبي ادارن ۽ تعليمي ادارن ۾ اهڙا سربراهہ چاڙهي واڻي رکيا ويا آهن تہ اهي ادارا مڪمل طور تي تباهہ ٿي وڃن. ادبي بورڊ بچايو ڪميٽي انهيءَ لاءِ جوڙي وئي هئي تہ هن اهم علمي ادبي ثقافتي اداري کي بچايو وڃي. ڪميٽي جي ميمبرن جي مخدوم صاحبن يا ٻين سان ڪابہ زمين جي ڏنگ تي ويڙهہ نہ هئي ۽ نہ ئي ٻن ڪرسين کي حاصل ڪرڻو هئو.

ڪافي ڏينهن کان سڄاڻ دوست ڪميٽي تي تنقيد ڪندا رهيا آهن. پر اسان جو ضمير مطمئن آهي ۽ هٿ صاف آهن. ڪميٽي جي سٽ ۾ ڪوبہ اهڙو اديب شامل ناهي، جيڪو ادبي بورڊ جي چيئرمين يا سيڪريٽري جي ڪرسي جو خواهشمند هجي.

ڪميٽي ۾ بين الاقوامي انقلابي اڌول انسان تہ ئي سهي پر پنهنجي ڌرتي جي ڌوڙ کي سرمو سمجهي پائيندڙ ضرور آهن. پرائي پيگ پيالي جا پياڪ نہ ئي سهي پر پنهنجي غريبائي لسي جا هيراڪ ضرور آهن.

ادبي بورڊ بچايو ڪميٽي ۾ شامل ميمبرن مان ڪنهن کي بہ پيجارو جي سواريءَ جو شوق ناهي ۽ نہ ئي سرڪاري فنڊ جي آڌار تي ادبي بورڊ کي ”اوتارو“ بنائڻ آهي.

هن ڪميٽي ۾ ڪوبہ اهڙو ليکڪ ناهي، جيڪو فرمائشي ادب تخليق ڪندو هجي يا ڪنهن سياسي وڏيري جو قلمي ڪمدار هجي، يا جيڪو پنهنجو حسرتن ۽ ناڪامين جو ٻلاند قوم ۾ مايوسي ۽ ويڳاڻپ پکيڙي پاريندو هجي يا قلم کي پنهنجي گريڊ لاءِ ڪيش ڪرائيندڙ هجي. پرڏيهي ڪتابن جا نالا لکڻ يا پرڏيهي فلسفين جي حوالن ڏيڻ سان ڪوبہ ماڻهو عالم ۽ فاضل نٿو بڻجي سگهي، پاڻ کي عقلمند ۽ ڏاهو سمجهڻ ۽ ٻين کي پاڳل ۽ بيوقوفي جا خطاب ڏيڻ وارو خود پاڳل هوندو آهي. اديب ٿيڻ لاءِ ڪتاب پڙهڻ سان گڏ قلب جو ڪڙهڻ ضروري آهي. ڪميٽي جو ڪالهہ بہ اهو موقف هئو ۽ اهوَاج بہ موقف آهي تہ پنهنجا علمي ادبي ادارا بچايو، علمي ادبي ادارن کي بچائڻ سان ئي سنڌي قوم جي وجود کي بچائي سگهجي ٿو.

(خادم وطن۔ 30.3.93)

# هڪ نئون غدار!

سنڌ ۾ تمام وڏي نالي وارا جاگيردار ٿي گذريا آهن. هي جاگيردار هر دور ۾ ڌيهي توڙي پرڏيهي حڪمرانن جا پڌا پانها ٿي رهيا آهن. سندن سر اقتدار جي چوکٽ تي هميشه نميل رهيو آهي. هي جاگيردار انسان جي ڪل ۾ سفاڪ بگهڙ آهن، جن انسانن کي چيريو ۽ ڦاڙيو آهي. سندن ڀيٽ ۾ ڏند انسان جي رت سان رڱيل آهن.

هي جاگيردار پنهنجن جا غدار ڌارين سان هميشه وفادار ٿي رهيا آهن. ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ وارن سان محبت ڪرڻ هنن سکيو ئي ناهي. سنڌ ۾ سنڌين کي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ مستقل طور تي جڪڙي رکڻ ۾ هنن جو وڏو هٿ رهيو آهي.

ڌارين جي دلالي ڪرڻ ۽ پنهنجن تي ويل وهائڻ سندن مستقل ڪرت آهي. هي پنهنجي غرض جا گولا آهن. هي پنهنجن جو ماس کائيندڙ ڳجهون آهن.

هر اهو وڏو ماڻهو، جن کي جاگيرون عطا ٿيون، "هز هائينيس"، "خانبهادر" ۽ "سر" جا خطاب مليا، سي حاڪمن جا پڇ لٽڪائو هئا. وطن جا ويري هئا. انهن جو نسل اڄ به باقي آهي.

حڪومت، قومي اسيمبلي، سينيٽ ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ اهي سالن کان "قبضيدار" آهن. انهن کان قبضو ڇڏائڻ لاءِ ڪنهن خوني انقلاب جي ضرورت آهي!

ڄام ڪانيو خان به سنڌ جو هڪ جاگيردار گهراڻي جو فرد هو. پرڏيهي آقا جيڪي ست سمنڊ پار کان آيل هئا، تن جو وفادار هو. پراڻي پورهئي تي پلجندڙ هن جاگيردار وٽ نه زمين جي ڪمي هئي نه ئي پيسي جي. آساني سان هٿ ايندڙ پيسو اڏائڻ هن جي ڏائي هٿ جو کيل هو. وڏڙا ڳالهه ڪن ٿا ته جڏهن به ڪنهن مزار يا ميلي ملاکڙي تي ويندو هو ته پاڻ سان گڏ چاندي جي روپين جا ٿالهه پراڻي کڻي ويندو هو. روپين جو مٺيون پيري ضرورتمندن ۾ ورهائيندو هو.

گذريل دور ۾ جاگيردار پنهنجي هاڪ ڪڍائڻ لاءِ اهڙيون حرڪتون ڪندا هئا. اڄ جي دور ۾ غريبن، مسڪينن ۽ محتاجن جون ڊگهيون قطارون لڳرائي سيٺ، صنعتڪار ۽ سرمائيدار انساني عزت نفس جي پائمالي ائين ڪندا آهن. هن عمل سان هڪ طرف ته سندن انا جي تسڪين ٿيندي آهي. ته هو پين کان برتر آهن، بااختيار آهن ۽ هزارين انسان سندن محتاج آهن. انسانن جي ٽنگيل هٿن کي ڏسي سندن روح کي راحت ملندي آهي. ٻئي طرف سندن نيڪ نامي وڌندي آهي. ڦرمار جو پيسو جائزو ٿي ويندو آهي ۽ ٽئي طرف انڪم ٽيڪس بچايو ويندو آهي.

ڄام ڪانيو جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس گاديءَ تي ڄام صادق علي ويٺو.

جيڪو هڪ شاطر ذهين ۽ عياش انسان هو. هو بديشي آقائن بدران ديسي حاڪمن جو نمڪ خوار هو. حڪمرانن جي حقي جي ٽوپي ٽانڊو پرڻ سندس محبوب مشغلو هو. هن به پنهنجي پيءُ وانگر نالو ڪيرايو. دعوتن شراب ۽ شباب تي پنهنجي هٿن سان مال لٽائيندو رهيو. سندس ڪڌن ڪرتوتن ڪري جاگير جو انچ انچ سرڪار وٽ گروي ٿي ويو. پنهنجي بداعماليِن ڪري هو هر دؤر ۾ حڪمرانن جي گلم جو توپچي بنجي رهيو.

آمر ايوب جي دؤر ۾ هو پارليامانِي سيڪريٽري بنيو. بعد ۾ جڏهن اڌ پاڪستان جو شهيد ذوالفقار علي ڀٽو سربراهه بنيو ته هو سنڌ حڪومت ۾ وزير بنيو. هن ڪي سٽيو ڪاڏو ڏنو ويو ته جيئن وقت جي حاڪمن جي رسائي بهتر نموني سان ڪري سگهي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۾ جيڪي انساني ڪمزوريون هيون، ان جو جام صادق خوب فائدو ورتو. شهيد ڀٽو به جام صادق مٿان هميشه مهربان رهيو. جام صادق ۾ هڪ وڏي خوبي اها هئي ته پنهنجي وڏي ۾ وڏي مخالف کي هر حال ۾ راضي ڪري وٺندو هو. پنهنجي جتي لاهي وات ۾ وجهڻ، پانهون پڌڻ، ڳراٽڙيون پائڻ، پيرن تي هٿ رکڻ، پيرن، مخدومن اڳيان ليٽڙاٽيون پائڻ، لطيفا ٻڌائڻ، اوچنگارون ڏيئي روئڻ، اهي اهڙا هنر هئا، جن ۾ جام صادق عليٰ يگانو هو.

هو سياسي فلسفي "ميڪاولي" جي انهي مقولي تي مڪمل ويساهه رکندڙ هئو ته "پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪو به رستو اختيار ڪيو وڃي سو ضرور ڪجي."

شهيد ڀٽو جي دؤر ۾ هن جي سرڪاري رهائش گاهه جيڪا هل پارڪ جي نزديڪ هئي. جاگيردارن، وڏيرن جي عياشين جو مرڪز بنيل رهي. فلمي دنيا جون مشهور اداڪارائون ۽ نيپيئر روڊ ڪراچي جون ناچڻيون هن جي آستاني تي روزانو حاضريون ڀريندڙيون هيون. رات گذارڻ کان پوءِ سندن پرس ۾ هڪ طرف ڳاڙها ساوا نوٽ هوندا هئا ته ٻئي طرف ڪراچي جي ڪنهن سٺي علائقي جي "پلاٽ" جو اجازت نامو هوندو هو.

جام صادق پنهنجي هٿن سان ڪراچي، جا پلاٽ ڏنا. پر پلاٽ حاصل ڪندڙن ۾ اڪثريت انساني گوشت جي واپارين جي هئي.

انهن ڏينهن ۾ وزيراعليٰ هائوس ۾ هڪ گڏجاڻي ۾ ڀٽو شهيد جام صادق جي درياءُ دليءَ کي ڏسي کيس ٽوڪيندي چيو، "جام صاحب! سڄي ڪراچي وڪڻي ڇڏجان، مان کي ڪو اعتراض نه رهندو. پر پيلي اهو خيال ڪجان ته مٿان قائداعظم جو مزار به نه وڪڻي ڇڏين!" جيڪڏهن شهيد ڀٽو کيس نه ٽوڪي ها ته شايد سوين ايڪڙن تي پکڙيل "باباءِ قوم" جو آخري مرقد به جام صادق هٿان نيلام ٿي وڃي ها.

ڄام صادق شهيد ڀٽو سان وفاداري نڀائيندي بيگناهه حُرن ڪي پوليس هٿان شهيد ڪرايو. نتيجي طور تي جڏهن ڀٽو جي اقتدار جو خاتمو آيو. ڄام صادق پنهنجي مربيَ جنرل صاحب جي صلاح سان لنڊن ڀڄي ويو. جنرل جهانزيب ارباب جون ڄام صادق جيڪي خدمتون ڪيون هيون، ڄام جو آرام سان ملڪ مان نڪري وڃڻ ان جو انعام هو.

لنڊن ۾ به هن پنهنجون عادتون نہ مٽايون. سچائيءَ ۾ به شراب شباب جون محفلون سجبيون رهيون. هن وٽ پرائي ڏيهه ۾ ڌن دولت جي ڪا کوٽ نہ رهي.

1988ع ۾ جڏهن پ پ کي لولو لنگڙو اقتدار مليو تہ قبلام سائين! قائم علي شاهہ سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو. قائم علي شاهہ هڪ شريف انسان ضرور آهي. پر هن وٽ قوت فيصلي جي ڪمي آهي. شاهہ جي مسڪيني ۽ معذوري ڪي ڏسي ڀٽو خاندان کيس هٽائڻ جو فيصلو ڪيو. مخدوم خاندان جي اها ڪوشش رهي تہ ڄام صادق کي سنڌ جو وزيراعليٰ بنايو وڃي. ڏاڍي ڌوم ڌام سان ڄام صادق کي لنڊن مان گهرايو ويو. سنڌس شاندار استقبال ڪرايو ويو.

ڀٽو خاندان ڄام صادق جي سيني خوبين، خرابين کان واقف هئو. ان ڪري ڄام صادق کي سنڌ جي وزارت اعليٰ بدران، وفاق ۾ مشاورت جي ڪرسي عطا ڪئي وئي. ڄام صادق هڪ زخمي نانگ وانگر ڦٽڪندو رهيو. جڏهن زخم ڀريا، پ پ جي جمهوري ۽ چونڊيل حڪومت کي ايوانِ صدر ۾ ويٺل "جهوني جوڳي" چلتو ڪيو تہ ڄام سنڌ جي اقتدار تي قبضو ڪري ويٺو ۽ سڄي سنڌ ۾ هن جو زهر پکڙجي ويو.

ڄام صادق سنڌ جو بي تاج بادشاهہ هو. جڻ سنڌ ڄام ڪانيو خان جي جاگير هئي. وزيراعليٰ هائوس عشرت ڪده بڻجي ويو. طبلن ۽ گهنگهرن جا آواز اچڻ لڳا. راتيون روشن تي ويون. ڀڪريون ڪسڻ لڳيون. ڪچريون نچڻ لڳيون. ڪرپٽ ڪامورن جا ڄاوا تي ويا. عزت، شرافت، انسانيت ۽ اخلاقي قدر سنڌ مان هجرت ڪري هليا ويا. نياڻين جون عزتون قانون جي پاڇولي ۾ لٽجڻ لڳيون. جوان ڳڀرو نوجوانن جا جسم سنگينن سان چيريا ويا. سڄي سنڌ کي اذيت گاهن ۾ تبديل ڪيو ويو.

پ پ جي انتقام جي آگ ۾ ڄام سڀ ليڪا لنگهي ويو. سنڌ ۽ سنڌين جي عزت جيڪا ڄام جي دور ۾ پائمال تي سا شايد عربن، ارغونن، ترخانن، مغلن ۽ انگريزن جي دور ۾ نہ تي هوندي!

ڄام صادق انهن غدارن جي نسلن مان هو. جنهن مان قاضي قاضن، چنيسر، نائون مل، کهڙو ۽ راشدي پيدا ٿيا هئا. پنهنجي عزت جي رسوائي جو پلاند سنڌي جيئري تہ نہ وٺي سگهيا. پر ڪجهہ غيرتمند سنڌي سپوتن سندس قبر کي بم سان اڏائي اهو درس ڏنو تہ قومي غدارن کان پلاند هيئن بہ ورتو ويندو آهي.

(خادم وطن- 10.4.93)

# عيد، وڏيرو ۽ استاد

هر عيد مسلمانن لاءِ حسرتن ۽ مسرتن جا سينها آڻيندي آهي. هر ماڻهو پنهنجي وسيلن آهر سڳورو ڏينهن ملهائيندو آهي. دوست، دشمن، پنهنجن پراون کي پنهنجي ڳلي لڳائيندو آهي.

هيلوڪي رمضان جي عيد هڪ غريب استاد جي گهر ۾ ماتم بڻجي آئي. هونئن به استادن جي گهر ۾ فاقن ڪري سدائين روزا هوندا آهن. محدود پگهار مان تن وقتن جي ماني ماڻڻ ۽ پنهنجي عيال جي ٻارن جا انگ ڍڪڻ هن لاءِ پهاڙ ڪٽڻ جي برابر هوندو آهي.

پيغمبري پيشو سڏائيندڙ هن ذهني پورهيت جي زندگي ڪيئن گذري ٿي؟ اهو هڪ ڏکيو سوال آهي جنهن جو جواب ڪنهن به حڪومت وٽ ناهي!

دولت پور جو هڪ استاد گل محمد سومرو جيڪو مقامي اسڪول ۾ استاد آهي. جسم ۽ جان جي رشتي کي برقرار رکڻ لاءِ ذهني پورهئي سان گڏوگڏ جسماني پورهيو ڪري پيٽ پاري ٿو. هن اڄ ڏينهن تائين ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيو آهي.

هيلوڪي عيد هن مسڪين محنت ڪش کي جيئري ماري ڇڏيو. خوشيءَ جي ڏينهن هن جي گهر مان ٿهڪن بدران سڏڪن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. هن کي ڪهڙي خبر هئي ته اچوڪو خوشين جو ڏهاڙو هن لاءِ ماتم جو ڏينهن بڻجي ويندو. جيئن ڪڪڙ ٻانگ ڏني، پرهه ڦٽي، سج آسمان جي پردن مان نڪري نروار ٿيو. معصوم ٻار جاڳيا. اڄ عيد جو ڏينهن هئو. معصوم ياسمين ماءُ کي ڳراٽڙي پائيندي چيو، "امان! مان اڄ نئون وڳو پائيندس ۽ نيون چوڙيون پائيندس." فرشته سيرت ماءُ معصوم ياسمين کي تيار ڪيو. شايد قدرت کي اهو منظور نه هو ته اچوڪي ڏينهن هن غريب خاندان جي معصوم نياڻي جي هنج ۾ خوشين جا گل پون.

ياسمين ڪلندي ڪڏندي گهر کان ٻاهر نڪتي، هن جي جسم تي نئون وڳو هئو، ٻانهن ۾ شيشي جون چوڙيون هيون، اٺن سالن جي معصوم ٻار ٻانهن لوڏيندي ٻاهر نڪتي، هو پنهنجي همعمر ساهيڙين سان ملڻ لاءِ آتي هئي، هو ڪين پنهنجو نئون وڳو ۽ چوڙيون ڏيکارڻ وچي رهي هئي ته واٽ تي انسان نما مروئن جي ور چڙهي وئي، جن هن کي چيري ڦاڙي ماري ڇڏيو. هن جي بي جان جسم جي ذري ذري تي وحشين جا نشان هئا.

وحشي درندن واردات کي لڪائڻ لاءِ معصوم ياسمين جو گهايل بي جان لاش

پرائي اڳڻ ۾ اچلي ڇڏيو. جڏهن اها منحوس خبر معصوم جي گهر پهتي، سڄو گهر ماتم ڪده بنجي ويو. ماءُ جون رڙيون اپ کي چيرڻ لڳيون، پيءُ جون اکيون پٿر بنجي ويون. استاد گل محمد آسمان ڏي ڏٺو، جيڪو هميشہ جيان خاموش هئو. هن کي پڌايو ويو تہ هن جي معصوم نياڻي جي بي حرمتي ڪري ڪيس اذيتون ڏئي ماريو ويو آهي، هو هوش وڃائي ويٺو. هي ڇا ٿي ويو؟ عيد جو ڏينهن تہ خوشين جو ڏينهن هوندو آهي، هن جي خوشين جي گلشن ۾ ڪهڙي ويري آگ لڳائي؟ حالانڪہ هن جي ڪنهن سان بہ دشمني ناهي، هن ڪنهن بہ بني بشر کي اڄ ڏينهن تائين ستايو ناهي. هو ٿاڻي تي ويو تہ هن سان انصاف ٿئي، قانون جي محافظن هن کي آٿت ڏني، هن کي يقين ڏياريو تہ هن سان انصاف ٿيندو. سڄو ڏينهن استاد کي ٿاڻي تي ويهارو ويو. پويان قانوني ڪارروائي ٿيندي رهي.

وحشت جي واردات کي لئي متي ڪرڻ لاءِ ڳجها هٿ سرگرم ٿي ويا. انهن جي هٿن تي دستانا پاتل هئا. جن تي نہ ڇاڻ ڪيترن بي گناهن جا داغ آهن. سڄي دولت پور جي ماڻهن کي خبر هئي تہ هي قهر ڪنهن ڪيو آهي؟ خوف ۽ ڊپ ڪان ڪنهن زبان نہ کولي، ڇاڪاڻ تہ هن واردات ۾ مقامي سلطنت جي سربراهہ جو هڪ عزيز ملوث هئو. سنڌ جو اصل ويري وڏيرو آهي. جنهن هر دور ۾ سنڌ ۽ سنڌين کي وکيو آهي. هر دور ۾ مسڪين جو رت پيتو آهي. نياڻين جون لڄون لٽيون آهن. هر دور ۾ هن وڏيري جي حڪومت رهي آهي. هن جي سلطنت جو سج ڪڏهن بہ غروب نہ ٿيڻ وارو آهي. ڇاڪاڻ تہ هنن وڏيرن مڪاري ۽ منافقيءَ جا مختلف ويس سبرائي رکيا آهن. هڪ ڀاءُ پ پ جو اڳواڻ بنجي وڃي ٿو تہ ٻيو ڀاءُ مسلم ليگ ۾ آهي تہ ٽيون قوم پرستيءَ جو ٺيڪيدار بنجي وڃي ٿو.

هڪ ڀاءُ وزيراعليٰ هائوس ۾ حاضري ڏئي ٿو، تہ ٻيو بلاول هائوس ۾. هنن مسڪين مظلومن تي راڄ ڪرڻ جا سڀ گر سکي ورتا آهن. هنن جي سلطنت جا چار ٿنڀا آهن. انهن ٿنڀن تي سندن مڪر ۽ فريب جو محل بنيل آهي. وڏيرن جي هميشه اها ڪوشش هوندي آهي تہ ڪنهن بہ طريقي سان پنهنجي تر ۾ صوبيدار، مختيارڪار، تپيدار ۽ زرعي بئنڪ جو مئنيجر پنهنجي پسند جا رکرائين. صوبيدار ۽ مختيارڪار وڏيري جا ڪاردار ۽ ڪمدار بنجي ڪم ڪندا آهن. ان ڪري وڏيري جي مرضيءَ کان سواءِ ان تر ۾ ڪو پن بہ نٽو چري سگهي.

منهنجي نظر ۾ سوئر ۽ وڏيري ۾ ڪوبہ فرق ناهي، ڇاڪاڻ تہ هن جانور جي اڳيان ڪوبہ سامهون ايندو آهي. ان کي بخش نہ ڪندو آهي. ڪاش سنڌ جي ماڻهن ۾ اهڙو شعور پيدا ٿئي جو پنهنجي پڌيءَ سان هنن جو ڪنڌ پيچي ڇڏين ۽ نيش پاڙون پٽي ڇڏين. اصل ڏوهاري کي لڪائڻ لاءِ دولت پور جي صوبيدار ۽ ميڊيڪل آفيسر کي دولت سان خريد ڪيو ويو. ڄالت جي بي رحمانہ واردات کي هڪ سادي قتل جو روپ ڏنو ويو. من پسند "ايف آءِ آر" ڪترائي وئي ۽ استاد کان ان تي

زوري صحيح ڪرائي وئي، اهو چيو ويو تہ معصوم نياڻي کي زيور پاتل هئا. ڪنهن لالچي زيور خاطر معصوم نياڻي کي ماريو آهي. انهيءَ کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ ميڊيڪل آفيسر کان ڪوڙي پوسٽ مارٽم رپورٽ ورتي وئي تہ معصوم نياڻي سان ڪابہ زيادتي نہ ٿي آهي. حالانڪہ گهر جي ياتين جو چوڻ آهي تہ بي جان لاش کي غسل ڏيڻ وقت جنسي ڏاڍائي ۽ تشدد جا نشان واضح طور تي موجود هئا. شايد ميڊيڪل آفيسر ۽ صوبيدار بي اولاد آهن ۽ ڪين ڪابہ نياڻي ناهي، جو هڪ وڏيري جي رضا خاطر معصوم نياڻي جو خون پوڙڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن. صحافين، استادن ۽ شاگردن هن ظلم ۽ زيادتيءَ خلاف آواز اٿاريو. سنڌي اخبارن ڏوهارين کي بي نقاب ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. سنڌ جون اخبارون اڄ ڪلهہ مظلوم سنڌين جي حفاظت لاءِ هڪ مضبوط مورچو بنيل آهن.

اخبارن جي دٻاءَ ڪري ميان نواز شريف دولت پور جو دورو ڪيو. مظلوم استاد سان ملاقات ڪئي ۽ ڪيس اٽت ڏني تہ هن سان انصاف ڪيو ويندو. استاد حڪومت جي سربراهہ کي سربستي ڳالهہ ٻڌائي، اصلي ڏوهارين کان آگاهہ ڪيو. هي ڏوهاري مقامي ايم پي اي جو مائٽ آهي. جنهن جي رسائي هر دور ۾ حاڪمن جي ايوانن تائين رهي آهي.

هن ايم پي اي، پ پ پ جي ٽڪيٽ تي کٽيو. پر بي وفا رن وانگر پ پ ڇڏي وڃي غدار سنڌ ڄام صادق علي جي هنج ۾ پناهہ ورتي. وري جڏهن اليڪشن جو وقت ايندو، پ پ وري بہ ٽڪيٽ انهي وڏيري خاندان کي ڏيندي. پ پ هڪ اهڙو سياسي ڪلب بنيل آهي، جنهن ۾ اچڻ ۽ وڃڻ جا دروازا هر وقت کليل آهن. ڪنهن جي بہ اچڻ يا وڃڻ تي ڪنهن بہ قسم جي پابندي ناهي. شرط اهو آهي تہ مسافر پيرين پنڌ نہ هجي پر اُن جي پيرن هيٺان پيجارو هجي.

وزير اعظم جي حڪم تي ”سي آءِ اي“ پوليس اصل ڏوهاري کي گرفتار ڪيو آهي. وزير اعظم جي وڃڻ کان پوءِ وري مظلوم استاد جو هڪ بيان اخبار ۾ ڇپيو آهي تہ اصل ڏوهاري جي گرفتاري ٿيڻ کان پوءِ مقامي وڏيرو ۽ ايم پي اي اهو چئي رهيا آهن تہ هو هن کي ڏسي رهندا، ڇاڪاڻ تہ ”هن وحشانہ واردات ۾ ملوث مجرم هنن جو ويجهو مائٽ آهي“

وزير اعظم نواز شريف کي جيڪڏهن مظلوم استاد سان انصاف ڪرڻو آهي تہ هن کي هيٺيان قدم کڻڻ گهرجن.

سڀ کان پهرين ايم پي اي، صوبيدار ۽ ميڊيڪل آفيسر کي فوري طور گرفتار ڪيو وڃي. ڄالت ۽ قتل جي هن واردات جي ايف آءِ آر ڀهر ڪٽي وڃي ۽ هن سيني تي خصوصي عدالت ۾ ڪيس هلائي ڪين عبرت ناڪ سزا ڏني وڃي. ڇاڪاڻ تہ ڏوهاري جو ساٿ ڏيندڙ يا ڏوهن جي پشت پناهي ڪندڙ بہ قانون مطابق اوترائي ڏوهاري آهن جيترو ڏوهہ ڪندڙ آهن.

جيڪڏهن اڄ ڪنهن به هڪ ايم پي اي يا وڏيري کي سندن ڪَڌن ڪَرتوتن جي عيوض ڪيس هلائي سرعام ٽنگيو وڃي تہ سنڌ جي ڀهراڙين ۾ صدين کان ستايل ماڻهو سک، امن ۽ چين سان زندگي بسر ڪري سگهن ٿا. سنڌ جو اصل ويري وڏيرو آهي جيڪو هر دور ۾ سانڍيءَ جيان ڪل بدلائيندو آهي. جيستائين سنڌ مان وڏيرا شاهي جي پاڙ نٽي پٽجي تيستائين هن ڏيهہ تان ڏرت لهڻ ناممڪن آهي.
(خادم وطن- 13.4.93)

# وڙهو يا ڪين حڪومت ۾ شامل ڪيو

سنڌ جي نظرياتي مورچي يعني سنڌي ادبي سنگت طرفان اڄ جنهن عنوان سان هي سيمينار منعقد ڪيو ويو آهي، ان عنوان کي ڏسي هر ضرور گستاخي ڪندس تہ هن سيمينار جي صدارت جڳ مشهور صوبيدار نواز ڪونهاري کان ڪرائي وڃي ها، ان جو مهمان خصوصي محب شيديَ هجي ها ۽ اعزازي مهمان ڪو گڙنگ وڏيرو هجي ها تہ اسان ڪي هن مسئلي جي ڄاڻ ملي وڃي ها ۽ هن مسئلي جو حل بہ ملي وڃي ها. هن سيميناز ۾ جيڪي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ وارا دوست گڏ ٿيا آهن، انهن جو انهيءَ ٽن جنسن سان شايد ڪو لڳ لاڳاپو هجيءِ، مان جنهنَ پيشي سان تعلق رکان ٿو، ان پيشي جا همراه هر زور ڌاڙيلن جو شڪار بنجن ٿا. نہ ڄاڻ ڪنهن ڌاڙيل جي ڪن ۾ ڦوڪ پيري آهي تہ ماستر وڏا شاهوڪار آهن، جيڪڏهن ائين هجي ها تہ استادن جي اڪثريت مسواڙ جي جاءِ ۾ نہ رهي ها. سائين اسان سان ڏسورو ناحق آهي، هر روز ڪونہ ڪو ويچارو ماستر ڌاڙيلن جو مهمان بنجي ٿو ۽ مونکي سورهن آنا پڪ آهي تہ اڄ جي سيمينار کان پوءِ منهنجو پيارو دوست تاج جويو ضرور ڌاڙيلن جي مهمان نوازي جو شرف حاصل ڪندو. جهڙي طرح اسانَ اڳ ۾ پنهنجي مڙسي تي يعني چندو گڏ ڪري استاد ڇڏايا آهن، اهڙي طرح هن سيمينار ذريعي مان پنهنجي استاد برادريءَ کي عرض ڪندس تہ تاج جويو لاءِ ايڊوانس ۾ چندو گڏ ڪرڻ گهرجي.

سال 1987ع ۾ جڏهن منهنجو هڪ ويجهو دوست پروفيسر سيد علي اڪبر شاهہ اغوا ٿيو، تہ خبر پئي تہ ڌاڙيل ماڻهو ڪيئن اغوا ڪن ٿا؟ انهن جا ٿاڪ ڪهڙا آهن؟ ڪنهن وسيلي انهن کي آزاد ڪرائي سگهجي ٿو؟ مختلف ضلعن ۾ ڪهڙن پيرن، سيدن ۽ سردارن جون سلطنتون قائم آهن؟

سائين، سنڌ اڄ ڪلهہ جن موذي مرضن ۾ مبتلا آهي انهن ۾ پيجارو شاهي،

چامر شاهي ۽ ڌاڙيل شاهي اهم آهن، منهنجي سوچ جي لحاظ ڪان ڌاڙيل شاهي سڀ ڪان وڏيڪ خطرناڪ مرض آهي. منهنجي نظر ۾ ڌاڙيلن جي جيڪا درجہ بندي (ڪلاسي فڪيشن) آهي انهيءَ ۾ ڌاڙيل ٽيڻ جا جيڪي ڪارڻ آهن، انهن ۾ سماجي ناهمواري، طبقاتي ڏاڍ، پيسن جي هوس، ناانصافي، قبيلائي جهيڙا، غيرت ۽ پلاند، ڌارين جي دلالي، هيرو ازم ۽ ايڊوينچرزم شامل آهن.

ماضي ۽ اڄ جي ڌاڙيل ۾ اخلاقي قدرن جي لحاظ ڪان زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. سنڌ جي، تواريخ جا اوراق اٿيندا سين تہ ماضي ۾ حڪمرانن طرفان ڌاڙيل يا غدار اُن کي سڏيو ويندو هو، جيڪو محب وطن هو، قومي غيرت ۽ ڌرتيءَ جو درد رکندو هو.

سڪندر مقدوني جو دور هجي يا چندر گپت موريا جو، عربن جو دور هجي يا ارغونن ۽ ترخانن جو، غيرن جي غلامي قبول ڪرڻ بدران جيڪي جوڌا مهاڏو اٽڪائيندا هئا، ۽ ڌارين جي آڻ نہ مڃيندا هئا، انهن کي باغي يا ڌاڙيل قرار ڏئي انهن کي نيست و نابود ڪرڻ لاءِ انعام اڪرام مقرر ڪيا ويندا هئا. ماضيءَ جو ڌاڙيل اسان جو قومي هيرو ۽ ڌارين جو دشمن هو، اهوئي سبب آهي جو پٽ ڏٺي سر ڌهر ۾ خود سنڌ جي هڪ عظيم سورمي جنهن کي حڪمرانن ڌاڙيل سڏيو، يعني "لاکي ڦلاڻي" جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو ڪڇ جو نڪر راجپوت هو، جنهن ڌاڙيل بنجي ظالم حڪمرانن جي ڏاڍ کي چئلينج ڪيو ۽ مسڪين ماروئن جي مدد ڪئي. ماضيءَ جو ڌاڙيل باغيرت، باضمير، حياءُ ۽ شرم جو رکوالو، ننگن جو لڄ پال، ڌارين جو ويري، نياڻين ۽ پوڙهين جي مٿي تي پوتي رکندڙ، پيڙن ۽ معصوم ٻارن تي رحم ڪندڙ نظر ايندو، هن جي ويڙهہ هميشہ وطن جي ويرين ۽ انياءُ ڪندڙ لڄ لٽيندڙن خلاف رهي، پڇ لٽڪائو وڏيرن جو جيئڻ جنجال بنايو، ٻي پهچ ماروئن جي واهر ڪئي آهي، انهن ڌاڙيلن ۾ قل ماڇي، رحيم هنگورو، غلام حسين وادو، علي مراد ميرجت وغيره شامل آهن.

ماضي ۾ سماج سڌارڪ، نفسيات جي ماهرن، ڪرمنلاجي جي ايڪسپرٽن جي اها "ٿيوري ۽ تجزيو" پيش ڪيو تہ ماءُ جي پيٽان ڪو بہ ڏوهاري ٿيو پيدا ٿئي، پر سماجي ناانصافين، اقتصادي ناهموارين، معاشي ۽ اخلاقي جبر ۽ ويڪائو وڏيرن جي تسلط کي قائم ڪرڻ لاءِ ڌاڙيل جنم وٺي ٿو، پر اڄ جي ڌاڙيل متعلق سڀ نفسياتي، سياسي، سماجي ۽ ڪرمنلاجي جا ماهر راءِ ڏيڻ کان قاصر آهن.

سياسي ڌرين جي اها راءِ آهي تہ 1983 ۽ 1986 جي ايم آر ڊي تحريڪ کان پوءِ اصل حڪمرانن سنڌ کي قومي شعور، قومي ٻڌي ۽ هٿيار بندن سان مهاڏي اٽڪائڻ جي سزا ڏيڻ لاءِ دهشت گرد ۽ ڌاڙيل پلانٽ ڪيا آهن يا پوکيا آهن، ڌاڙيل جي پيداوار وڌائڻ ۾ قانون نافذ ڪندڙ ايجنسين جو وڏو هٿ آهي.

هڪ سروي مطابق سنڌ اندر چاليهہ هزار کان مٿي ڌاڙيل موجود آهن، ڪي

لڪيل آهن، ڪي ظاهر آهن. ڪي نقاب پوش آهن ته ڪي سفيد پوش آهن، جن کي نه ڌرتي جو ننگ آهي نه ئي نياڻي سياڻي جو حياءُ. هنن کي نه پنهنجي ڄڻن جو خيال آهي، نه ئي ڀيڻ جي عزت ۽ ناموس جو، هنن کي نه مائرن ۽ ڀينرن جو احساس آهي، نه ئي ٻيڙن ۽ ٻارن جو، هو انسانيت، اخلاق ات جا سڀ ليڪا اورانگهي چڪا آهن، هنن جي آڏو بهادري ۽ سورهيائي پنهنجن کي لٽڻ، ڦرڻ ۽ آزارڻ ۾ آهي، پنهنجي ڌرتيءَ ڌياڻين ۽ نياڻين جون ڄڀون لٽڻ آهي، هنن جو رت ۽ ضمير هن مقدس مٽيءَ جي خمير سان ٺهيل ئي ناهي، هنن جي ويجهو ساٿيهه جي سڪ، حياءَ ۽ شرم، دين ۽ ڌرم، ڳاڙهن نوٽن، سونن لاڪيٽن، رادو واڇن ۽ ٻوسڪي جي پتڪن اڳيان هيچ آهي، هنن جي عمل مان ائين محسوس ٿئي ٿو ته هن ڌرتي ماءُ جا ڄاوا ناهن، پر حرامي ڦر آهن. جيڪي ڌرتي ڌڻين سان ڌارين جو پلاند پارڻ لاءِ ڪنهن ڌارين ديس مان درآمد ڪيا ويا آهن، هنن جي رت مان مٽي جو خوشبوءِ بدران ڌارين جي دلالي جي بدبوءِ اچي رهي آهي.

اڄ جا ڌاڙيل انسان جي ڪل ۾ وحشي بگهڙ آهن، جن سڄي سنڌي سماج کي چيري ڦاڙي ڇڏيو آهي، هر طرف ريتو رت نظر اچي ٿو، اڄ سنڌ جو سنڌ سنڌ هنن جي جهٽن ۽ چهڪن سان چور چور آهي، اڄ اسان جا نه گهر محفوظ آهن نه ئي ويڙها، نه ٻار ٻڍا محفوظ آهن، ۽ نه ئي ننگ نياڻيون، نه ٻنيون محفوظ آهن نه ئي ونيون، هي وجود جا ويري، ڌارين جي ٻڃ جا پالتو ڪتا آهن جيڪي ميرن، پيرن، وڏيرن، وردي وارن ۽ سگهارن اڳيان پڇ لٽڪائو ٿي هلن ٿا، پر ڪمزور ۽ هيٺن کي ڏاڙهين ۽ ڦاڙهين ٿا، اسان جي زراعت، معيشت، تعليم، امن، سک، چين، ۽ سڀ ڪجهه هنن ڪانئرن ڪميڻن ويرين جي ور چڙهي ويو آهي، اسان جي ٻولي ٻولينڊڙ پيارا، 1947ع کان پوءِ وري هي وطن ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويا آهن، ڏيهي وري پرڏيهي ٿي رهيا آهن، هن کان وڌيڪ پيو ڪهڙو ستم هوندو جو ڌرتي ماتا جا سچا سپوت ڌرتيءَ ڇڏڻ تي مجبور ٿين. هنن ڌاڙيلن جي ڪڌن ڪرتوتن کي ڏسي لاکي ڦلاڻي ۽ ٻين ڌرتيءَ پرست ڌاڙيلن جا روح به قبر ۾ تڙپندا هوندا.

هن قومي وجود سان تعلق رکندڙ اهم مسئلي جي حل لاءِ مختلف ماڻهن وقت سر مختلف تجويزون ڏنيون آهن، جيڪي هيٺين ريت آهن:-

1- ڌاڙيلن کي عام معافي ڏني وڃي.
2- ڌاڙيلن کي حياتيءَ جو تحفظ ڏيئي ڪيسن هلائڻ لاءِ عام عدالتن آڏو پيش ڪيو وڃي.
3- جيڪي وڏيرا، جاگيردار، عملدار هنن کي هٿيار، گوليون، بارود ۽ تحفظ فراهم ڪن ٿا، انهن کي گرفتار ڪري سندن جائداد ضبط ڪئي وڃي.
4- جاگيرداري ۽ وڏيرا شاهي جي نظام کي ختم ڪري غير طبقاتي سماج آڏيو

وجي، ڇاڪاڻ تہ پيسي جي هِرس ۽ هَوَس انسان کي جانور بڻائي ٿي.
5- ٻهراڙين ۾ زراعت تي مبني صنعتون قائم ڪري روزگار جا وسيلا پيدا ڪيا وڃن.
6- ٻهراڙين ۾ تعليم کي ضروري قرار ڏيئي ڪرش پروگرام تحت تعليم کي عام ڪيو وڃي.
7- قبيلائي جهيڙا ختم ڪرڻ لاءِ پينچائتي سسٽم قائم ڪيو وڃي.
8- جيل ۽ پوليس جي کاتي ۾ تعليم يافتہ عملو رکيو وڃي، جيڪو سماجيات ۽ نفسيات جو ماهر هجي.
9- سنڌ ۾ حقيقي نمائنده حڪومت قائم ڪري قانون جي حڪمراني قائم ڪئي وڃي.
10- تڪڙي ۽ سستي انصاف لاءِ عدالتي نظام کي سڌاريو وڃي.

منهنجي ناقص سوچ مطابق هن مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ٻہ ٻيا حل بہ آهن.

هڪ تہ سنڌ ۾ جيڪي سياسي جماعتون، جن ۾ قوم پرست ۽ ترقي پسند جماعتون شامل آهن، اهي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ڳوٺاڻن جي تعاون سان خود حفاظتي نظام قائم ڪن ۽ هٿيار بند رضا ڪار تيار ڪن، ڌاڙيل کي ناس ڪرڻ لاءِ منظم منصوبہ بندي تحت سر تان سانگو لاهي هٿيار بند رضاڪار ٻيلن جا گهٽ ۽ گهيڙ بند ڪن تہ جيئن ڌاڙيلن کي هٿيار ۽ گوليون ۽ کاڌي جو سامان نہ ملي سگهي، هي عمل ڏکيو ضرور آهي ۽ جان پڻ جوکي ۾ وجهڻي آهي پر اسان وٽ هاڻ ڌاڙيلن سان وڙهڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ رستو ناهي، اسان کي پنهنجي پيرن تي پاڻ بچاءِ پنهنجي مڙسي پاڻ ڪرڻي پوندي، وقتي طور تي ڳوٺاڻن کي جاني ۽ مالي نقصان سهڻو پوندو، پر انهيءَ آزار مان هميشه لاءِ جان ڇٽي پوندي.

چين ۾ بہ انقلاب مهل مائوزي تنگ ڌاڙيلن کي منهن ڏيڻ لاءِ اهڙا عمل ڪيا هئا، سنڌ بہ اجا گدڙن نہ کاڌي آهي، اسان وٽ اهڙيون ڏريون موجود آهن، جيڪي انهي عمل کي ڪامياب بڻائي سگهن ٿيون، متان ائين سمجهين مٺا مور سارا، يارو، پادرن ۾ وڏي ڪرامت آهي، توهان رکو پادر ڪٺو تہ اهو ڪم آسان ٿي ويندو، ٻيو حل جيڪو آسان بہ آهي، جنهن ۾ ڪوبہ رسڪ ناهي اهو هي تہ نئين "نادر" جي نسخي تي عمل ڪيو وڃي، جهڙي طرح قاتلن شهري دهشت گردن کي حڪومت ۾ شامل ڪري ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ امن قائم ڪيو ويو آهي ۽ شهرين کي ڪرفيو جي آزار کان بچايو ويو آهي، اهڙيءَ طرح ڌاڙيلن کي بہ حڪومت ۾ ڀاڱي ڀائيوار بڻايو وڃي ۽ خاص طور تي محب شيدي کي "وزيرداخلا" بڻايو وڃي تہ اندرون سنڌ بہ امن قائم ٿي ويندو ۽ سنڌي ويچارا سک جو ساهہ کڻي سگهندا.

وڏيڪ واڪا ڪرڻ مون وس، ٻڌڻ ڪم سرڪار جو!

(سنڌي ادبي سنگت طرفان "ڌاڙيل فيڪٽر" جي عنوان تي ڪيل سيمينار ۾ پڙهيل مقالو.)

(ڪاوش- 4.9.91)

# سنڌ جا مسئلا- مونجهارا ۽ انهن جو حل

سنڌ اسان جي جند آهي، اسان جي امڙ آهي، جنهن کي ڪانئر ڪلال، ڌارين جا دلال، وجود جا ويري وڪوڙي ويا آهن، تہ اسان سڀني سنڌ واسين جو اهو قومي فرض ۽ ڌرتي جو قرض آهي تہ جت بہ هجون جنهن هنڌ بہ هجون، پنهنجي وس آهر زندگي جي هر شعبي ۾ تعليم ۽ اقتصاديات، سائنس ٽيڪنالاجي شعبي ۾ چتا پيتي، قلم، ڏاهپ، ڏات، ڀُڌي ۽ هوشياريءَ سان جاکوڙ ڪريون تہ مَن ڪا واٽ ملي وڃي، من ڪو دڳ ڳولهي لهون، چوٽي آهي تہ گهٽين ڪلهين ڇپر ڪجي ويندو آهي، ڳالهہ صرف حوصلي ۽ عزم ۽ اڪٽي وڏڻ جي آهي، ڪنهن ڏاهي جو قول آهي تہ "جڏهن ماڻهو منتشر هوندا آهن تہ مصيبتون وڏنديون آهن ۽ جڏهن ماڻهو متحد ٿيندا آهن تہ مصيبتون منتشر ٿينديون آهن."

مان سياستدان ناهيان. علم سياست جو شاگرد آهيان، پنهنجي ذهني سطح ۽ پنهنجي سمجهہ آهر ماڻهن جي مسئلي کي کهڙي انداز ۾ ڏسان ٿو سو پيش ٿو ڪريان:-

سنڌ صدين کان وٺي خوشحال ۽ سائي سڪي ستابي رهي آهي، سنڌ جون حسين واديون، واهڻ ۽ وستيون، درياهہ ۽ ٻيٽ، هيرا موتي، لعل جواهر جي ڪري سنڌ تي هميشه ڌارين جون لالچي نظرون رهيون آهن. سنڌ جي مال ملڪيت کي ماڻڻ لاءِ ڌارين قومن حملا ڪيا آهن ۽ سنڌ تي قبضي ڪرڻ جا منصوبا سٽيا آهن. موهن جي دڙي جي دور کان ڌارين قومن سنڌ تي ڪاهون ڪيون آهن جن ۾ يوناني، ايراني، افغاني، عرب، مغل ۽ انگريز شامل آهن. تاريخ جي مختلف دورن ۾ ڪڏهن غلام رهيا آهيون تہ ڪڏهن آزاد، پر اسان کي مٽائڻ وارا پاڻ مٽجي ويا ۽ مون کي اُيرندڙ سج جيان يقين آهي تہ سنڌ سدائين قائم و دائم رهندي.

اسان سنڌي سادا ضرور آهيون پر منافق نہ آهيون. سياڻا ضرور آهيون پر پليت نہ آهيون. جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ سنڌي سست آهن اهي ماڻهو اسان جا دشمن آهن. محبت، ماڻهپو ۽ محنت اسان جي رت ۾ شامل آهي، سنڌ تي ڌارين ۽ سفاڪن جي يلغار سان تي سگهي ٿو تہ وقتي طور تي اسان پوئتي پئجي ويا آهيون پر جيئڻ سچ برحق آهي، تيئن سنڌي قوم جي زنده رهڻ ۽ سورن کان آجو ٿيڻ بہ امر آهي.

جنهن ملڪ ۾ اسان رهون ٿا، ان جي جوڙڻ ۾ اسان جو پگهر، پورهيو ۽ رت شامل آهي، مان توهان کي تحريڪ پاڪستان جي پس منظر ۾ وٺي هلندس تہ 1843ع ۾ جڏهن انگريزن ديسي دلالن ذريعي سازش ڪري سنڌ تي قبضو ڪيو ۽

اڳتي هلي سنڌ کي بمبئي جو حصو بنايو ته سنڌ جي سرواڻن اها ڀرپور جدوجهد ڪئي ته سنڌ کي بمبئي کان ڌار ڪرائجي، انهن اڳواڻن ۾ سائين جي ايم سيد، سر شاهه نواز ڀٽو، سر حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد ايوب کهڙو شامل هئا. پاڪستان جي سابق وزير قانون شرف الدين پيرزادو پنهنجي ڪتاب "فائونڊيشن آف پاڪستان" ۾ لکي ٿو ته "17 جولاءِ 1928ع ۾ سنڌ جي هندو، مسلمان ۽ پارسي نمائندن هڪ معاهدو ڪيو، جنهن کي عام طور تي "سنڌ هندو مسلم عهدنامه" سڏيو ويو، جنهن موجب سنڌ جي عليحدگيءَ بابت هيٺين شرطن تحت معاهدو ٿيو، 1- سنڌ جي بمبيءَ کان عليحدگي هڪ ٿي وقت عمل ۾ ايندي (2) سنڌ کي مڪمل صوبائي خودمختياري هوندي، جهڙي طرح هندستان جي ٻين صوبن کي مليل هوندي، ۽ آئنده لاءِ سنڌ کي ڪنهن به صوبي سان شامل نه ڪيو ويندو. ڊاڪٽر صاحب خان چنه پنهنجي تحقيقي ڪتاب "سيپريشن آف سنڌ فرام بمبئي" ۾ لکي ٿو ته "ان وقت پنجاب جي قيادت سنڌ جي قيادت تي زور ڏنو ته سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪري پنجاب سان ملايو وڃي، ڇاڪاڻ ته ٻنهي جون سرحدون پاڻ ۾ ملن ٿيون ۽ ٻنهي قومن جو ڪلچر هڪ ٻئي جي قريب آهي، پر سنڌ جي قيادت اها آڇ قبول نه ڪئي"

8. 9 آڪٽوبر 1938ع ۾ يعني قرارداد پاڪستان پاس ٿيڻ کان ٻه سال اڳ ڪراچي ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ٿيو، انهيءَ ٺهراءُ متعلق شريف الدين پيرزادي پنهنجي ڪتاب "پاڪ ريزوليشن اينڊ هسٽاريڪ لاهور سيشن" واليوم هڪ ۾ لکي ٿو:

"سنڌ صوبائي مسلم ليگ ڪانفرنس وسيع ننڍي کنڊ جي قيام امن جي مفاد ۾، سواءِ ڪنهن روڪ ٽوڪ، ثقافتي تعمير ترقي، معاشي ۽ سماجي بهبود، ٻنهي قومن جي جيڪي هندو مسلمان نالي سان آهن. سياسي خود ارادي ڏني وڃي، يعني مسلم رياستن جو وفاق ۽ غير مسلم رياستن جو وفاق، انهيءَ لاءِ هيءَ ڪانفرنس آل انڊيا مسلم ليگ کي سفارش ڪري ٿي ته هو دستور ۾ اهڙي اسڪيم بنائي، جنهن بابت مسلم اڪثريتي صوبا، مسلم رياستن ۾ ۽ اهي علائقا جتي مسلمانن جي اڪثريت آباد آهي پنهنجي هڪ وفاق جي صورت ۾ مڪمل آزادي حاصل ڪري سگهن"

23 مارچ 1940ع تي لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ ٺهراءُ پاڪستان جي تائيد ڪندڙن ۾ سنڌي سرواڻ سر حاجي عبدالله هارون ۽ ٻيا شامل هئا. هن قرارداد مطابق پاڪستان انهن اڪثريتي صوبن ۾ ٺهڻو هو، جتي مسلمانن جي اڪثريت هئي. هن ٺهراءُ ۾ اهو پڻ واعدو ڪيو ويو ته مسلم رياست ۾ شامل ٿيندڙ صوبا خودمختيار ۽ آزاد هوندا.

24 ڊسمبر 1943ع ۾ ڪراچي ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ سنڌ جي

سائين جي ايم سيد هندستان جي ٻين صوبن جي مسلمانن کي دعوت ڏني ته هو سنڌ ۾ اچي تحريڪ کي زور وٺائين، سنڌ ۾ اچي تجارتي ۽ هنري سرگرميون پيدا ڪن، هتي اچي پيسو سيڙائين، دوڪان کولين، هن اپيل ڪئي ته اهي پنهنجي صوبن مان هجرت ڪري هتي اچن، ڇاڪاڻ ته جيڪي اقليتي مسلمان پنهنجن صوبن ۾ رهن ٿا، انهن کي اُتي ترقي ڪرڻ جا گهٽ موقعا ملندا.

جيڪي ماڻهو سيد کي "غدار" چون ٿا، ته انهن کي گذارش آهي ته اهي تعصب جي عينڪ هٽائي تحريڪ پاڪستان جو مطالعو ڪن، ته جيڪڏهن جي ايم سيد تحريڪ پاڪستان ۾ شامل نه هجي ها ته شايد سنڌ ڪڏهن به پاڪستان ۾ شامل نه ٿئي ها. جناح 1946ع جي صوبائي چونڊن ۾ جي ايم سيد جي اصولي موقف کي رد ڪندي ڪيس مسلم ليگ مان ڪڍيو. اختلاف راءِ هر انسان جو جمهوري حق آهي، پر اختلاف راءِ کي اسلام دشمني ۽ ملڪ دشمني سمجهڻ پاڪستان جي قيادت ۽ سياست جو شيوو رهيو آهي.

سنڌ ۾، پاڪستان جي تاريخ ۾ اليڪشن جي پهرين ڌانڌلي بانيءِ پاڪستان ڪرائي. جي الانه پنهنجي ڪتاب "قائد اعظم جناح"، صفحي نمبر 382 ۽ 389 ۾ لکي ٿو ته جناح چيو ته "مون کي سنڌ ۾ مسلم ليگ کپي، مان قاضي محمد اڪبر کي ڪنهن به صورت ۾ ڪامياب ڏسڻ چاهيان ٿو ۽ هن مون کي جي ايم سيد جي ٽڪ لاءِ 50 هزار رپيا ڏنا." جي ايم سيد کي شڪست ڏيڻ لاءِ عليگڙهه مان شاگردن جون ٽرينون ڀرجي آيون، جي ايم سيد کي ڌانڌلين جي ذريعي شڪست ڏني ويئي، جڏهن باني پاڪستان ڌانڌلي ڪرائي سگهي ٿو ته اسان صدر ۽ چام صادق علي کي ڪهڙو ڏوهه ڏيئي سگهون ٿا؟

پاڪستان ايشيا جو واحد ملڪ آهي جنهن ۾ گورنر جنرل، وزير اعظم ۽ وفاقي وزير، انتظامي آفيسر هجرت ڪري ٻين علائقن مان آيا، هنن جو انهن علائقن سان ڪوبه تعلق نه هو، جن علائقن ۾ پاڪستان قائم ٿيو، اها مسلم ليگ جيڪا برصغير جي ورهاڱي کان اڳ صوبائي خودمختياري جي چمپيئن هئي، پنهنجي اصولن تان ڦري ويئي، مضبوط مرڪز جو نعرو هڻي، ننڍن صوبن جا تاريخي ۽ قومي حق لتاڙيا ويا، ڪراچي کي سنڌ کان ڌار ڪري مرڪز جي حوالي ڪيو هو، مئي 1948ع ۾ پاڪستان جي دستور ساز اسيمبلي ڪراچي کي وفاقي انتظام ۾ رکڻ جو حڪم ڪيو. سنڌ مسلم ليگ 11 جون 1948ع تي پنهنجي اجلاس ۾ ڪراچي کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جي هن فيصلي کي ناپسند ڪيو ۽ هن فيصلي کي سنڌ جون سرحدون گهٽائڻ جي سازش قرار ڏنو. 11 جون 1948ع تي 800 سنڌي شاگردن هن فيصلي خلاف ڪراچي ۾ جلوس ڪڍيو. سنڌ مسلم ليگ جي سيڪريٽري آغا غلام نبي تقرير ڪندي چيو ته "جيڪڏهن ڪراچي کي سنڌ کان ڌار ڪيو ويو ته اسان قرارداد پاڪستان کي ڦاڙي ڇڏيندا سين." محمد ايوب کهڙي جي وزارت کي ڊس

مس ڪيو ۽ پير الاهي بخش کي ڪراچي وفاق کي ڏيڻ جي صلي ۾ وزير اعليٰ بنايو ويو. سنڌ جيِ سنڌي هندن جي ڇڏي ويل ملڪيتن کي آيل پائرن جي حوالي ڪيو ويو. لڏ پلاڻ جي سلسلي ۾ هندستان مان آيل پائرن وڏي تعداد ۾ سنڌ ۾ آباد ڪيا ويا ۽ انهن جي آباد ڪاري لاءِ هڪ ڌار وزارت قائم ڪئي وئي. تحريڪ پاڪستان جي رهنمائن ورهاڱي کان اڳ ڪڏهن به انهيءَ راءِ جو اظهار نہ ڪيو هو تہ ورهاڱي جي صورت ۾ لڏ پلاڻ ٿيندي. قرارداد پاڪستان 1940ع، 1946ع ڪيبينيٽ مشن پلان، 3 جون 1947ع جي ورهاڱي جي منصوبي يا گورنمينٽ آف انڊيا انڊيپينڊنس ايڪٽ 1947ع جيڪي پاڪستان جي ٺهڻ جو بنياد آهن، انهن جي ڪنهن بہ شق ۾ لڏ پلاڻ يا هجرت جو ذڪر ناهي. پاڪستان جي قيام کان پوءِ مهاجرن جي آمد کي قانوني قرار ڏيڻ لاءِ هڪ آرڊيننس نافذ ڪيو ويو، جيڪو پاڪستان جي قيام جي روح جي خلاف هو. سابق وزير اعظم محمد علي چوڌري پنهنجي ڪتاب "ايمرجنس آف پاڪستان" ۾ صفحي نمبر 267 تي لکي ٿو تہ "مخصوص مفادن خاطر هندستان مان آيل ماڻهن خاطر، پاڪستان جي عبوري آئين گورنمينٽ-آف انڊيا ايڪٽ 1935ع جي سيڪشن 102 تحت گورنر جنرل کي آرڊيننس جاري ڪرڻ جي اختيار تحت جناح صاحب کي 27 آگسٽ 1947ع تي مجبور ڪيو ويو تہ هڪ حڪمنامي تي دستخط ڪري، جنهن تحت پاڪستان ۾ ٻاهران ماڻهو پاڪستان اچي سگهن، جيڪي پاڪستان جي اقتصادي زندگيءَ لاءِ خطرو بڻيل هئا. هن حڪم نامي يعني "پرو ڪليميشن" تحت سنڌ ۾ ٻہ لک پناهگير پنجاب، صوبہ سرحد، بهاولپور، خيرپور رياستن ۽ بلوچستان کي هڪ هڪ لک پناهہ گير آباد ڪرڻا هئا."

لڏ پلاڻ جي سڄي يلغار سنڌ تي رهي. هندستان مان آيل پائرن پاڻ کي مقامي تهذيب کان الڳ سمجهيو. نوان اچڻ وارا سنڌ ۾ معاشي طور تي خوشحال بنجي ويا. زراعت، صنعت، نوڪرين تي ڌارين جو قبضو ٿي ويو. سنڌ جي مسلمانن جنهن خوشحال پاڪستان جو خواب ڏٺو هو، انهن جا سپنا اڌورا رهجي ويا. ننڍي کنڊ جو وڏو تضاد جيڪو ورهاڱي وقت هندو مسلم مفادن جي صورت ۾ موجود هو، پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ ختم ٿي ويو. قيام پاڪستان وقت سنڌ ۾ سنڌي 95 سيڪڙو هئا ۽ ڌاريا صرف 5 سيڪڙو هئا. پاڪستان جيِ ٺهڻ وقت سنڌ جي آبادي 52 لک هئي، ڌرتي جا سچا سپوت جيڪي سنڌ جي معيشيت جي ڪرنگهي جو هڏو هئا، لکن جي تعداد ۾ هندستان هليا ويا. پاڪستان جي پهرين آدمشماري 1951ع ۾ ٿي، ان مطابق سنڌ جي آبادي 21 لک هئي. 1981ع ۾ آدمشماري هڪ ڪروڙ نو لک هئي، 1951 کان 1981ع تائين سنڌ جي آبادي ۾ اضافو 270 سيڪڙو هئو. پاڪستان جي قيام کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌ ۾ ڌاريا جنهن تيزيءَ سان آباد ٿي رهيا آهن ۽ اهو سيلاب جاري رهيو تہ سنڌي پنهنجي ديس ۾ اقليت بڻجي ويندا.

هڪ سروي مطابق سنڌ ۾ هر سال 6.6 سيڪڙو آبادي ۾ اضافو ٿئي ٿو، جڏهن ته ملڪ ۾ واڌ جي شرح صرف 3.3 سيڪڙو آهي، يعني سنڌ ۾ جيترا سنڌي هر سال ڄمن ٿا اوترا غير سنڌي سنڌ ۾ آباد ٿين ٿا.

پاڪستان ۾ ون يونٽ جي قيام ڪانپوءِ ڌارين جي آبادي جي وڌندڙ ڦهلاءَ سنڌ کي بدحالي، بي روزگاري ۽ بدامني جي آماجگاهه بڻائي ڇڏيو. سنڌ ۾، هر ملڪ هر صوبي ڪان ماڻهو اچي رهيا آهن، جڻ سنڌ هڪ "بين القوامي پناهه گاهه" آهي. ڌارين جي آباد ڪاري ڪيترا سماجي، ثقافتي، اقتصادي ۽ سياسي مونجهارا پيدا ڪيا آهن. اهي ٻاهر جن لاءِ اسان ديڳيون چاڙهيون سي اڄا تائين پاڻ کي "مهاجر" سمجهن ٿا ۽ انهن جو اهو نسل جيڪو سنڌ ۾ ڄائو آهي، سو سنڌي سڏائڻ تي ڪيٻائي ٿو. هي تاريخ جو هڪ وڏو الميو آهي. اسان هميشه هنن کي پنهنجو سمجهيو پر هنن پاڻ کي اسان کان الڳ ٿلڳ رکيو. هنن جي رويي متعلق خود سندن هم زبان دانشور، ڪراچي يونيورسٽي جو سبق وائس چانسلر ڊاڪٽر جميل جالبي پنهنجي ڪتاب " پاڪستاني ڪلچر " صفحي 119 تي لکي ٿو ته "مهاجر آبادي تهذيبي سطح تي هڪ احساس برتري جو جذبو پنهنجي اندر رکي ٿي، جذبات جي وهڪري ۾ اچي هو اهو ڀلجي ويئي هئي ته سندن احساس برتري جو اهو عمل نئين ماحول، نئين ملڪ جي قديم آبادي لاءِ هڪ منفي عمل جو درجو رکي ٿو. مهاجرن جو اهو قصور هو ته هنن قديم آبادي جي ڪلچر ۽ هنن جي مسئلن کي سمجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي ۽ احساس برتريءَ انهن کي ايترو ته انڌو ڪيو جو احترام جي سطح غائب ٿي ويئي. اچڻ واري آبادي اهو ڀلجي ويئي ته "هجرت" جي معني تبديلي هوندو آهي ۽ هجرت سان گڏ تهذيبي ادارا هجرت نه ڪندا آهن، انهيءَ لاءِ ادارن کي بہ نئين ماحول ۽ نئين تقاضائن تحت بدلائڻ جي ضرورت آهي. هجرت ڪرڻ واري آبادي پنهنجي ڇڏيل سوسائٽي کي ٻيهر قائم ڪرڻ جو تصور بہ نٿي ڪري سگهي". هندستان مان آيل ٻاهرين ڪان علاوه ٻين صوبن جي ٻاهرن بہ اسانجي سماجي، اقتصادي، ثقافتي، سياسي حقن تي ڌاڙا هنيا.

اسان پاڪستان انهي لاءِ حاصل نہ ڪيو تہ اسان ان ۾ ٻين قومن جي بالادستي قبول ڪري غلامي جي زندگي بسر ڪيون، اسان آزاد قوم آهيون ۽ آزاد رهنداسين. اسان پاڪستان کي جنم ڏنو آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ صدين ڪان آهي ۽ پاڪستان کي 44 سال مس ٿيا آهن. صوبن پاڪستان کي ٺاهيو آهي،نڪي پاڪستان صوبن کي ٺاهيو آهي پاڪستان هڪ رضاڪارانہ وفاق آهي. وفاق کي انگريزي ۾ "فيڊريشن" سڏيو ويندو آهي ۽ فيڊريشن جو لفظ "فيوڊس" مان جڙيو آهي، جنهن جي لغوي معني "اگريمينٽ يا معاهدو" آهي، قومون يا رياستون پاڻ ۾ معاهدو ڪري فيڊريشن کي جنم ڏينديون آهن، اهو انهيءَ لاءِ تہ سڀ برابري جي بنياد تي فيڊريشن مان فائدو حاصل ڪري سگهن، نقصان ٿيڻ جي صورت ۾ بين الاقوامي

قانون ۾ حق خودارادِيت تحت فيڊريٽنگ يونٽن کي اهو سياسي ۽ قانوني حق حاصل آهيَ تہ آهي وفاق کان ڌار ٿي سگهن ٿا.

تاريخ گواهہ آهي تہ جيڪا رياست گهڻ قومي هوندي آهي، اتي تهذيبي، سياسي ۽ اقتصادي معاملن ۾ ناراضگيونْ پيدا ٿينديون آهن، پر آئين جي بالادستي، جمهوري نظام حڪومت، منصفانہ عدالتي نظام ۽ روينيو جي منصفانہ ورڇ ذريعي اهي معاملا طئي ڪيا ويندا آهن، ڳالهين ٻولهين ذريعي شڪايتون دور ڪيون وينديون آهن. بدقسمتي سان اسان جي ملڪ ۾ آئين جو احترام نہ ڪيو ويو. ملڪ ۾ ٽي آئين ٺهيا پر ٽيئي ٽوڙيا ويا. فوجي حڪمرانن آئين کي نامنظور ڪري غاصبانہ قبضو ڪيو. پاڪستان گهڻو عرصو فوجي نظام تحت رهيو آهي يا ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي تحت، اقتدار اعليٰ جون اصل واڳون عوام بدارن اقتدار جي ٻڪين وٽ رهيون آهن، عدالتن کي هيسائي ڊيڄاري پنهنجي پسند جا فيصلا ڪرايا ويا آهن.

سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جو سابق چيف جسٽس منير پنهنجيءَ ڪتاب "جناح ٽو ضياءَ" ۾ لکي ٿو تہ "جڏهن 1954ع ۾ پاڪستان جي لنگڙي معذور گورنر جنرل چوڌري غلام محمد پاڪستان جي پهرين دستور ساز اسيمبلي کي ٽوڙيو تہ ان غير قانوني قدم خلاف اسيمبلي جي اسپيڪر مولوي تميزالدين مرحوم، سنڌ چيف ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. سنڌ چيف ڪورٽ گورنر جنرل جي حڪم کي غير قانوني قرار ڏيندي اسيمبلي کي بحال ڪيو، پر ان وقت جي سپريم ڪورٽ کي گورنر جنرلَ مجبور ڪيو تہ سنڌ چيف ڪورٽ جي فيصلي کي رد ڪري گورنر جنرل جي فيصلي کي بحال ڪري." پاڪستان ۾ عدالتي نظام هميشہ حڪمرانن جو محتاج رهيو آهي.

1977ع جي اگهاڙي مارشل لا ۽ 1979ع ۾ شهيد ڀٽو جي ڦاسي سنڌ ۾ 1983ع ۽ 1986ع ۾ تحريڪ کي جنم ڏنو. 1990ع جي سول مارشل لا سنڌي ماڻهن جي ووٽ جي تقدس جي پائمالي، سنڌ جي ماڻهن جي تاريخي ۽ قومي حقن سان هٿ چراندْ، سنڌ کي هڪ ٻرندڙ جبل بڻائي ڇڏيو آهي. قومن جي تاريخ ۾ سياسي تبديلي ٻن طريقن سان ايندي آهي يا تہ "بيلٽ" يعني ووٽ ذريعي يا "بلَيٽ" يعني گولي ذريعي، اسان جن کي ووٽ ڏنو انهن کي حڪومت ٺاهڻ نہ ڏني وئي، سنڌ اسيمبلي جو وجودْ سنڌين لاءِ بي معنيٰ آهي. ڇاڪاڻ تہ ان کي يرغمال بڻائي سنڌ جي قومي مفادن کي ڇيهو رسائيندڙ فيصلا ڪرايا پيا وڃن. حڪمرانن اسان سنڌين جي ووٽ کي ڪراس ڪري، اسان جي مٿان پنهنجي من پسند حُڪومت مسلط ڪئي ۽ هاڻ اسان کي مجبور ڪيو پيو وڃي تہ اسان ٻيو طريقو يعني گولي وارو طريقو اختيار ڪيون، جيڪو نہ صرف سنڌ بلڪ پاڪستان لاءِ بہ هاڃيڪار ٿي سگهي ٿو.

اسلام آباد طرف سنڌ جي سياسي ڪلچر ۾ جيڪا "زر ۽ زور" "گولڊ ۽

گن" جي سياست جي همت افزائي ڪئي پيئي وڃي. اها پاڪستان لاءِ وڏيڪ خطرناڪ آهي. اهڙي صورتحال 1983ع ۽ 1986ع کان وڏيڪ خطرناڪ تحريڪ کي جنم ڏيئي سگهي ٿي.

جيڪڏهن پاڪستان کي قائم رکڻو آهي ته سنڌ جا مسئلا حل ڪرڻا پوندا. منهنجي نظر ۾ سنڌ جي ماڻهن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ حڪمرانن طرفان هيٺيان قدم کڻي سگهجن ٿا. ٻي صورت ۾ سنڌي به بنگالين وانگر پاڪستان کي "خدا حافظ" چوڻ تي مجبور ٿي سگهن ٿا.

## تجويزون

- سڀني قومن جي رضامندي سان ملڪ جو نئون آئين جوڙيو وڃي ۽ آئين جي بالادستي قائم ڪئي وڃي.
- قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ ۾ سڀني صوبن کي آبادي جي بدران پيرٽي، يعني برابري جي بنياد تي نمائندگي ڏني وڃي ۽ ملڪ ۾ نيون چونڊيون ڪرايون وڃن.
- سنڌ ۾ حڪومت جي مالڪيءَ جو حق صرف ۽ صرف سنڌين کي ڏنو وڃي.
- سنڌ جي مالي وسيلن تي اختيار صرف سنڌين کي هئڻ گهرجي. غير ملڪي امداد ۽ غير ملڪي قرض آبادي بدران برابري جي بنياد تي ورهايا وڃن.
- سنڌ مان ڌارين کي ٻاهر ڪڍيو وڃي. ٻين ملڪن ۽ صوبن مان ايندڙ آبادي انفليڪس کي بند ڪيو وڃي.
- سنڌ ۾ انتظامي عهدن تي صرف مقامي آفيسر رکيا وڃن. سنڌ ۾ سرڪاري نوڪرين ۽ ڪارخانن ۾ 80 سيڪڙو نوڪريون مقامي ماڻهن لاءِ مخصوص ڪيون وڃن.
- سنڌ ۾ امن جي بحالي لاءِ اربن ٽيررزم ۽ ڌاڙيل شاهي ختم ڪئي وڃي ۽ غير قانوني هٿيار ضبط ڪيا وڃن.
- سنڌ مان نڪرندڙ پيٽرول گئس ۽ ٻين معدني وسيلن جي رائلٽي سنڌ کي ڏني وڃي، پاڻي جي ورهاست جي موجوده معاهدن کي منسوخ ڪري، 1945ع جي سنڌ ۽ پنجاب معاهدي تي عمل ڪيو وڃي.
- سنڌ ۾ فوجين ۽ سرڪاري ڪامورن کي انعام ۾ ڏنل زمينون رد ڪري اهي مقامي هارين ۾ ورهايون وڃن.
- سول سروس ۽ فوج ۾ سڀني صوبن کي برابري جي بنياد تي نمائندگي ڏني وڃي.
- قانون جي حاڪميت قائم ڪئي وڃي، عدليه کي انتظاميا کان ڌار ڪيو وڃي. آئين جي ٻارهين ترميم هيٺ قائم ڪيل خصوصي عدالتون ختم ڪيون وڃن.
- ڪوڙن ڪيس ۾ گرفتار سياسي ڪارڪنن ۽ شاگردن کي آزاد ڪيو وڃي،

جيڪڏهن ڪنهن تي ڪو سنگين الزام آهي ته عام عدالت ۾ ڪيس هلايو وڃي.

- سنڌ ۾ پنجاب وانگر سنڌ بينڪ قائم ڪئي وڃي.

مون جيڪي تجويزون پيش ڪيون آهن. اهي سنڌ ۽ پاڪستان جي مفاد ۾ پيش ڪيون آهن. هي دور "آزادي ۽ انقلاب" جو دور آهي. جڏهن سويت يونين جهڙي مضبوط ملڪ کان سندس جمهوريائون يا رياستون "حق خوداراديت" تحت آزادي جو اعلان ڪري سگهن ٿيون ته دنيا جي ڪنهن به ننڍي قوم کي ڪابه طاقتور قوم ٽينڪن ۽ توبن جي زور تي غلام نٿي بنائي سگهي. آزادي هر قوم جو مقدر آهي. ڪابه قوم ڪمزور نه هوندي آهي. ڪنهن ڏاهي جو قول آهي، ته "جڏهن ڪا قوم آزادي جو واٽ اختيار ڪرڻ چاهيندي آهي ته ان قوم جا فرد پٿرن سان جهاز ڪيرائيندا آهن، ۽ هٿن سان ٽينڪون اٿلائيندا آهن."

(سنڌ سرتيون وومين ايسوسيئيشن طرفان "سنڌ جا مسئلا ۽ ان جو حل" جي عنوان تي ڪرايل سيمينار ۾ پڙهيل مقالو.)

(خادم وطن- 6.12.91)

نيو فيلڊس جو نئون ايندڙ ڪتاب

# منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو

## مصنف: لوڪرام ڏوڏيجا

**هن** ڪتاب ۾ سنڌ جي سيني پاڪ جاين ۽ تهذيب، شهرن ۽ ماڻهن، ريتين ۽ رسمن، ڏڻن ۽ ڏاڙيلن وغيره جو تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي. اهڙو ڪو عنوان، جاءِ، ڳالهہ نہ آهي، جنهن جو ذڪر نہ ڪيل هجي. ڪتاب مان ڪنيل ڪجهہ عنوان هيٺ ڏجن ٿا.
سنڌو ندي، منڇر ڍنڍ، آبهوا، معدني پيدائش، ريگستان، ڪوهستان، سنڌو سڀيتا، دڙن ۾ دٻيل سڀيتا، ڪراچي، هنگلاج، ٺٽو، نوري- ڄام تماچي، جهوڪ شريف، حيدرآباد، وڪيل، ڪچريون، سياسي اڳواڻ، اديب ۽ عالم، حيدرآباد جا تيرٿ، ٿرپارڪر ضلعو، نواب شاهہ ضلعو، لاڙڪاڻو ضلعو، جاگيردار، شاعر ۽ شاعري، دادو ضلعو، سکر ضلعو، شڪارپور ضلعو، درگاهون ۽ مسجدون، باغ ۽ ڪوهہ، سنڌ واهہ، گهٽين ۽ حويلين جو ماحول، ماڻهو ۽ رهڻي ڪهڻي، محبت ۽ خدمت، مهمانوازي، سنڌي ٻولي ۽ ادب، تعليمي سرشتو، پئنچائتيون، ڀائيبند، عامل، ڳوٺاڻي رهڻي ڪهڻي، هندو زالون، پوشاڪ، ڪاڌي جا سواد، هندو ذاتيون، دعا سلام، شادي، عورتون، هاري ناري، زميندار ۽ وڏيرا، پير مرشد، ملا ۽ مولوي، ڪامورا عملدار، هندو مسلم تعلقات، مسلمانن جون ذاتيون، ريتون رسمون ۽ رواج، وهم ۽ سنسا، پکي ۽ جانور، هنر ۽ ڏنڌا، چور ڏاڙيل ، فقيريءَ جو فن، بيمارين جو علاج، ڌوٻي، حجم، ڇڪڙا، ٽانگا ۽ اُٺن جي سواري، شراب جون ڀٽيون ۽ نشا، روئارڻ ۽ ڪلائڻ جو فن، ڳائيڻون، ڌرم جي دڪانداري، راڳ ۽ مشاعرا، ناٽڪ، سئنيما، ڪڪڙن ۽ تترن جي ويڙهہ، نانگ ٻلائون، جانورن جي ويڙهہ، لغڙ، رانديون، ملاکڙو، ميلا. زالن جي ذلت، بي ميل شاديون، چوڪري بازي وغيره وغيره. 40 ڪان مٿي خوبصورت تصويرون- صفحا 400 ڪان مٿي. انڊيا جو ڇپيل اصلوڪو ٽائيٽل.

---

نيو فيلڊس جو جلد ايندڙ ڪتاب

# ٽڏاچپ

**ايشور چندر** موجوده وقت ۾ سنڌي زبان جو وڏو ڪهاڻيڪار آهي. سندس ڪهاڻيون سنڌيءَ جون بهترين ڪهاڻيون آهن ۽ سندس ڪهاڻين جي ڀيٽ ترقي يافتہ ملڪن جي وڏن ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين سان ڪري سگهجي ٿي. قيمت -/40 رپيا.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي

دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نـالي ڪـي پئسـا گـڏ ڪيـا ويـنـدا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽

چاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٿائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)